# سنڌ ڪهاڻي

(تاريخ)


ڪيول ملڪاڻي

تاج جويو




# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهه· ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

## ڪيول رتن مل ملڪاڻي

تعليم : ايم - اي
جنم : 19 نومبر 1921ع حيدرآباد، سنڌ
ايڊيٽر : نول راءِ هيرانند اڪيڊمي ۽
ڏيارام گدو مل نيشنل ڪاليج حيدرآباد،
فرگوسن ڪاليج پوني،
اسڪول آف اڪنامڪس اينڊ سوشالاجي،
بمبئي يونيورسٽي.

47-1945ع : ليڪچرر ڏيارام گدو مل نيشنل ڪاليج حيدرآباد
1948ع : 'دي هندستان ٽائمس' جو سب ايڊيٽر
83-1948ع : هفتيوار 'آرگنائيزر' جو ايڊيٽر
62-1961ع : امريڪا جي هارورڊ يونيورسٽيءَ ۾ 'نيمن فيلو'
75-1971ع : روزنامہ 'مدر لينڊ' نيو دهليءَ جو ايڊيٽر
26 جون 1975 کان 21 مارچ 1977 تائين MISA تحت جيل ۾
79-1978ع : 'دي ايڊيٽرس گلڊ آف انڊيا' جو جنرل سيڪريٽري
1978ع : چين ۾ انڊين پريس ڊيليگيشن جو ميمبر
1983ع کان : دين ديال ريسرچ انسٽيٽيوٽ جو وائيس چيرمن
1984ع کان : ٽماهي 'منٿن' نيو دهليءَ جو ايڊيٽر
ٻيا ڪتاب : The Midnight Knock (1977)
The RSS Story (1980)

# سنڌ ڪهاڻي

(The Sind Story جو سنڌي ترجمو)

ڪيول ملڪاڻي

تاج جويو



روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
1991ع

ڪتاب جو نالو : سنڌ ڪهاڻي
(انگريزي ڪتاب The Sindh Story جو ترجمو)

مترجم : تاج جويو

اصلوڪو ليکڪ : ڪيول رتن مل ملڪاڻي

ايڊيشن : پهريون - ڊسمبر 1991ع

ڪمپوزنگ ۽ پرنٽنگ : ايم - خان پرنٽنگ پريس
گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ .

ڇپائيندڙ : روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو

قيمت : 80-00 رپيا

پڪو جلد 100-00 رپيا



---

SINDH KAHANI
(A Sindhi Translation of "The Sind Story"
by Kewal Malkani)

Translated by : Taj Joyo
First Edition : December 1991,
Printer : M. Khan Printing Press.
Gari Khata, Hyderabad Sindh.
Publisher : Roshni Publication, Kandiaro.



ارپيان ٿو .

**الله بخش سومرو**

۽

**ڀڳت ڪنور رام**

جي پوتر ياد کي.

# فهرست

# سنڌيڪار جي قلم مان

تاريخ ۽ افسانوي ادب جو فرق سمجهائيندي ڪنهن ساهتڪار چيو آهي: 'تاريخ وڏي ۾ وڏو ڪوڙ آهي، جنهن جا ڪردار سچا پر واقعا ڪوڙا هوندا آهن ۽ افسانوي ادب اهو سچ آهي، جنهن جا ڪردار ڪوڙا پر واقعا سچا هوندا آهن، جنهن مان سموري سماج جي تصوير چٽي پيئي ڏسبي آهي.' پر تاريخ ۽ افسانوي ادب جي ڳانڍاپي جي اپٽار ڪندي، ارنولڊ ٽائن بي (Arnold Toynbee) پنهنجي Study of History (تاريخ جو اڀياس) ۾ لکي ٿو: "ناٽڪ ۽ ناول وانگر، تاريخ ڏند ڪٿائن جي صورت ۾ سرجندي آهي، جيڪو پروڙڻ ۽ اظهار جو اوائلي طريقو هو، جنهن ۾ جيئن ٻرڙن جي آکاڻين ۾ هوندو آهي، جيڪي ٻار چاهه وچان ٻڌندا آهن؛ يا جيئن خوابن ۾ هوندو آهي، جيڪي نوجوان ڏسندا آهن — حقيقت ۽ تصور جي وچ ۾ ڪا به ليڪ ڪڍيل نه هوندي آهي. مثال طور 'الميڊ' (Iliad) جي باري ۾ چيل آهي ته جيڪو به اها تاريخ جي طور پڙهندو ته ڏسندو ته اها ڪوڙ سان ڀري پيئي آهي، پر ساڳي طرح جيڪو به اها افساني طور پڙهندو ته اها تاريخ سان ڀري پيئي آهي." هڪ تاريخدان حقيقت کي تصور کان ڌار ڪري تاريخ لکندو آهي، جيڪو سؤکو ڪم ناهي.

تاريخ ۽ خاص ڪري سنڌ جي تاريخ هميشه وڏن تضادن جو شڪار رهندي پئي آئي آهي. اسلامي فتوحات وارن دورن کي 'هندو نظر' سان ڏسجي يا 'مسلمان نظر' سان ڏسجي؛ 'سنڌي نظر' سان ڏسجي يا مورڳو 'ڌارين جي نظر' ڏسجي — اهو هڪ اهم ۽ فيصله طلب سوال آهي. اسلامي مختلف دورن ۾ — يعني عربن، غزنوي ۽ غوري گهراڻن؛ انهن جي جانشين سومرن ۽ سمن؛ ارغونن، ترخانن ۽ مغلن؛ ڪلهوڙن ۽ داؤد پوٽن؛ ٽالپورن — ۽ پوءِ جي انگريز حڪمرانن جي دور جي تاريخي واقعن کي مختلف

ڪتابن ۽ مضمونن ۾ مختلف نقطِ نگاهن کان قلمبند ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن لکندڙ هندو آهي ته مسلمانن جي حڪومت ۾ هندن سان ڏاڍ، ڌمڪاءَ ۽ جبر جو وڌائي ذڪر ڪيو اٿس، ۽ جيڪڏهن اهو لکندڙ مسلمان آهي ته هندن کي سندن عقيدي سميت لوڙڻ ۾ ڪا ڪسر نٿو ڇڏي. تاريخ جي لاهن - چاڙهن، شڪستن - سوڀن ۽ حق - باطل جي جنگين جي بيان ڪرڻ ۾، هڪ تاريخدان تي تاريخ جي واقعن کي ماضيءَ جي دز مان ڪڍي، انهن کي ڇنڊي، ڦوڪي ۽ اجاري. ٺيٺ انساني ۽ وطن سان سچائيءَ جي بنيادن تي پيش ڪرڻ جي ذميواري عائد ٿئي ٿي. هو جڏهن بي ريا ٿي معاملن کي حقائق جي روشنيءَ ۾ پرجهيندو ۽ پروڙيندو تڏهن ئي اسان جي موجوده پيڙهي توڙي ايندڙ پيڙهيون پنهنجي رودن کي هموار ڪري پنهنجي لاءِ ڪا مناسب راهه طئه ڪنديون ۽ پنهنجي منزل ڏانهن اڳڀرديون ٿي سگهنديون.

اسان وٽ سرڪاري نقطِ نظر پيش ڪندڙ تاريخن ۽ درسي ڪتابن توڙي مضمونن ۽ مقالن ۾، تاريخي واقعن ۽ انهن جي پس منظر کي موڙي - توڙي ۽ مسخ ڪري، جنهن يڪ رخي نقطِ نگاهه کان پڙهايو وڃي ٿو، يا انهن کي سرڪاري تقريبن ۾ رسمي طور پڙهيو وڃي ٿو ۽ انهن کي چاپي وطن پرستيءَ جي حق ادا ڪرڻ جو ڍونگ رچايو وڃي ٿو، اهو شاگردن کي درسي امتحانن ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ بيشڪ اڪسير آهي، ۽ ذهني پختگي حاصل ڪيل عام پڙهندڙ، هن دور جي جديد ۽ ترقي يافته ڪميونيڪيشن جي ميڊيا وسيلي بين القوامي ادب، تاريخ، سياست، مذهب سماجي علمن جو اڀياس ڪري جڏهن حقائق کي سائنس ۽ منطق جي بنياد تي پنهنجي اصلوڪي اُکاڙي روپ ۾ پسي ٿو ته ڪوڙ تي ٻڌل تاريخن مان سندس ويساهه ٿي نڪريو وڃي. تنهنڪري جيستائين اسان جا عالم ۽ علمي ادارا، اسان جي هٿن ۾ سنڌ جي مستند تاريخ نه ڏيندا، تيستائين

نہ رکيو سندن لياقت ۽ سچائيءَ جي مڃتا نہ ڏيندي، پر اسان پڻ انهيءَ ڄاڻ کان وانجهيل رهنداسين ۽ تاريخي ٻولار ۾ مفاد پرست، نام نهاد ۽ جُڙتو تاريخدانن جي قلمي زهر جو نشانو بنيا رهنداسين. تاريخ لکڻ جو ڪم، جيڪو وڏي جاکوڙ، جوکم ۽ همٿ جو آهي، اهو ئي ڪري سگهي ٿو جيڪو سقراط جيڏو قداور هوندو.

ويهين صدي پنهنجي پوين پساهن ۾ آهي ۽ ايڪويهين صدي اچي در تي بيٺي آهي، پر سنڌ کي پنهنجي ماضيءَ جو عظيم ۽ شاندار ورثو حاصل هوندي، ڏس لکيت ۾ اهڙي تاريخ ناهي، جنهن کي مڪمل، مستند ۽ مفصل چئي سگهجي. ايتري قدر جو هڪ جلد ۾ بہ ڪا تاريخ موجود ناهي، جيڪا غير تڪراري هجي. انهيءَ ڏس ۾ ادارن تورڙي انفرادي ڪوششن جي باوجود اسان اڃا تائين مڪمل سنڌ جي تاريخ کان وانجهيل آهيون. ادارن کي ڏوهہ ڏجي يا عالمن تي معيار — بهرحال اهو مسئلو پنهنجي جاءِ تي وڏي سوال جي نشاني بڻيو بيٺو آهي.

ڪجهہ وقت اڳ، مون کي 1984ع ۾ ڇپيل ڪيول ملڪاڻيءَ جو انگريزيءَ ۾ لکيل The Sind Story هٿ لڳو، جنهن جو مون سنڌيءَ ۾ ترجمو "سنڌ ڪهاڻي" جي عنوان سان ڪيو آهي. هن صاحب انهيءَ ڪتاب ۾، سنڌ جي تاريخ جو سلسلو موهن جي دڙي کان بہ اڳ واري دؤر کان شروع ڪيو آهي ۽ انهيءَ کي سنڌ ۾ MRD تحريڪ واري جديد دؤر تائين ملائي پيش ڪيو آهي. هن سنڌ ۽ انجي تاريخ جي باري ۾ پنهنجو نقطهء نظر پيش ڪيو آهي، جنهن سان ڪنهن جو بہ اصولي اختلاف ٿي سگهي ٿو. منجهس تاريخدانن جي نالن، ڪتابن جي حوالن ۽ تاريخوار ترتيب ۾ غلطين جي باوجود، هن واقعن، انهن جي رد عملن ۽ نتيجن جي ڪڙين کي ملائي، هڪ تسلسل قائم ڪرڻ جي ڪوشش

ڪئي آهي، جهڙي ڪي هڪ سان تاريخ ۾ ڪم ٿيل يا ڪم ڪيل تاريخي ڪڙين ۽ وڇوٽين کي هٿ ڪرڻ ۾ خام مال جو ڪم ڏيندڙيون، توڙي جو اڻ وڻندڙ ۽ ڪوڙي ڳوري ۾ جو ذائقو پڻ ڏيندڙيون. پر هڪ مختلف نقطهء نظر ڄاڻڻ لاءِ پاڻ ۾ سهپ، فراخ دلي ۽ پاڻ سڌارڻ جو مادو پيدا ڪرڻو ئي پوندو.

حنيف صديقي، رچرڊ برٽن Richard Burton جي ڪتاب Sindh and the Races that inhabit the Valley of Indus جي سنڌي ترجمي ”سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون“ مان سنڌ ۽ سنڌين جي باري ۾ نازيبا لفظ حذف ڪري ڇڏيا هئا. پر جديد دؤر جي عالم ۽ تاريخدان پير حسام الدين راشدي تاريخ جي جديد تقاضائن جي روشنيءَ ۾ انهيءَ ڳالهه کي ناپسند ڪندي چيو هو ته سنڌ ۽ سنڌين جي باري ۾ ڌارين جي چيل ڳالهه ڌاريا پلي پڙهن، پر خود سنڌي پنهنجي باري ۾ چيل ڳالهين کان غير واقف ۽ اڻ ڄاڻ رهن ـــ اها وڏي زيادتي آهي. سندس راءِ هئي ته ڪتاب کي لفظ بلفظ ترجمو ڪري ليکڪ جي خيالن کي پڌرو ڪيو وڃي ها. انهيءَ ڳالهه جي پيش نظر مون The Sindh Story جو ترجمو سواءِ رد قد درج ڪرڻ جي ڪيو آهي ـــ جيئن عام طرح فاتح قومن جي تاريخدانن جي سنڌ بابت لکيل ڪتابن جا سنڌي ترجما شايع ڪيا ويندا آهن ـ ته جيئن اسان کي انهن جي مڪمل نقطهء نظر جي ڄاڻ پوي ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ خال پرڻ ۾ مدد ملي.

تاج جويو

# مهاڳ

سنڌ ۾ 1947ع جي ڀڄاڙي هئي. ورهاڱو ٿي چڪو هو ۽ هندو وڏي تعداد ۾ پنهنجي وطن کي خيرآباد چئي رهيا هئا. هڪ ڏينهن اسان ڪجهه ڪارڪن حيدرآباد ۾ تلڪ چاڙهيءَ تان هيٺ لهي رهيا هئاسين ته اوچتو هڪ ٻڍي مسلمان عورت اسان جي سامهون بيهي رهي ۽ ڏکاري لهجي ۾ پڇڻ لڳي: "ادا، اوهين به هليا ويندؤ ڇا"؟

هڪ ڏينهن مان پنهنجي بالڪونيءَ ۾ بيٺو هوس. هڪ مسلمان خوشيءَ مان هڪ وڏي فريم ڪيل تصوير کنيو پئي ويو. جلدئي هو پنهنجي خوشي جهلي نه سگهيو ۽ بيهي رهيو ۽ تصوير مٿي ڪئي مون کي ڏيکاريندي چيائين: "هيءَ تصوير اجهو هاڻي خريد ڪئي اٿم. هن گروپ ۾ اسان جي ڳوٺ جو معزز سيٺ به شامل آهي". اها تصوير هن لاءِ يادگيريءَ جي نشاني هئي.

هڪ ڏينهن شهر جي بس ۾ سفر پئي ڪيم. مهڙ واريون سيٽون عورتن لاءِ مخصوص هيون. اوچتو مهڙ واري سيٽ تي ويٺل هڪ مسلمان عورت ڏٺو ته سندس پاڙيسري هڪ هندو بيٺو هو. هوءَ اٿي بيٺي ۽ کيس پنهنجي سيٽ تي ويهڻ لاءِ زور ڪرڻ لڳي. پر هو ويهڻ کان انڪار ڪري رهيو هو ۽ چئي رهيو هو ته هو ائين ٺيڪ هو ۽ هونئن به اهي سيٽون عورتن لاءِ مخصوص هيون. سندس انڪار اجايو ويو جو انهيءَ عورت کيس درد ڀرئي لهجي ۾ چيو: "مون کي خبر آهي. تون پڻ هليو ويندين."

مون کي پڪ ناهي ته 1947ع جي هندستان ۾ ڪيترن هندن تي ههڙا واقعا ٿيا هوندا.

'سنڌ - ڪهاڻي' راجائن ۽ لڙاين جي آڪاٽي ناهي. هيءَ هڪ خطي، آن جي رهاڪن ۽ سندن ڪلچر کي سمجهڻ جي ڪوشش آهي، جنهن ڪري آهو سڀ ممڪن ٿي سگهيو آهي.

منهنجي دل ۾ هن ڪتاب جو ويچار پيدا ڪرڻ لاءِ، مان پارتيه سنڌو سيا جو ۽ اهڙي سوچ کي اوپارڻ لاءِ پنهنجي پيڻ گوپيءَ جو ٿورائتو آهيان. مان آنهن گهڻن دوستن جو پڻ ٿورائتو آهيان، جن ڪتاب، تصويرون ۽ قيمتي معلومات مهيا ڪئي. ان سلسلي ۾، مان موهني منيڪاڻي، رام ڪرشن آڏواڻي، پروفيسر ڪي. اين واسواڻي، شيوڪرام ڪرمچند، آتم چند ايسراڻي، وشنو شاهاڻي، پروفيسر ڊي. ايل ڪاڪا، گوپال گربخشاڻي، گوپال متل، رام ڪيسواڻي، پريم ڏسواڻي، پروفيسر ايم. پي لڪاڻي، لڪشمي چند روپچنداڻي، نارايڻ واڌواڻي ۽ گوبندرام چيلاڻي جو ٿورائتو آهيان.

نانا واگهه جي ناهيل سيٺ ناٿون مل ۽ سربارٽل فريئر جي اسڪيچن لاءِ ۽ ڪي. بي ڪمار جي ناهيل سنڌ جي نقشي لاءِ پڻ ٿورائتو آهيان.

مان ڊاڪٽر مرلي ڌر جيٽلي جو خاص ڪري ٿورائتو آهيان، جنهن پنهنجي سنڌ جي ڪتابن جو خزانو مون تي فراخ دليءَ سان کولي ڇڏيو ۽ گهري اڀياس لاءِ منهنجي همٿ ٻڌائي. سندس مدد کان سواءِ هيءُ ڪتاب موجوده صورت ۾ نه اچي سگهي ها. نهرو ميموريل لئبرري جو ڊاڪٽر هري ديو شرما هيڊ آف ريسرچ اينڊ پبليڪيشنز ڊويزن، مختلف طريقن سان گهڻو مددگار ٿيو. ڊين ديال ريسرچ انسٽيٽيوٽ جو شري ديوندر سو روپ انگ اگر ميسر ڪري ڏيڻ ۾ هميشه هر وقت تيار رهيو.

سيتارام گوئل، ڇهمٽ واڌواڻي، گنگو ڪرپالاڻي ۽ اروڻ شڪلا سمورو مسودو نظر سان ڪڍيو ۽ گهڻا قيمتي

مشورا ڏنا.

مون تي ٿورو DRI لئبرريءَ جي شري جناردنن جو سنڌس تحقيقي مدد لاءِ، ۽ وجئه گپتا، راجيش بنسال ۽ امبيڪا ڏرمپالن جي ٽڪڙي ۽ سڀ ٽائيپ ڪري ڏيڻ جو پڻ آهي.

ٻئي ڇاپي ۾ درستين لاءِ پڙهندڙن جي صلاحن ۽ راين لاءِ هيٺين پتي تي آجيان ڪئي ويندي.

ڪي.آر. ملڪاڻي
رکڙي ٻنڌڻ 1984ع

B-51 نيو راجندر نگر
نيو دهلي 110060

# پيش لفظ

منهنجو دوست ڪيول ملڪاڻي هڪ صحافي، عالم ۽ هندستان جي تاريخ جو ذهين شاگرد آهي. سنڌ ۾ پيدا ٿيڻ ڪري، اها عجيب ڳالهه ناهي ته هن پنهنجي پوڙهپ جو گهڻو حصو ۽ تاريخي ڄاڻ پنهنجي جنم ڀومي جي وسيع منظر جي پيش ڪرڻ لاءِ وقف ڪئي آهي. پر، جنهن ڳالهه مون کي عجب ۾ وڌو آهي، اها سندس خواهش آهي ته مان سندس هن دلچسپ ڪتاب جي باري ۾ پيش لفظ لکان. مان مڃان ٿو ته سندس حڪم مون کي پاڙڻو به آهي ۽ ويچاريو به آهي. منهنجي ٻي دعويٰ ڪيتي به هجي، ۽ جيڪي ٻين سياستدانن وانگر، منهنجون بلڪل ٿوريون آهن، پر تاريخ جي گهري اڀياس يا تاريخ جي پيشڪش ۾ مناسب سهوليت هجڻ جي دعويٰ بلڪل ناهي. مان سمجهان ٿو ته اها خوش ڪندڙ غلط فهمي جي ڳالهه آهي، پر پوءِ به ان مان لطف اچي ٿو. پر اها دعويٰ اهو خيال ايندي ئي ختم ٿي وڃي ٿي ته انجي پوراءِ لاءِ ڪجهه پوڙهپ جي ضرورت آهي. پيشوراڻ ۽ سياسي مصروفيتن ۾ گهڻو رڌل رهڻ ڪري، اهو ڪم ڪجهه ڏکيو لڳو. پر پوءِ ته سمجهه ۾ ايندڙ حادثو ٿيو. ڊاڪٽرن منهنجي دل کي بيمار ڄاتو ۽ نيٺ مون کي مڪمل آرام ڪرڻ جو مشورو ڏنائون. اليڪٽرو ڪارڊيو گرام مشين سان منهنجي دل جي تار ڳنڍيل رهي ۽ مان مسودي جي پهرئين باب ”سنڌو آسماني دريا آهي“ کان وٺي آخري باب ”نئين سنڌ“ تائين وڃي باب پڙهي ويس. اهو چوڻ ۾ اصل وڌاءُ نٿو ڪريان ته هرهڪ

لفظ مان لطف ورتو ۽ پڪ سان انهيءَ اپياس منهنجي جبري قيد کي سهڻ جوڳو بنايو. مچان ٿو ته سنڌ بابت منهنجي معلومات ۾ ڪافي گهٽتا خال هئا ته سنڌ جا هئي، اُها جا ٿي سگهي ٿي ۽ مستقبل ۾ اچا جا ٿي سگهندي، پريا آهن. مان کيول جي فخر ۾ جنهن کي عام طرح 'سنڌيت' چيو وڃي ٿو، حصيدار آهيان. مان سندس پورهئي ۽ کوجنا جي نياري تخليق کي بيحد ساراهيان ٿو ۽ انهيءَ جي اپياس لاءِ ٻين کي پڻ دلي سفارش ڪريان ٿو. مون کي اميد آهي ته هيءُ ڪتاب هر سرڪاري توڙي خانگي لئبرريءَ ۾ جاءِ والاريندو. منجهانئس هرڪو مزو مائيندو. اهي پڻ جيڪي اسپتال ۾ بستري داخل ناهن.

هن ڪتاب جي ڇپائيءَ جي دوران، ڀارت هڪ يادگار بحران مان گذري رهيو آهي. حڪومت جون واڳون آدرش کان وانجهيل ماڻهن ۽ اصولن کان خالي سياستدانن جي هٿن ۾ هليون ويون آهن. قومي ڍانچو سنگين بيماريءَ ۾ مبتلا آهي. سوين بدعنوان واپاري، دلال ۽ مالڪ ملڪ ۾ اڀين ڦهلجي ويا آهن، جيئن بکيي ماکڙ فصل کي ڪاٽي چٽ ڪندي آهي، جنهن کي غريب عوام اچا تائين پيدا ڪري رهيو آهي. غريب ايڏا بکايل آهن جو هڪل تي هانءُ هاريو ڇڏين ۽ امير سارو ڏينهن جاوا ڪرڻ ۾ رڌل آهن. دانشور ۽ سچ جا سودائي اخلاقي مشڪن ۽ نڙيءَ جي عجيب اڌ رنگ ۾ وئجي خطرناڪ حد تائين چپ آهن. ٻئي طرف هن وقت، هن ڪتاب جي پڌرائي ليکڪ جي اندروني توازن جي ايڏي ساک پري ٿي جو توازن جو شعور اندروني چاڻ ۾ واڌارو آڻي ٿو. ممڪن آهي ته ليکڪ گيتا جي اصلي روح مطابق، پريم سان پورهيو ڪري، فيصلو چاڻهار ايشور تي رکيو هجي. سيا ويڪ طور تي مان سيني کان وڌيڪ انهيءَ ڪري کيس ساراهيان ٿو.

ملڪاڻيءَ جو هيءُ ڪتاب هڪ تاريخ جو ڪتاب آهي. تاريخ لازمي طور تي هڪ ڪهاڻي هوندي آهي. پر جتي ڪهاڻي

وندر ۽ تفريح لاءِ لکبي آهي، جنهن جو ڪجهه مواد گهڻو ڪري سچ جي ابتڙ هوندو آهي، اتي تاريخ اهڙي تضاد کي نٿي قبولي سگهي. تاريخ جو هر ڪتاب پنهنجي دور جي ذهني آرائش جو حصو ٿئي ٿو. متس مستند هجڻ جي مهر لڳل هئڻ گهرجي ۽ جتي حقيقت ممڪن نه هجي، اتي غلطي کي ظاهر ڪرڻ گهرجي. ان کان سواءِ، اهو واقعن جو مستند دستاويز ڇو نه هجي، پر اهو بيڪار کان به بدتر ٿيندو، جيڪڏهن منجهس انهن واقعن جي رونما ڪندڙ ڪردارن جا ويچار، امنگ ۽ ارادا پيش ڪيل نه هوندا. هيءُ ملڪ واقعن کي دستاويزائڻ ۾ ڪڏهن به شاهوڪار نه رهيو آهي. هتي زباني ابلاغ جي هڪ روايت رهي آهي تنهنڪري کهاڻي لکڻ کي تاريخ چوڻ آسان ڪم نه آهي.

سنڌ ۽ هند جي زندگيءَ ۾ عربن جي سنڌ کي فتح ڪرڻ جو وڏو واقعو رونما ٿيو هو. اٺين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ سنڌ جا فاتح ڪهڙي قسم جا ماڻهو هئا؟ محمد بن قاسم ۽ سندس سپاهي مستند عرب هئا ۽ بهتر مسلمان هئا. پڪ سان اهي صديون پوءِ پنهنجي پوئيرن کان وڌيڪ انسان دوست ۽ مهذب هئا. اهي پڪا توحيد پرست هئا ۽ سندن پيغمبر جي پيغام ۾ پڪو ويساهه هو، جيڪو ڪجهه وقت اڳ ۾ 7- جون 632ع تي وصال ڪري چڪو هو. عربستان جي ريگستان جي انهيءَ معجزي جو حوالو هتي نسبت به رکي ٿو ته ظاهر به آهي. اسلام جو پيغمبر تاريخ جي هڪ غيرمعمولي شخصيت جو مالڪ هو. هو خود نهايت ئي مذهبي هو ۽ سندس رهڻي ڪهڻي جي عادتن پنهنجي پوئلڳن تي ضرور گهرو اثر ڇڏيو هوندو. اعليٰ مرتبي ۽ سياسي سگهه حاصل ڪرڻ کان پوءِ پڻ سندس رهڻي ڪهڻي پرهيزگاري سان معمور هئي. سندس گهر ڪچين سرن جو ٺهيل جهوپڙي نما هو ۽ فرنيچر ۾ فرش تي وڇايل تڏي ۽ انهيءَ تي رکيل ڪجهه وهاڻن کان وڌيڪ

نہ ھو. ھو پنھنجا ڪپڙا پاڻ سبندو ھو، پنھنجي جتي گھڻو ڪري پاڻ ڳنڍيندو ھو، باھہ پاڻ ٻاريندو ھو ۽ فرش پاڻ ٻھاريندو ھو. سندس گذارو ڪجيءَ ۽ جون جي ماني تي ھوندو ھو. ھو رڳو ڪڏھن ڪڏھن کير ۽ مکڻ کائڻ جي عياشي ڪندو ھو. ھو نھٺو ۽ سلڇڻو، شاناڻو ۽ صابر ھو. ھو غريبن جي سار سنڀال لھندو ھو ۽ نھايت غريب ماڻھو جي موت تي، سندن پونيئرن سان تعزيت ۾ شامل ٿيندو ھو. ھو پنھنجي ڪٽنب تي ورلي پاڻ تي ٿورو ۽ ضرورتمندن تي خيرات ۾ گھڻو خرچ ڪندو ھو. ھن جڏھن نئين نظام جي شروعات ڪئي تہ عربستان قبائلي ريگستان ھو ۽ جڏھن وصال ڪيائين تہ اھو ھڪ مضبوط قوم ھئي.

ھن جيڪو نظام نافذ ڪيو، اُھو پنھنجي نسبت ۾ بي ريائي، بھادري ۽ سماجي افتخار تي ٻڌل ھو. مقامي آب و ھوا اتي ھوس لاءِ ٻيڪ ۽ گرمي پيدا ڪئي ھئي. سندس قانون ۾ شاديءَ کان سواءِ ھوس کي گھٽائڻ ۽ اندروني قوتن کي وڌائڻ تي زور ڏنل ھو. ڪيس نڪاح ۾ آيل ڏھہ زالون ۽ ٻہ ڪنيزون ھيون. اھو انھي وقت جي لحاظ کان ھڪ نمائنده سڌارو ھو. پاڻ جيستائين ھن دنيا ۾ موجود ھو، تيستائين مسلمانن پنھنجي زالن کي پاڻ کان الڳ نہ ڪيو ھو. زالون ۽ مرد پاڻ ۾ اُن نئين نظام تحت آزاديءَ سان ملندا ھئا، گھٽين ۾ آزاديءَ سان گھمندا ھئا ۽ مسجدن ۾ گڏجي نماز پڙھندا ھئا. ھو پاڻ اڻ پڙھيل ھو ۽ ڪڏھن بہ ڪجھہ نہ پڙھيو، پر عربي ادب ۾ سڀ کان مشھور ۽ اعليٰ ڪتاب پيش ڪيائين. ھن پنھنجي پوئلڳن ۾ علم لاءِ تڙپ پيدا ڪئي. ھن اعلان ڪيو: "اھو جيڪو علم جي ڳولا ۾ پنھنجو گھر ڇڏي ٿو، اھو خدائي رستي تي گامزن آھي.... ۽ عالم جي مس شھيد جي رت کان وڌيڪ مقدس آھي."

پيغمبر اسلام جي تبليغ تہ ڪئي پر ذاتي طرح مخالف مذھبي

ٻوڌلڳن جي رتوڇاڻ ۾ مبتلا نه ٿيو. هن پاڻ ڪڏهن به جنگين ڪرڻ ۾ اڳڀرائي نه ڪئي. عربن جون شعوري توسيع پسندانه فوجي اڳڀرايون ۽ ملڪ گيريءَ جو حوس پوءِ جون ڳالهيون آهن، جن جا عام طرح اقتصادي ڪارڻ هئا. ناقص آبپاشيءَ جي نظام ۽ ويران زمين، وڌندڙ آباديءَ کي زرخيز زمين لاءِ حوس کي جنم ڏنو. ان کان سواءِ سياسي ڪارڻ پڻ هئا. روم ۽ ايران جون حڪومتون جنگ ۽ گڏيل بربادي ۾ ٽڪجي چڪيون هيون. بيجا ڍلن ۽ بدعنوان انتظاميه ۽ حملن جي ستيل پروارين بادشاهين، عربن جي دلين ۾ سنڌ کي فتح ڪرڻ جي بي روڪ خواهش کي جاڳائي ڇڏيو.

705ع ۾ وليد اول تخت تي ويٺو. سندس حڪمرانيءَ جو دور ڏهن سالن تائين هليو. حجاج بن يوسف سندس گورنر ۽ عربستان جو حاڪم هو. ٻئي خليفي جي دور ۾ ئي عربن جي دل سنڌ تي هرکي ويئي هئي. ان کان ست ستر سال پوءِ جي عرصي دوران سندن ڏهه ڪاهون ناڪام ٿي چڪيون هيون. 'چچنامي' ۾ لکيل آهي ته هن آخري معرڪي جو مقصد اسلام جي تبليغ نه پر ملڪگيري ۽ مال جو حوس هو. ڪٽل خزاني ۾ گهڻو مال ٿيندو. شڪست کاڌل ماڻهو سوغاتون ۽ ڍلون ڏيندا. غلام ۽ عورتون حاصل ٿينديون. ملڪائي سنڌين ۽ عربن جي مقابلي جو ڏاڍو دلچسپ بيان ڪيو آهي. ان وقت سنڌ جو حڪمران راجا ڏاهر، چچ جو پٽ هو، جيڪو هڪ چالاڪ برهمڻ هو ۽ ڪنهن طرح ان وقت جي حاڪم راءِ سهاسي جي موت کان پوءِ، سندس رانيءَ سان پريت جا پيچ پائي راجائي هٿ ڪئي هئائين. هن چاليهه ورهيه راڄ ڪيو. سندس ڏينهن ۾ عربن ٻهريون حملو ديبل تي ڪيو، جيڪو گهڻو ڪري ڪراچي جي اوپر ۾ چاليهه ميل پري هڪ ننڍي ڳوٺ ڀنڀور جي پرسان هو. عربن جو حملو ناڪام ٿيو، تنهنڪري حجاج پنهنجي سترنهن ساله نوجوان ناٺي محمد بن قاسم کي تفصيلي هدايتون

ڏيئي، لشڪر جي سپهه سالار جي حيثيت سان سنڌ تي، راجا ڏاهر جي ڏينهن ۾ حملي ڪرڻ لاءِ چاڙهي موڪليو. ملڪائي درست لکيو آهي ته سنڌ کي ڪڏهن به شڪست جو منهن ڏسڻو نه پوي ها، جيڪڏهن سنڌين جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي خلاف سازشن ۽ غدارين جي ڏم متل نه هجي ها. راجا ڏاهر حملي کي ناڪام ڪري ڇڏي ها، پر ڪيس سندس بيوقوفين ماراڻيو.

سيپٽمبر 1979ع ۾ 'يوم دفاع' جي موقعي تي انگريزي اخبار "پاڪستان ٽائيمز" ۾ محمد بن قاسم تي هڪ مضمون ڇپيو هو، جنهن ۾ ڪيس 'فوجي ماهر' جي حيثيت سان ٻنهي لشڪرن ڏانهن سندس رويي کي بي ريا انصاف وارو ڪري ڏيکاريل هو. تاريخي حقيقت، بهرحال، ايامڪارين لاءِ پاراتو آهي، جيئن هڪ پاڪستان ۾ موجود آهي. نيشنل ڪميشن آف هسٽاريڪل اينڊ ڪلچرل ريسرچ جي چيئرمن مٿئين مضمون جي مصنف جي مذمت ڪئي، جنهن مان سندس تکو لهجو ظاهر آهي:

"جڏهن ڪنهن هيرو جي شخصيت کي اوپارڻو هجي ته تز محاوراتي ٻوليءَ کي استعمال ڪرڻ ضروري آهي. 'فاتح' ۽ 'بچاءُ ڪندڙ'، ۽ 'هندستاني لشڪر' بهادري سان وڙهيو پر چست نه هئڻ ڪري 'هٿيار ڦٽا ڪندڙ دشمن تي غالب پئجي نه سگهيو' جهڙا گهڻا بيان مضمون ۾ ڏسجن ٿا. اهو مضمون هيٺ ڏنل ڪجهه غيرمتوازي بيانن سان وڌيڪ خراب ٿيو: 'جيڪڏهن راجا ڏاهر سنڌ وءَ جو بهادريءَ سان بچاءُ ڪري ها ۽ قاسم کي دريا پار نه ڪرڻ ڏي ها ته هن ننڍي کنڊ جي تاريخ بلڪل مختلف هجي ها.' خبر ناهي ليکڪ هيرو جي فتح کي ساراهي رهيو آهي يا مخالف جي شڪست تي افسوس ڪري رهيو آهي."

ان ۾ ڪو عجب ناهي ته پاڪستان ۾ تازو اسٽيل مل

۽ آس پاس جي مضافات جو نالو محمد بن قاسم جي نالي پٺيان رکيو ويو آهي. هو پنهنجي ايامڪاريءَ جو هيرو آهي.

مون کي پڪ ناهي ته سنڌين جي دلين ۾ راجا ڏاهر لاءِ ڪا عزت يا احترام آهي يا نه. پر گمان غالب آهي ته ملڪائي غلط آهي. بهرحال اهو چوڻ گهرجي ته عظيم سنڌي اگهواڻ جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب ”سنڌ وءَ جي ساڃهه“ ۾ ڏاڍي چٽائيءَ سان محمد بن قاسم کي فاتح ۽ سنڌ جي محافظ جي حيثيت سان اوپارڻ لاءِ حڪومت جي خلاف احتجاج ڪيو آهي. هو بندرگاهن، روڊن، لئبريرين ۽ ڪاليجن تي سندس نالو رکڻ لاءِ سختيءَ سان منع ٿو ڪري. هو کيس ظالم ۽ غاصب عرب ٿو ڪوٺي، جنهن سنڌ کي بيٺڪ بڻايو ۽ هزارين ماڻهن تي غلامي مڙهي. هو غصي مان سنڌي عورتن سان زنا ۽ معصومن جي قتلام ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿو، جنهن تي پاڪستاني تاريخدانن ڏوهارين جهڙي چپ ساڌي رکي آهي.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته سنڌ جي سرحد پار، باقي هندستانين کي عربن جي فتح جي خبر هئي. انهيءَ ڳالهه سندن سائنتيڪي وجود جي مائي پائيءَ ۾ ڪو تحرڪ نه آندو. آتي زندگي هميشه وانگر روان دوان هئي. ڪين نڪو ملڪ وڃائڻ جو احساس هو ۽ نه نئين خوف جي فطرت جي سڃاڻ هئي. سنڌ جي فتح کي هڪ وڏيڪ ڏاڙي وانگر درگذر ڪيو ويو. لڳ ڀڳ پنج سؤ سالن کان پوءِ، 1192ع ۾ محمد غوري ۽ سندس ڦورو ٽولا هندستان ۾ وارد ٿيا. سمورو اُتر هندستان غوري گهراڻي جي هڪ شاخ بڻجي ويو. هندستان ۾ اسلامي طاقت پنهنجا پير کوڙڻ آئي هئي. پنج صديون لنگهي ويون، پر ملڪ پنهنجو پاڻ کي ڪجهه ڪرڻ يا مرڻ لاءِ تيار نه ڪيو. اها نهايت شرم جهڙي افسوسناڪ ڪهاڻي آهي.

ڏسجي ٿو ته هندستاني عدم تشدد جي سوچ ۽ ڪمزور هجڻ ڪري هميشه همدرديءَ جا سڌايل رهيا آهن ۽ انهن

حملہ آورن سان مقابلو ڪرڻ جو ڪم پيشہ ور سپاهين تي ڇڏي ڏنو هو. باقي رهيل ماڻهن مان ڪنهن بہ پنهنجي وطن جي بچاءَ لاءِ آڱر بہ نہ کنئي. حملہ آورن جي هندستان جي بيش بها دولت ۽ اتان جي نازڪ ۽ خوبصورت عورتن ۾ اک هئي. سندن ڪنهن بہ مقابلو نہ ڪيو. جيڪڏهن ڪنهن ڀرپور مقابلو ڪيو آهي سؤ مان پسند راجپوت هئا. جيڪي قديم زماني جي فاتحن 'هڻن' جو اولاد آهن. پر اهو بهادري ڀريو مقابلو عارضي ثابت ٿيو ۽ پاڻ ۾ نفاق جي ڪري جيتائي نہ ڪري سگهيو. اهو نفاق قديم توڙي جديد هندستان جي دائمي بيماري آهي.

ڪجهہ صدين کان پوءِ، جڏهن آتر ۾ مسلمانن جو زور گهٽيو، هندن جي مخالفت جي ڪري نہ، پر مسلمانن جي پاڻ ۾ اڻبڻت ڪري، تہ ڏکڻ هندستان جي هڪ شهر وجيہ نگر جي سلطنت ۾ هندو جاڳرتا جي ڪجهہ رمق وجود ۾ آئي. هندو ڪلچر ۽ آزاديءَ جو اهو آخري قلعو پڻ 1565ع ۾ تباهہ ڪيو ويو. هميشہ وانگر، مسلمانن وجيہ نگر جو خوبصورت شهر، جيڪو ان زماني ۾ هندن جو هڪ مثالي شهر سمجهيو ويندو هو، تباهہ ڪري ڇڏيو.

هندستاني هندن جي شڪست جي ذلت ڀري تاريخ ۾، ملڪائي سنڌ جي حاڪمن - سومرن ۽ سمن جي ڪارنامن ۾ اکيون کولي، توڙي جو ملڪائيءَ جي کوجنا اهو کولهي نہ سگهي آهي تہ آهي ڪڏهن ۽ ڪيئن مسلمان ٿيا، پر ظاهر آهي تہ سنڌ جا مسلمان، باقي سموري هندستان جي مسلمانن کان مختلف آهن. اهي سچ پچ اج ڏينهن تائين پاڻ کي ائين رکيو اچن.

عربن ستين ۽ اٺين صديءَ ۾ اسلام ڦهلايو. انهن پنهنجي پيغمبر جي هدايتن جي پيروي ڪئي ۽ علم جي کوجنا جو لطف ٿي ماڻيو. هنن ڪاغذ جو استعمال چينين کان حاصل ڪيو ۽ بغداد ۾ پهريون ڪاغذ ٺاهڻ جو ڪارخانو کوليائون.

آهي جتي به ويا آتان رياضي، ڪيميا، طبعيات، فلڪيات ۽ آتي موجود هر علم جي ڇاڻ حاصل ڪيائون. ڪيترين ئي مسجدن ۾ ڪتبخانا هئا ته ڪن شهرن ۾ وڏي تعداد ۾ عام ڪتبخانا هئا. جڏهن منگولن بغدا دکي تباهه ڪيو، تڏهن رڳو وڏا ڪتبخانا ڇٽيهه هئا ۽ ننڍا خانگي ڪتبخانا لاتعداد هئا. هڪ مسلمان حڪيم، بخارا جي سلطان جي دربار ۾ رهڻ جي دعوت قبول ڪرڻ کان ان ڪري ئي انڪار ڪيو جو ڪيس پنهنجي ڪتبخاني کي ڍوئڻ لاءِ چار سو اٺن جي ضرورت هئي. مسجدن مان ايترا عالم تعليم حاصل ڪري ٿي نڪتا جيترا انهن جا ٿنيا هئا. انهن پنهنجي خوشبيانيءَ سان ماڻهن جون دليون جيتي ورتيون. ملڪ ۾ لاتعداد علم ۽ ڏاهپ جا ڳولائو، جاگرافيدان، تاريخدان ۽ علم الحيات جا ڄاڻو ڦهليل هئا. شهزادن جي محلفن ۾ شعر، ادب ۽ فلسفي جو ذڪر هوندو هو. ڪوبه صاحب ثروت ادب ۽ فن جي واڌاري جو انڪاري نه هو. مفتوح ماڻهن جي پراڻن ڪلچرن ۽ رسم و رواج کي حاضر دماغ عرب شوق سان پاڻ ۾ ضم ڪرڻ جا خواهان هئا. اهو اسلام جو جلال هو.

پوءِ اسلام جي تاريخ جي ڪنهن دور ۾ جڏهن ڪنهن کي فيصلو ڪندي ڏسجي ٿو ته قرآن کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪتاب پڙهڻ لائق ناهي، خود مختيار سوچ تي پابندي پئجي ويئي ۽ اجتهاد جا در هميشه لاءِ بند ٿي ويا. جديد مسلمان سڌارڪن جون اهي در کولڻ جون ڪوششون ناڪام ويون پر جديد جنگجو (Militant) اسلام جي دنيا ۾ به ڪا خاطر خواهه ڪاميابي ٿيندي نظر نٿي اچي. ايتري قدر جو اقبال پنهنجي للڪاريندڙ ڪتاب "Reconstructionof Religion Thought in Islam" ۾ رڳو مذهبي فڪر جي تشڪيل - نو کي سمجهايو آهي پر اسلام ۾ مذهبي فڪر جي تشڪيل - نو کي چڱيءَ طرح نه سمجهايو آهي. هن چيو هو ته موجوده وقت ۾ اسلام

ڪي نئين سر سمجهيو وڃي، پر انهيءَ سوچ جي نتيجي لاءِ هن ڪوبہ عملي ڪم نہ ڪيو. افسوس انهيءَ ڳالهہ جو آهي جو هو پهريون شخص هو، جنهن جدا مسلم رياست جو تصور پيش ڪيو، جيڪا پوءِ پاڪستان جي نالي سان وجود ۾ آئي. آن ڪان پوءِ، اڪبر جي دور دوران، ٿوري عرصي ڪان سواءِ، اسلام کي ملڪ جي اهم مذهب سان ملائڻ جي سنجيده ڪوشش نہ ڪئي ويئي. اڪبر آهائي ڪوشش ڪئي، جيڪا گرونانڪ ڪجهہ وقت اڳ ۾ ڪئي هئي. سورهين صديءَ ۾ هندستاني اتحاد جا اهي ٻہ عظيم شخص هئا. سهيو ڳي سياسي منظر جي اها ڏڪوئيندڙ حقيقت آهي تہ سک پنٿ اندرا گانڌي ۽ سندس پيدا ڪيل خوفناڪ فرقي پرستن جي زير عتاب آهي ۽ اڪبر اعظم اسلام جي رجعت پسند عالمن جي زير عتاب آهي ۽ رهيو آهي. ملڪائي ان حقيقت تي حق تي فخر ٿو ڪري تہ اڪبر سنڌ ۾ ڄائو هو ۽ اها ڳالهہ اهميت ڪان خالي ناهي تہ گهڻو ڪري هر سنڌي هندو گرونانڪ جو پوئلڳ آهي. پر ڏڪوئيندڙ سچ اهو آهي تہ پيغمبر اسلامؐ جو ڏسيل حقيقي دڳ ڪانئس پوءِ جلد ئي سندس پوئلڳن نہ ورتو. جنهن عقيدي کي هن وجود ڏنو ۽ ان جي تبليغ ڪيائين، اهو هندستان ۾ پنهنجي اصل ۽ نج شڪل ۾ پهتو ئي ڪونہ. هندستان ٽوڙي ٻن ملڪن جا اڄوڪا مسلمان بنياد پرست جيڪڏهن عجيب نہ تہ جاهل ضرور آهن. اهي چون ٿا تہ اهي هڪ اهڙي اسلامي نظام ۾ موٽڻ چاهين ٿا، جيڪو هڪ اسلامي رياست هجي. پهرين صورت ۾ سياست اسلامي روح مطابق آهي ۽ ٻوئين صورت ۾ سياست ۽ مذهب اسلام جي ڪل جوڙ جو حصو آهي. اهڙيءَ طرح پويون وڌيڪ سخت ۽ وڌيڪ سچو اسلامي آهي. وٽن بنيادي اسلام جو تصور ناهي پر بنيادي مسئلي جي ڄاڻ نہ اٿن. سندن ذهن ۾ ڪهڙو اسلام آهي؟ جنهن ڏانهن هو موٽي وڃڻ چاهين ٿا؟ ڇا اهو اسلام پيغمبر جو اسلام آهي، يا پوءِ جي وقتن جو

ڳاڻ اسلام آهي؟ انهن تعريف جوڳن چڱن مڙسن انهيءَ جي جواب جو سوچيو ئي ناهي. منجهانئن گهڻن جي ذهن ۾ رڳو هڪ ڳالهه آهي ته ملڪ جو قانون قرآني حڪمن سان هم آهنگ هئڻ گهرجي، پر اهي ڪي به سادا نتيجا ڪڍڻ کان انڪاري آهن، جيڪي اڻ ٽر طور تي پوءِ نڪرندا. اصلوڪو اسلام موروثي بادشاهت جي اجازت نٿو ڏي. عوام کي اهو حق حاصل هو ته پنهنجو خليفو چونڊين يا کيس معزول ڪن. انهيءَ معيار موجب ڪابه اسلامي رياست، حقيقي اسلامي رياست جي دعويٰ نٿي ڪري سگهي. هندستان ڪنهن به ڏينهن تي پاڪستان يا سعودي عرب کان وڌيڪ اسلامي آهي. پر عالمن پنهنجي محدود ڄاڻ ڪي وڪرو ڪرڻ جي قبوليت ڏيئي ڇڏي آهي. انهن هر مطلق العنان رياست جو بچاءُ ڪيو. سندس ظاهري دليل اهو آهي ته اسلام الله جي حاڪميت کي قبول ڪري ٿو ۽ عوام جي حاڪميت کي نٿو مڃي. تنهنڪري جن ملڪن تي بادشاهن ۽ ڊڪٽيٽرن جون حڪومتون آهن، اهي حقيقي اسلامي آهن. اهي قانون ۾ ٿيون جيڪي تبديليون آڻڻ چاهين ٿا، اهي آهن، اسلامي سزائن جو نفاذ. هندستاني پارليامينٽ کي اها صلاح ڏيئي سگهجي ٿي ته مسلمان ڏوهارين کي مقرره عام انساني هندستاني قانون جي تجويز ڪيل عام سزائن جي بدران عضوا ڪپڻ، خصي ڪرڻ ۽ ڦٽڪا هڻڻ جي سزا چونڊ ڪرڻ جو حق ڏنو وڃي.

بنياد پرستن کي اڃا هڪ ٻئي اهم سوال جو جواب ڏيڻو آهي. ڪين ڪهڙي قسم جي تعليم جي ضرورت آهي؟ ڇا تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ علم ۽ روشني ڪين جتي به ملي، حاصل ڪئي وڃي يا قرآن شريف کان سواءِ هر ذريعي کي لڪايو وڃي ۽ غير قانوني قرار ڏنو وڃي؟ مون اڳ ۾ چيو آهي ته اسلام پنهنجي شاندار دور ۾ ڪيئن سموري دنيا جي علم جا دروازا پاڻ تي کولي ڇڏيا هئا. بنياد پرستي رڳو ذهني اونداهي پيدا ڪري ٿي. مسلمانن کي، حقيقت ۾، سيني ملڪن جي سڀني

شهرين کي، سندن ننڍپڻ کان اها تربيت ڏني وڃي ته هر مذهب ۾ خالص شيءِ، هڪ ئي وقت اچاڻ اجوڳي گند جي ڍير سان گڏ هوندي آهي. حقيقي سيڪيولرزم گڏهن به ڪنهن مذهب جي ضروري سڳنڌن سان ٻي جوڙ نه هوندي آهي، جيتوڻيڪ اها اتفاقي عمل، جاهلاڻه وهمن ۽ ڪن شڪي عقيدن سان ٽڪرائجي سگهجي ٿي. ڪو به ملڪ پنهنجو پاڻ کي اسلامي جمهوري يا هندو راشٽر چئي سگهي ٿو ۽ پئي موقعي تي، اهو حقيقي طور تي سيڪيولر ٿي سگهي ٿو، جيڪڏهن اهو پنهنجي اقليتن کي مڪمل اقتصادي ۽ سياسي انصاف ميسر ڪري ۽ کين پنهنجي مرضيءَ سان پنهنجي خدا کان انڪار ڪرڻ يا کين حاصل ڪرڻ جو اختيار حاصل هجي. سيڪيولرزم مذهب کي رد ڪرڻ جي گهر نٿي ڪري، پر آن جي مڪمل حمايت، محبتا ۽ احترام جي تقاضا ڪري ٿي. هن جون گهر و پاليسيون ۽ سياسي پارٽين (جيڪي سمجهن ٿيون ته سندن وجود آهي) جا منشور ٺوس اقتصادي ۽ سياسي ضرورتن تي ٻيٺل هئڻ گهرجن، پر اهي هرگز هرگز، مذهبي اقليتن جا ووٽ حاصل ڪرڻ جي نيت تي ٻيٺل نه هئڻ گهرجن. پرڏيهي پاليسي، بين الاقوامي قانون ۽ اخلاقيات ٽوڙي عمل، پر قوم جي روشن دور رس مفادن تي ٻيٺل هئڻ گهرجن. مقامي ووٽ ـ بئنڪون ڪڏهن به ٻين ملڪن سان تعلقات جو اطمينان بخش بنياد نه هونديون آهن. اها افسوس جي ڳالهه آهي ته اسان جا اولهه ايشيا جي حرم سنڀاليندڙ شيخن سان دوستاڻا ناتا آهن، پر پنهنجي وجود لاءِ وڙهندڙ فلسطينين سان گڏ ناهن هڪ ـ پارٽيءَ جي ڊڪٽيٽرشپن سان ناتا آهن، پر سيڪيولر جمهوريتن جي بيوقوفن سان ناهن. رڳو ڪوڙي سيڪيولرازم ئي انهيءَ وحشياڻي بيهودگيءَ کي سمجهائي سگهي ٿي. اهو آخري، سٺو، عارضي حل آهي، پر ڊگهي سفر ۾، هميشه قومي يڪجهتي کي شڪست ڏيندو ۽ تباهه ڪن آهي. مذهبي روشن خيالي جي مخالف نظريئي ۽ نفاق هن ملڪ کي

ورهاڱي ڇڏيو آهي. اسان ڏارين کي انهن جي استحصال لاءِ ڏوهي ٺهرايو پر اسان کي شرم اچڻ گهرجي جو اهي پاڻ وڌيڪ تيز فهم ۽ زهري صورتن ۾ هوڏ ڀڏي بيٺا آهن. انهيءَ ڳالهه قوم کي ڪمزور ۽ هيٺو بڻائي ڇڏيو. ڪاش، سنڌي شاعر، شاهه عبداللطيف، جيڪو سموري دنيا جي شاعرن جو شهزادو آهي، سچل سرمست ۽ ساميءَ کي هندستان ۽ پاڪستان جي اثر وٺندڙ نوجوانن ۾، سندن خاص عمر جي دوران، متعارف ڪرايو وڃي ها، ۽ مذهبي ڳانڍاپي جي هڪ نئين دور کي آندو وڃي ها. ڪنهن به عظيم شاعريءَ جو باريڪ لطف ترجمي ۾ ختم ٿيو وڃي، پر سنڌ جو هي املهه خزانو، ڪنهن به قيمت تي سموري ننڍي کنڊ جي علمي ورثي جو هڪ حصو ٿيڻ گهرجي. سنڌ جا اهي عظيم شاعر، پهريان به مسلمان ۽ هڪ هندو آهن، پر سندن ڪارائتين تخليقن ۾ مذهبي نفرت، تنگ دلي ۽ ورهاڱي جو هڪ لفظ به اوهان کي نه ملندو. منجهانئن هرڪو پنهنجي آسپاس جي مذهبي ڌارائن کان متاثر ٿيو، هر ڪنهن انهن جو گهرائيءَ سان اثر قبول ڪيو ۽ شاندار ڪائنات ۽ روحاني هيڪڙائي جيءَ حاصلات کي يڪجا ڪيو.

هن صديءَ دوران، جڏهن اسان سڀ غلام هئاسين ۽ قوم جو اتحاد تمام ضروري هو، تڏهن اقبال ڪجهه متاثر ڪُن شاعري ڪئي. پر لبرل مغربي تعليم جي باوجود، جيڪا اسان جي ٽنهي سنڌي شاعرن وٽ نه هئي، هن پوءِ تنگدلانه ۽ فرقيوارانه روءِ ۾ شاعري ڪئي. هو پنهنجي 'شڪوه' ۾ چوي ٿو:-

"مشکلیں امت مرحوم کی آساں کردے
مور بے مایہ کو ہمدوش سلیماں کردے
جنس نایاب محبت کو پھر ارزاں کردے
ہند کے دیرنشینوں کو مسلماں کردے
جوئے خوں می چکد از حسرت دیرینۂ ما
می تپد نالہ بہ نشتر کدۂ سینۂ ما"

(جن ماڻهن کي تو نوازيو، انهن جو بار هلڪو ڪر.
غريب پست حال ماڻهن کي مٽي ڪڻ ۽ سليمان جي ڪلهن
سان ملاءِ. محبت جي مهانگي جنس کي سستو ڪر، جيئن
سيپئي خريد ڪن ۽ وڪڻي سگهن. هندستان جي ماڻهن کي
مسلمان بناءِ، جيڪي مندرن جا پوڄاري آهن. اسان ڏاڍو پوڪيو
آهي؛ ڏس ڪيڏو رت وهي هليو آهي! دل جي دانهن پڌ،
جيڪا ڪات سان ڪٺل آهي.)

هندن کي مسلمان ڪرڻ جو خيال ڪڏهن به شاهه يا
سچل جي دل ۾ نه آيو.

اقبال پنهنجي 'جواب شڪوه' ۾ چوي ٿو:

"شور ہے ہو گئے دنیا سے مسلماں نابود
ہم یہ کہتے ہیں کہ تھے بھی کہیں مسلم موجود؟
وضع میں تم ہو نصاریٰ، تو تمدن میں ہنود
یہ مسلماں ہیں! جنہیں دیکھ کے شرمائیں یہود!
یوں تو سید بھی ہو، مرزا بھی ہو، افغان بھی ہو
تم سبھی کچھ ہو، بتاؤ تو مسلمان بھی ہو؟"

(چو ہول متل آهي ته دنيا مان مسلمان ختم ٿي ويا آهن.
اسان اهو پڇون ٿا ته ڪٿي به ڪنهن سچي مسلمان جو وجود
آهي؟ تنهنجي رهڻي ڪهڻي عيسائين جهڙي آهي ۽ تنهنجو
ڪلچر هندن جهڙو آهي. جيڪڏهن ڪو يهودي تو جهڙي
مسلمان کي ڏسندو ته شرمندو ٿيندو. تون سيد به آهين ته مرزا
۽ افغان پڻ. تون اهو سڀ ڪجهه آهين، پر اهو ٻڌاءِ ته تون
مسلمان به آهين؟)

ڪنهن به اسلامي رياست ۾، مذهبي ڳانڍاپي جو سوال
اسلام جي اقليتن سان رويي سان ڳنڍيل آهي. جيڪڏهن اسلامي
رياست، وصف جي طور تي، هڪ نظرياتي رياست آهي ۽ انجو نظريو
مڪمل طور تي اسلامي آهي ته ظاهر آهي ته اقليت سان
ڪڏهن به برابري ۽ انصاف وارو رويو نٿو ٿي سگهي. پاڪستان

۾ احمدين سان، ايران ۾ بهائين سان، ڪنهن حد تائين مصر ۾ ڪاپٽن سان اهو رويو هڪ افسوسناڪ تجربو آهي. جيڪڏهن اسلامي رياستون پنهنجي اقليتن سان اهڙو سلوڪ ڪن ٿيون ته ڇا اهي وساري سگهن ٿيون ته دنيا جي غير مسلم ملڪن ۾ 750 ملين مسلمانن جو چوٿون حصو اقليت آهن. اهو رڳو ذاتي مفاد ـquid pro quoـ ٿيندو ته جيستائين مسلم ملڪن ۾ غير مسلمانن سان مڪمل برابريءَ جو رويو روا نه رکيو ويندو ۽ هر لحاظ کان يڪسان انصاف جو لفظ لاڳو نه ڪيو ويندو، تيستائين اهي غير مسلم ملڪن ۾ مسلم اقليت سان ساڳئي رويئي جي توقع نٿا رکي سگهن. انهيءَ مان اها مراد ناهي ته هندستان ۾ مسلم اقليت کي يرغمال طور رکيو وڃي ته جيئن سموري دنيا جي مسلمان حڪومتن کان سٺي سلوڪ جي پڪ ملي. پر ڪٿي به غير مسلم اقليتن سان حڪي به ٿئي ٿي، ان جو اڻ وڻندڙ رد عمل سولائي سان ٽاري نٿو سگهجي، خاص ڪري جيستائين هندستان ۾ اقليتون انهيءَ کي سختيءَ سان رد ۽ انهيءَ جي مذمت نٿيون ڪن.

ٿي سگهي ٿو ته تازن تاريخي واقعن جو سبق ڪٽر ماڻهن مان ڪن سنجيده ۽ ذميدارن ماڻهن کي مڃائي وجهي. اسلام جي دل جي حيثيت رکندڙ ملڪ کي، 1967ع ۾، اسرائيل کان شڪست کائڻي پيئي. اها شڪست ايڏي ذلت آميز هئي جو نه رڳو لڙائي ۾ حصو وٺندڙ ملڪن مصر، اردن ۽ شام اها ذاتي طور تي محسوس ڪئي پر سيني مسلم ملڪن ـ عربن توڙي غير عربن ـ محسوس ڪئي. ان کان پوءِ، 1972ع ۾ سڀ کان وڏي اسلامي رياست پاڪستان جا ٻه ٽڪرا ٿي ويا. نفرت، تلخي، عوامي صدمو ۽ جنگ کي اسلام جو پنڌن به روڪي نه سگهيو. علاقائيت جي ڇڪتاڻ طاقتور ثابت ٿي. اقتصادي قوتون مذهب تي حاوي پئجي ويون. هاڻي بيوقوفانه جنگ خمينيءَ جي ايران ۽ صدام جي عراق وچ ۾ هڪ اينگهجندڙ ۽

جاري آهي. هاڻي ته وڙهندڙ ڌرين کان اها ڳالهه به وسري وئي آهي ته اصل ۾ ويڙهه ڇا تي آهي، پر ٻئي ڌريون هڪ ٻئي جي رتوڇاڻ ۾ رڌل آهن. ٻنهي ملڪن جي نوجوان ڪي، مسلمانن ۽ بنياد پرست مسلمانن کي... به شخص پنهنجي انا خاطر ختم ڪري رهيا آهن؛ اهو وڏو ۽ صاف سبق آهي. اسلام رڳو پرامن گڏجي هلڻ ۽ پنهنجي نڪن نيشن کي اندر ورائي رکڻ سان ٿي، بنان ناهه يا اصلي روح کي وڃائڻ کان سواءِ، وڌي ويجهي سگهي ٿو. شال سنڌي انهيءَ مسئلي تي ڪم ڪري ۽ سڌارو آڻي اهڙو مثال پيش ڪن.

آمريڪا جي جج هومس (Holmes) کان مقامي ريل گاڏيءَ جي سفر دوران ٽڪيٽ ڪليڪٽر ٽڪيٽ جو پڇيو. جج ٽڪيٽ لاءِ کيسي ۾ هٿ وڌو پر ٽڪيٽ نه مليس. ٽڪيٽ ڪليڪٽر، جنهن جج کي سڃاتو ٿي، کيس چيو ته ڪا ڳالهه ناهي. پر هومس ڏانهس ڏسندي چيو: ”نه نوجوان، مون کي ٽڪيٽ ڳولڻ گهرجي، جڏهن مون کي ياد ناهي ته مون کي وڃڻو ڪٿي آهي.“ تنهن مان پڻ وساري ويٺو آهيان ته هيءَ رڳو پيش لفظ آهي. اهو پڙهندڙن کان معذرت ۽ ليکڪ جي هن دلچسپ ڪم لاءِ ٿورائتو ٿيندي ختم ٿيڻ گهرجي.

| | |
|---|---|
| بمبئي | رام جيٺملاڻي |
| 30 آگسٽ 1984 | پارليامينٽ جو ميمبر |

# 1

## سنڌو آسماني دريا آهي

شروع شروع ۾ رڳو 'لفظ' هو. ٻهريون لکيل لفظ 'ويد' چيو وڃي ٿو ۽ 'ويد' حق تي هندستاني سڀيتا جي هندوري، 'سنڌوءَ' تي موهت هو:

"سنڌو جڏهن پنهنجي سکھ سان وهي ٿو ته ٻين ندين کي ٻوڙيندي چڙهي وڃي ٿو.... سندس گجگوڙ ڌرتيءَ تان ڪڇي آسمان تائين وڃي پهچي ٿي؛ هو پنهنجي بي انت قوت، وڄ جي وراڪي سان گڏ لڳاٽي ٿو.... جيئن سوڻا ڳانيون ڀريل اوھ ڪٽي پنهنجي وڇڙن ڏانهن رنڀندي ڊوڙنديون وينديون آهن، تيئن ٻيون نديون گجگوڙ ڪندي وڃي سنڌوءَ سان ملنديون آهن. جيئن سورمو راجا ٻين سورمن جي اڳواڻي ڪندو آهي، تيئن سنڌو ٻين ندين جي اڳواڻي ڪندو آهي سنڌو ٻلن گهوڙن ۾ شاهوڪار، سون ۾ سرس، پوشاڪ ۾ شاندار ۽ مال خزانن ۾ به خوشحال آهي."

سنڌو ايترو ته زنده ۽ آسماني آهي جو ڪيس 'بي جان' ڪوئي نٿو سگهجي، ۽ تنهنڪري سنڌو هڪ 'جاندار' شخصيت آهي!

جڏهن رشي آڪاس ۽ ڌرتيءَ جو نالو جپيندا آهن ته آهي سنڌوءَ جو نالو به جپيندا آهن. ويدن ۾ گنگا جو به ٿورا ذڪر ٿيل آهي، پر سنڌوءَ جو ته گهڻا ذڪر اچي ٿو.

اهو مهان سنڌو ئي آهي، جنهن 'سنڌ' ۽ 'هند' کي پنهنجو نالو ڏنو! هندستان جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ ۾ اهو سڀ کان قديم نالو آهي. جڏهن شيو پنهنجي زال ستيءَ جو ڪپيل جسم ڌرتيءَ جي مٿان ڪٽي لنگهيو ٿي ته سندس هينگل (سندور) ڏنل سينڌ واري سسي، جنهن هنڌ تي ڪري پيئي هئي، اهو

اڄ به 'هنگلاج' سڏجي ٿو، جيڪو ڪراچيءَ جي پرسان سنڌ - بلوچستان جي سرحد تي آهي. انهيءَ هنڌ تي ڀڄتي رام، سيتا ۽ لڪشمڻ ٻئي پنهنجا پير گهمايا هئا. سنڌ جو صوفي سنت ڪوي شاهه عبداللطيف ڀٽائي جوڳين سان گڏجي ويو هو. جڏهن اوڀر ۽ اولهه پاڪستان گڏيل ملڪ هو ته بنگلا ديشي هندن لاءِ اولهه پاڪستان ۾ ڏسڻ جو هڪ وڏو سبب هنگلاج هو.

سنڌ ڄندرٿ جي حڪومت جو حصو هوندي هئي. جڏهن ڪيڪئي شوڪ- گهر ۾ ويهي رهي ته دسرٿ کيس چيو هو: "منهنجي راڄ تان سج نٿو لهي. سنڌ، سؤوير، سؤ راشٽر، انگ، ونگ، مگڌ، ڪاشي، ڪوشل- سڀ منهنجا آهن. منجهن اڪيچار آسلهه شيون پيدا ٿين ٿيون. جيڪي وڻيئي، مون کان گهري وٺ."

پر ڪيڪئي کي پنهنجي پٽ ڀرت لاءِ راڄ- گديءَ کان سواءِ ٻيو ڪي ڪين گهربو هو. باقي ڳالهه تاريخي ويرگاٿا آهي. جڏهن سيتا کي راوڻ اغوا ڪيو ته رام باندرن کي سندس ڳولا ڪرڻ لاءِ ٻين هنڌن کان سواءِ سنڌ ۾، اتان جي 'بهترين تارو' گهوڙن' سان روانو ڪيو. پوءِ جڏهن رام پنهنجو بنواس خير خوبيءَ سان پورو ڪيو ته سنڌو- سؤوير (سنڌ ۽ ملتان) ڀرت جي حوالي ڪيائين، جنهن پوءِ پنهنجي راڄ اتر کان گنڌارا (جيڪو مهاڀارت ۾، ڌرت راشٽر جي زال گانڌاريءَ جي شهر جي طور تي مشهور آهي) تائين وڌايو، جنهن کي هاڻي قنڌار ڪوٺيو وڃي ٿو. پشاور (پشڪلاوتي) ۽ ٽڪسيلا (تڪشم سلا) جا شهر سندس پٽن ٻڌايا هئا.

سنڌ 'مهاڀارت' جي ڏنڏيل روشنيءَ مان اڀري ٿي. کيس 'پاپ پورڻ پرديش' (گناهگار پرڳڻو) ڪوٺيو وڃي ٿو. انهيءَ جي پويان هڪ ڪهاڻي آهي. سنڌ جي راجا ڄندرٿ، ڪؤرون جي راڄڪمار دريوڌن جي ڀيڻ دُشلا سان شادي ڪئي هئي. هو تنهنڪري ڪورون جو طرفدار ۽ پانڊون جو دشمن هو.

پر جئدرٿ لاءِ اهو چيو وڃي ٿو ته هن ڌرتراشٽر ۽ ڀيشم وانگر پانڊون ۽ ڪؤروَن جي وچ ۾ تباهي آڻيندڙ ڇوٽڙ راند جي مخالفت ڪئي هئي.

جئدرٿ جي پانڊون سان اڻبڻت جون ٻاڙون پراڻيون هيون. دروپديءَ جي سويمورَ (راجڪمارن جي ميڙ مان پنهنجي خواهش موجب مڙس چونڊڻ جي رسم) ۾ هو هڪ ناڪام اميدوار هو. پوءِ جڏهن پانڊو پنهنجو وقت جلاوطنيءَ (بنواس) ۾ گذاري رهيا هئا تڏهن جئدرٿ، دروپديءَ کي اڪيلو ڏسي، ساڻس ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. دروپدي ڪانئس معصوميت، ۽ سادگيءَ سان سنڌو- سؤوير جي رهواسين جي حال بابت پڇيو هو. جڏهن دروپدي ڏٺو ته جئدرٿ جي نيت ۾ کوٽ آهي ته کيس اُتان هليو وڃڻ لاءِ چيائين. تنهن تي جئدرٿ کيس زوري کنيو. جڏهن ارجن ۽ ڀيم کيس دروپديءَ کي کڻي ويندي جهليو ۽ دروپديءَ کي ڪانئس ڇڏايو ته ڀيم سزا طور پنجن هنڌن تان سندس وار ڪپي ڇڏيا. هو کيس مارڻ وارو هو، پر پنهنجي وڏي ڀاءُ يڌشٽر جي چوڻ تي ته ائين ڪرڻ سان سندن سؤٽ ڀيڻ دُهشلا بيوهه ٿي ويندي، کيس ڇڏي ڏنائين.

مهاڀارت جي لڙائيءَ ۾ جڏهن دروپديءَ جو پٽ ابيمنيو مارجي ويو ته جئدرٿ سندس لاش کي پير سان ٺڏو هنيو. تنهن تي ارجن ڪاوڙ ۾ اچي قسم کاڌو ته هو جئدرٿ کي سڀاڻي ڏينهن تي سج لهڻ کان اڳ ماريندو. جئدرٿ لڙائيءَ جي ميدان مان ڀڄڻ چاهيو، پر ڏاڍي دير ٿي چڪي هئي ۽ هو ذلت ڀريو موت مئو.

هندستان ۾، شيواجي، پرتاب ۽ گرو گوبند سنگهه جي وقت تائين، راجائي جهنڊي ۾ ڪجهه قدر ڳاڙهو يا ڪيسري رنگ جي لهر هوندي هئي. اها ساڳي ڳالهه 'مهاڀارت' جي وقت ۾ پڻ رواج ۾ هئي. فرق رڳو جهنڊي تي نشانيءَ جو هو. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته جئدرٿ جي جهنڊي تي نشاني طور

اڇو سوئر هو، جنهن جو شڪار ڪرڻ اڄ به راجپوت (۽ سنڌي) پسند ڪندا آهن.

جنڊرت جي ٻي پسنديده شيءِ ڪير ۽ ڪڙهيل کير هو، جنهن کي سنڌيءَ ۾ 'کيرڻي' چئبو آهي. جنڊرت کي مارڻ جي وچن ڪرڻ جي اعلان وقت ارجن چيو هو: ”جنڊرت بيشڪ مائٽ آهي پر هو ڪميڻو آهي. هو' کير ۽ کيرڻيءَ تي پليو آهي، پر مان کيس پنهنجي تيرن سان پرڻ ڪري ڇڏيندس.“

انهيءَ مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته 'مهاڀارت' ۾ سنڌ کي 'گناهگار' سنڌس رهواسين جي ڪري نه، پر سنڌس راجا جي ڪرتوتن ڪري ڪوٺيو ويو آهي. (ساڳئي سبب جي ڪري، راجا ڪرڻ پڻ شاليه جي مدرا راڄ جو ساڳين لفظن ۾ ذڪر ڪيو آهي.) 'مها ڀارت' جي 'ڀيشم پروا' حصي ۾ سنڌوءَ کي 'عظيم محافظ' ڪوٺيو ويو آهي، جنهن کي ڏينهن رات ياد ڪرڻ گهرجي. ظاهر آهي ته سگهارو سنڌو، ديس جي بچاءَ جي سرحد هئي. 'مها ڀارت' جو 'انوشاسن پروا' حصو موت کان پوءِ سرڳ وڃڻ لاءِ سنڌو-سنان تجويز ڪري ٿو.

اها ڏاڍي دلچسپ ڳالهه آهي ته 'ڀڳود گيتا' سنڌ سان وابسته هڪ پراڻي نصيحت تي ٻڌل آهي! هڪ ڀيري سنڌ جي راجا، سؤوير جي نوجوان راجڪمار سنجيه کي شڪست ڏني. سنجيه دلشڪستو ٿي پيو ۽ راڄ ڀاڳ سڀ ترڪ ڪري ويهي رهيو؛ پر سندس سورهيه ماءُ وِدولا سندس همت ٻڌائي کيس وڙهڻ لاءِ روانو ڪيو. هن کيس چيو ته ”پنهنجي خاندان ڏانهن ڏس؛ عوام ڏانهن پنهنجي ذميداريءَ کي ياد ڪر؛ ڌرم کي اوچو رک ۽ شان سان زنده رهه يا شان سان قربان ٿي.“ جڏهن پانڊو دلشڪست ٿي پيا هئا ۽ وڙهڻ کان نابري واري ويٺا هئا ته سندن ماءُ ڪُنتي، ڪرشن کي وِدولا جي ڳالهه ياد ڏياري هئي ۽ اها پنهنجي پٽن کي ٻڌائڻ لاءِ چيو هئائين ته،

جيئن اهي دل ۾ ڏي وڙهڻ لاءِ تيار ٿين. نتيجي ۾ گيتا جهڙو امر اُپديش وجود ۾ آيو.

دُهشلا پڻ موت ۾ سنڌ سان چڱا پير پريا. جيئن ته هندستاني سڀيتا جو مرڪز سنڌوءَ کان گنگا ڏانهن منتقل ٿي ويو هو، تنهنڪري ظاهر آهي ته سنڌ کي سرحدي پٽي جي حيثيت سان، هر هر ڌارين حملن جو مقابلو ڪرڻو ٿي پيو. دُهشلا کي سنڌ جي جنت ۽ ميد قبيلن جي وچ ۾ نه ختم ٿيندڙ مقابلن جو ڏک هو. تنهنڪري هن پنهنجي پاڻ دريوڌن کي سنڌ جي سماجي ۽ سڀيتائي زندگيءَ ۾ همراهنگي آڻڻ لاءِ ڪجهه برهمڻ موڪلڻ لاءِ چيو. دريوڌن سنڌ ۾ ڏهه هزار برهمڻ موڪليا. اهي برهمڻ ئي هئا، جن پوءِ سڪندر جو مقابلو ڪرڻ لاءِ ريڙهه جي هڏيءَ جي حيثيت حاصل ڪئي. پر اهو گهڻو پوءِ ٿيو.

ڪاليداس 'رگهو ونش' ۾ چوي ٿو ته رام پنهنجي ماميءَ يڌاجت جي چوڻ تي سنڌ جو راڄ ڀرت جي حوالي ڪيو هو. رام جي ڏاڏي راگهو جي هڻڪندڙ گهوڙن سنڌوءَ جي ڪنارن تي وسرام ڪيو هو.

سنسڪرت جي هڪ ٻئي ڪوي پاس جو 'ناٽڪ اوديمارڪ' راجڪمار اوديمارڪ ۽ سنڌو-سؤويرجي راجڪماري ڪُرنگيءَ جي محبت جي داستان تي ٻڌل آهي.

'ويشيه پراڻ' ۾ چيل آهي ته اُجين جي مهاراجا وڪرمادتيه جي پوٽي شاليوهان 'سنڌ استان' ۾ پنهنجو راڄ قائم ڪيو ۽ سنڌوءَ تي پنهنجي سرحد مقرر ڪيائين.

ٻارهون جين تيرٿ انڪار- انش ناٿ سنڌي هو، جيڪو بنگال ۾ مري ويو.

جين 'دڪشئه چهن' (اٺين صدي) ۾ سنڌين جي باري ۾ چيل آهي ته "اهي شاندار آهن. سندن چال وڻندڙ، نرم ۽ ڌيمي آهي. اهي راڳ، سنگيت ۽ ناچ جا ڪوڏيا آهن ۽

پنهنجي وطن سان محبت ڪندڙ آهن.“
چون ٿا ته مهاتما ٻڌ سنڌ ۾ پنهنجا پير گهمايا هئا. هن سنڌ جي سخت آبهوا ۽ خشڪ ۽ متيهاڻي سر زمين ڏسي ’ڀڪشوئن‘ کي پيرن ۾ جتي پائڻ جي اجازت ڏني هئي. هن نرم ڪپڙا استعمال ڪرڻ جي به اجازت ڏني هئي، جيڪي ٻين هنڌن تي پائڻ جي اجازت نه هئي. روڙڪ يا روڙڪا (موجوده روهڙيءَ جي پرسان اروڙ يا الور) جو راجڪمار سٿورتيس هن سر زمين تي ٿي سندس ٻوڌلڳ بنيو هو.
جڏهن مهاتما ٻڌ پنهنجي وطن ڪپل وستو جي چوڌاري رٿ ۾ چڪر ڏنو هو ته چيو وڃي ٿو ته ”ڪنول جي رنگ جهڙا چار شاندار گهوڙا سنڌوديش مان گهرايا ويا هئا.“ هيل تائين، تاريخي ٻڌ-استوپا سنڌ ۾ ڏٺي مليا آهن. ان ڳالهه ۾ به وڏائي ناهي ته جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان جو صدر ٿيو هو ته پنهنجي آفيس ۾ ٻڌ جي مورتي سجائي رکي هئائين.
’دويه ودان‘ (تبتي زبان) ۾ لکيل آهي: ”ٻڌ راج گرهه ۾ آهي. ان وقت جمپدويپ (اتر هندستان) ۾ به وڏا شهر آباد هئا: پٽاليپترا ۽ روڙڪا. جڏهن روڙڪا اوج تي رسي ٿو ته پٽاليپترا جو زوال ٿئي ٿو: جڏهن پٽاليپترا اوج تي رسي ٿو ته روڙڪا جو زوال ٿئي ٿو.“ اهو روڙڪا سنڌ جو شهر آهي، جو مگڌ جي شهنشاهيت جي گاديءَ جي هنڌ پٽاليپترا جو مقابلو ڪري ٿو. جڏهن بيمبي سر مگڌ جو راجا هو ته هن سنڌو-سوڀير جي راجا رُدريان ڏانهن ٻڌ جي اها تصوير موڪلي هئي جيڪا ناياب هئي. ان وقت سنڌ جا به طاقتور وزير هيرو ۽ ڀيرو هئا، جن جا نالا اڄ تائين سنڌ ۾ عام آهن.
چندر گپت موريا ڀريائين سنڌ ۽ پنجاب کي فتح ڪيو. انهيءَ هنڌ تان هن نند کي ڀڄائي ڪڍيو، پٽاليپترا تي قبضو ڪيو ۽ موريا شهنشاهيت جو پايو وڌائين.
ڪشمير جي قديم شاهي تاريخ ’راج ترنگڻي‘ ۾ سنڌ

۾ سنڌين بابت گهڻيئي حوالا ڏنل آهن. ڪَويہ جو پٽ سنڌو، ڪشمير جي هاڻين جي فوج جي اڳواڻي جي عهدي تائين رسيو. هو راڻي ديدا جو صلاحڪار هو. ڪشمير ۾ ’سنڌو-گنج‘ (سنڌَ جي هاڻي) جي وڏي هاڪ هئي.

اِن مان ظاهر آهي تہ سنڌ سڀني ڳالهين جو سچ پچ مرڪز هو.

# 2

# سنڌو ماتا

ويدن ۽ پراڻن ۾ سنڌ کي ديوتائن ۽ راجائن جي نالن سان منسوب ڪيل آهي. پر، قديم سنڌ جي ڌرتي، اتان جي ماڻهن ۽ ڪلچر بابت ڇا چيل آهي؟

مهان يوناني تاريخدان هيروڊوٽس (Herodotus) لکيو آهي: ”هندستاني سڀ قبيلا، جن جي مون نشاندهي ڪئي آهي، جانورن وانگر ڪُلئي - عام سنجوڳ ڪن ٿا: سندن چمڙيءَ جو رنگ ساڳيو، گهڻو ڪري ايٿوپيا وارن جهڙو آهي. سندن ويرج (Semen) ٻين ماڻهن جي جهڙو اڇو نه، پر سندن چمڙيءَ جهڙو ڪارو آهي. اها ساڳي خصوصيت ايٿوپيا جي رهاڪن ۾ پڻ آهي. سندن ملڪ ايران ڪان گهڻو پري، ڏکڻ ۾ آهي ۽ اتان جا رهاڪو ڪڏهن به دارا جي تابع نه رهيا آهن.“

يونان جي هڪ ٻئي تاريخدان اسٽرابو (Strabo) لکيو آهي: ”هندستانين کي ڪڏهن به ڪنهن ڌارئين حملا آور شڪست ڏيئي فتح نه ڪيو هو.“

وڏن قديم تاريخدانن جي اها تصديق پڙهي اهو چڱو لڳو ته هندستانين کي ان وقت تائين ڪنهن ڌارئين حملا آور فتح نه ڪيو هو. جيتري قدر ڪُلئي - عام سنجوڳ جو تعلق آهي ته ظاهر آهي ته هيروڊوٽس تاريخ ڪان اڳ واري اُن دور جو حوالو ڏئي ٿو، جڏهن ماڻهو اڃا گهر اڏي منجهن رهي نه سگهيا هئا. اسان کي شيڪسپيئر جو ٿو ٻڌائي ته ايلزبيٿي دور ۾ انگريز آباديءَ جي اڪثريت ’ڪُتن جي ٻنين‘ ۾ محبتن جا پيچ پائڻ پسند ڪندي هئي.

پر ’ڪاري ويرج‘ تان ياد آيو ته جڏهن گنڌيل صديءَ

۾ چيڻ پڌو ته انگريز چون ٿا ته دل، ڇاتيءَ جي ڪابي پاسي آهي ته ڪين پڪ هئي ته سنڌن پنهنجون دليون ساڄي پاسي هونديون- جو اهي برطانوين کان بلڪل نرالا هئا.

يوناني وڏي پايي جا فنڪار ضرور هئا، پر سائنٽيفڪ مزاج سنڌن لوڪ - ڀاو کان اوپرو هو. هڪ ڀيري يوناني فيلسوف عورتن جي ڏندن جي ڳاڻيٽي تي بحث ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا. جيئن ته مردن کي ٻٽيهه ڏند هئا ۽ عورت، جيڪا مرد کان گهٽ درجي جي هئي، تنهنڪري فيصلو ڪيائون ته مردن جي ڀيٽ ۾ ڪين ڏند به گهٽ هئا- يعني اٺاويهه. منجهانئن ڪنهن به اها رٿ پيش نه ڪئي ته ڪنهن عورت جو وات کولائي، منجهس ڏند ڳڻيا وڃن.

بهرحال، بزرگ هيروڊوٽس کي اها سڌ نه هئي ته سنڌس پنهنجي عظيم يوناني تهذيب، سنڌ جي لاڙ واري حصي جي ماڻهن ۽ اوپر يوروپ جي، سامونڊين جي پاڻ ۾ شاديءَ جو نتيجو هئي. عظيم يوناني شاعر هومر (Homer)، ليمناس (Lemnos) ڀيٽ تي 'سنتين' (Sintians) جي نشاندهي ڪئي آهي، جيڪي "عجيب ٻولي ڳالهائيندا هئا." (Illiad 1: 594).

پوڪوڪ (Pococke)، جنهن کي 'يونان تي هندستان جو اثر' جي موضوع تي سنڌ سمجهيو ويندو آهي، لکي ٿو: "سنڌوءَ جي ڇوڙ وٽ قوت، ڇتر ۽ جانباز خلاصي، جيڪي انهيءَ وڏي لڏ پلاڻ کان وٺي، لاڳيتو زمانن کان، پنجاب جي جنگجو رهاڪن سان گڏ رهندا پئي آيا. پنهنجي ڌرتيءَ تان ڌڪاڻجي، ڏور يونانين جي ديس ۾ آباد ٿيڻ لاءِ آيا، دريا جي ڇوڙ کان وٺي، ڪوري (Coree) تائين ڦهليل سامونڊي ڪناري تي آباد واپاري طبقو پڻ انهيءَ لڏ پلاڻ ۾ لڳل آهي. انهيءَ لڏ پلاڻ جا اثر تهذيب تي پيا آهن ۽ جنهن جي فن جي وڏين تحريڪن ذهن ۾ تعريف ۽ خوف ڀاڙ جذبا پيري ڇڏيا آهن. مڪران جي سامونڊي ڪنارن تي رهندڙ انهن ماڻهن، ايراني نار جي ڇوڙ مان لنگهي

عمان، هئڊرامنٽ ۽ يمن جي بندر گاهن تي لنگر انداز ٿي، ڳاڙهي سمنڊ مان جهاز هاڪاري، ۽ پوءِ ارڏي نهر مان اڳيرو ٿي، جيڪا عجوبن جي سرزمين کي آباد ڪري ٿي ـ مصر، نوبيا ۽ حبش جي بادشاهتن جو بنياد وڌو. اهي ماڻهو آنهيءَ ساڳئي نسل مان آهن، جن انهيءَ بيٺڪيت کان لاڳيتو صديون پوءِ، هيلا ۽ ان جي ٻيٽن کي تهذيب سان نوازيو. تنهنڪري اهو تعلق، جيڪو يوناني تاريخدان ايتري قدر لاڳيتو پيش ڪن ٿا ته مصر ۽ اٿينس ٻوڙي بينوٽيا ۽ يونان جي ٻين حصن ۾ قائم آهي، مڪمل طور تي فطري آهي. حقيقت ۾ اسان کي اهڙن ماڻهن کان اهائي توقع رکڻ گهرجي، جن پنهنجي آبائي وطن جي 'مقدس ٻاهه' ۽ برهمڻن جي آجيان ڪري سنڌس ايڏي وڏي عزت ۽ احترام ڪيو....

"اهڙي طرح 'سنڌو' ۽ 'هيلا' جي جابلو چوٽين جو رهاڪو، جڏهن هيلا ۾ قيام پذير ٿيو، 'اٿينس' ۾ انهن جو سٽريل پونئير ٿيو، جيڪو جيتوڻيڪ يوناني سڏجڻ ۾ آيو، پر پنهنجي ذوق، مذهب ۽ ادب ۾ پنهنجي اٻڻ ڏاڏن وانگر مڪمل طرح 'سنڌي' هو.

"جيئن ٿي پڙهندڙ مون سان گڏجي 'ڪورنٿس' (Corin-thus) جي تاجر پيشه ۽ خوشحال قوم جي ڳولي لڌل آفريڪا جي بيٺڪيتن جي جاگرافيائي ترقيءَ مان هلندو ته ڪيس انهيءَ ته ـ پاسائين تعلق لاءِ، جيڪو مصر، يونان ۽ سنڌوءَ جي سرزمين کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو، شڪ جي ڪا گنجائش نه رهندي. اهو پراڻو تڪرار آهي ته سنڌوءَ جو ڪلاسيڪي نالو 'اباسين' (Abusin)، يونان ۾ 'ڪوئي انڊس' Coi'Indus (Corinthus) سڏجڻ ۾ آيو، جنهن جي معنيٰ آهي 'ڪوري انڊس (Cori Indus) جا رهاڪو'.

تاريخ ۾ اهي ماڻهو فونيشنس (Phoenicians) طور سڃاتا وڃن ٿا. اوائلي تاريخدان هميشه عجب کائيندا هئا ته مغربي تهذيب جا اهي ابا ڏاڏا ڪٿان آيا هئا؟ پر هاڻي اهو طئه ٿي

ونيو آهي ته Vedic Panis، (جيڪي هندستان ۾ واڻڪ، واڻيا ۽ بنيا ڪوٺجن ٿا)، اولهه ۾ Panikas يعني Punic نسل يا فونيشنس چوائڻ ۾ آيا. جيتوڻيڪ ڳاڙهي سمنڊ کي پونوچ سمنڊ سان ڳنڍيندڙ موجوده سئيز ڪئنال جو تڏهن وجود نه هو، پر آن زماني ۾ هڪ واهه هوندو هو، جيڪو نيل نديءَ جي انتهائي اوپر طرف هڪ مٺي پاڻيءَ جي چئنل کي ڳاڙهي سمنڊ سان ملائيندو هو. اهي قديم رهاڪو انهيءَ چئنل وسيلي، ڳاڙهي سمنڊ کان نيل نديءَ سان ٿيندا، پونوچ سمنڊ تائين ويندا هئا. اسان جا اهي فونيشنس ايترو اڳتي نڪري ويا جو فونيشيا نالي ملڪ قائم ڪيائون، جتي اڄ ڪلهه شام ۽ لبنان جا بندرگاهه آهن.

چيو وڃي ٿو ته ”Panis لوڪن“ راجا کي ماري وڌو هو، تنهنڪري کين پرڏيهه ۾ آباد ٿيڻ لاءِ سنڌ ڇڏڻي پيئي هئي، پر آهي مقدس باهه ۽ برهمڻ پاڻ سان گڏ کڻي ويا هئا. اينسائيڪلوپيڊيا برٽينيڪا پٽاندر، ”فونيشنس جو چوڻ آهي ته سندن پراڻا شهر خود ديوتائن قائم ڪيا هئا ۽ سندن نسل ٽيهه هزار ورهيه پراڻو هو.“ هتي قديم هندستان جي هڪ دؤر کان ٻئي دؤر جي تهذيب جا پڙاڏا ٻڌا آهن، ۽ سنڌ جون قديم واپاري روايتون پڻ ملن ٿيون.

هيءَ مهان ننڍڙي سنڌ ڪنهن جهڙي هئي؟

سڀني قديم تهذيبن جو جنم دريائن جي وادين ۾ ٿيو هو. ان وقت قديم ماڻهوءَ لاءِ جبل ۽ سمنڊ وڏي ڏکيائي جو سبب هئا. ظاهر آهي ته سنڌو تهذيب گهٽو ڪري ايتري پراڻي آهي جيتري خود سنڌو، جيڪا خود پونه - وديا . سان تعلق رکي ٿي، نه ڪي تاريخ سان.

ابتدائي ماڻهوءَ کي پنهنجي جياپي لاءِ نه رڳو دريا جو پاڻي گهربل هو، پر کيس ٻين عنصرن کان بچاءَ جي پڻ ضرورت هئي. تنهنڪري اهو سمجهيو وڃي ٿو ته سنڌ جي

ايراضيءَ ۾ پهرئين انساني رهائش ڪيرٿر جبلن جي اولهه ۾، دريا جي پرسان شروع ٿي. تنهنڪري اهو ڪو اتفاق ناهي ته سنڌ جي تهذيب جو تاج، موهن جو دڙو، سنڌو دريا ۽ ڪيرٿر جبلن جي وچ ۾ آهي. قديم لڪي تمرڪ پڻ ساڳئي جابلو ايراضيءَ ۾ واقع آهي.

جاگرافيائي، تاريخي ۽ ثقافتي طور تي سنڌ هميشه هندستان جو حصو رهي آهي. وسيع جابلو بلوچستان جو بيابان، سنڌ کي مؤثر طور تي ايران کان جدا ڪري ٿو. پر ڪڇ ۽ راجستان جا ننڍا بيابان پڻ تاريخي طور تي سنڌ جي ڪجهه حصي کي اوڀر کان جدا ڪن ٿا. انهيءَ بيهڪ سنڌ کي پنهنجي هڪ جدا سڃاڻپ ۽ شخصيت ڏني آهي. اهڙي ريت قديم سنڌ جهڙوڪر الڳ ٿلڳ ملڪ هو، جنهن ۾ نه رڳو بلوچستان ۽ ڪڇ شامل هئا، پر ملتان پڻ شامل هو. 1947ع ۾ ملڪ جي ورهاڱي تائين، جڏهن سنڌي، بمبئي ۾ رهندا ته مرهٽن، سنڌين کي 'ملتانين' جي طور تي ڄاڻو ٿي!

پوءِ سنڌو اوڀرائون وهڪرو اختيار ڪيو ۽ اڀرندي وهڪري ڪڇ ۾ وڃي ٿي چوڙ ڪيو، جيڪو اڳيئي سمنڊ هيٺ هو. اها بلڪل عجيب ڳالهه ناهي ته هڙاپا، (جنهن کي ويدن ۾ 'هري يو پيا' چيو ويو آهي)، جيڪو سنڌ جي اتر (پنجاب) ۾ آهي ۽ لوٿل، جيڪو سنڌ جي ڏکڻ (گجرات) ۾ آهي، موهن جي دڙي واري ساڳي تهذيب جا مالڪ هئا. ٻين سيني رڪارڊن جي پيٽ ۾ موهن جي دڙي جا کنڊر قديم سنڌ جي شاندار ماضيءَ جي وڏي ڪسوٽي آهن.

اڄ جڏهن پاڪستان ۾ سنڌي قوم پرست پنهنجي پرڳڻي کي 'سنڌو ماتا' سڏين ٿا ته آهي محض قديم حقيقت کي ورجائڻ ٿا. سنڌ نه رڳو سنڌين جي ماءُ آهي، پر قديم يونان ۽ قديم مصر جي پڻ ماءُ آهي.

# 3

# امر "موئن جو دڙو"

1918ع کان 1922ع تائين هندستان جي آثار قديمه جي راکلداس بئنرجي سنڌ ۽ پنجاب جي ڀراڙين ۾ سڪندر جي گذرگاهه جي کنهن آثار ملڻ جي اميد ۾ ڪئي ڊوڙ ڇاڻي. پر اهڙو ڪو آثار ڪونه مليس، جيتوڻيڪ يوناني فاتح عام ماپ کان وڏا پنهنجا هٿيار هندستان جي سر زمين ۾ دفن ڪيا هئا ته جيئن ايندڙ نسلن کي خبر پوي ته يوناني سپاهي ڪيڏا قداور سورما هئا. پر راکل کي ننڍا وڏا گهڻيئي پراڻا دڙا مليا، جيڪي ٻڌ جي دور سان وابسته هئا. منجهانئن سڀني کان وڏو ٻڌ دور جي استوپا وارو دڙو هو، جيڪو هاڻي لاڙڪاڻي جي ڀرسان 'موهن جي دڙي' جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو.

هن دڙي جو 'موهن' يعني 'سري ڪرشن ڀڳوان' سان ڪو واسطو ناهي. سنڌي زبان ۾ هيءُ دڙو 'موئن جو دڙو' سڏجي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي مري ويلن يا مئلن جو دڙو. روايت آهي ته هن دڙي ۾ ڪيترائي ماڻهو دفن ٿيل هئا، جڏهن ته جزوي کوٽائيءَ مان پتو پيو ته اتي ڪو به لاش نه هو. پر اڻلندو هڪ مڪمل عظيم شهر پڌرو ٿي پيو. حقيقت ۾ اهو هڪ شهر نه، پر گهٽ ۾ گهٽ ست شهر آهن، جيڪي هڪ ٻئي مٿان تعمير ٿيل آهن! استوپا تي بيهي اوڀر ڏانهن ڏسبو ته پري کان سنڌو هڪ چاندي جهڙي ربن وانگر نظر ايندو. سنڌو هر سال پاڻ سان لٽ جا انبار کڻي ايندو آهي ۽ هر صديءَ دوران آسپاس جي زمين جي اوچائيءَ ۾ ستن انچن جو واڌارو ايندو آهي. موئن جي دڙي جا ست شهر، پنهنجي ستر فوٽن جي اوچائيءَ سان، لڳ ڀڳ ٻارنهن هزار ورهين

جي تاريخ پيش ڪن ٿا.

سمورو شهر پڪين سرن جو جوڙيل آهي. اهو ڏيکاري ٿو ته اتان جي تهذيب نه رڳو اعليٰ ترقي يافته هئي، پر ثابت ڪري ٿي ته ان زماني ۾ وڏا پيلا موجود هئا، جن مان وڏي انداز ۾ پارڻ حاصل ٿيندو هو. حقيقت ۾ آڳاٽين مهرن تي آڪريل چيتن، گينڊن ۽ هاٿين جي شڪلين مان جهنگلي زندگيءَ جي زرخيزيءَ جو ڏس ملي ٿو.

ٻاهرين ملڪن جي آثار-قديمه جي آڳاٽن هنڌن ۾ گهڻو زور ديوتائن ۽ بادشاهن تي هوندو آهي. اتي وڏا مندر ۽ شاندار محلات هوندا آهن. پر هيءُ شهر ظاهر ظهور هڪ لوڪ-راڄ ۽ بيشڪ برابري وارو لوڪ-راڄ هو. جيئن ته سنجهس ڪوبه محلات ناهي، تنهنڪري سمورا گهر پڪا (چڱي طرح اڏيل) ۽ سمورين سهوليتن سان آراسته آهن. گهٽيون ويڪريون ۽ سڌيون آهن ۽ گهر کليل ۽ هوادار آهن. هر گهر کي پنهنجي کوهي-۽ حوض آهي، جيڪو فالتو پاڻيءَ کي مرڪزي ڪسين جي سرشتي ۾ نئي ٿو. سڀ کان عجيب ڳالهه اها آهي جو سڀ ڪسيون ڍڪيل آهن. جيئن ته انهيءَ خطي ۾ سيمنٽ وانگر چن جو استعمال نه ٿيندو هو، تنهنڪري سرون اهڙي طرح جوڙيل ۽ هڪ ٻئي سان ٺهڪائي بيهاريل آهن، جو انهن کي ڳنڍڻ لاءِ سيمنٽ جي ضرورت ئي نه هئي.

انهيءَ ڳالهه اڄ جي شهري رٿا جوڙيندڙن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي. برطانوي رهائشي گهرن جي هڪ ماهر بي. ايس. ٽائون رو (B. S. Townroe) ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي خاتمي تي چيو هو ته "سنڌو- ماٿر ۾ دفن ٿيل شهر گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار ورهيه پراڻا آهن. انهن جي جڏهن کوٽائي ڪئي وئي ته ڏٺو ويو ته انهن جي باقاعدي رٿابندي ٿيل هئي ۽ پاڻيءَ جي نيڪال جو بندوبست ٿيل هو. هرڪنهن وڏي گهر ۾ وهنجڻ جي جاءِ هئي. آڳاٽا ويدن جا پستڪ، عمارت سازيءَ

جي ترقيءَ جي عام ڄاڻ ۽ شهري انتظام هلائڻ جي ڏاهپ ۾، هندستان جي اوائلي ماڻهن جي علم ۽ دانش جو نئوس ثبوت پيش ڪن ٿا. جڏهن اسان سينڌو-ماٿر جي پنج هزار سالہ آڳاٽي شهري تهذيب تي ويچار ڪريون ٿا ته اڄ جي مسئلن کي منهن ڏيڻ ۾ اسان ۾ نهٺائي اچيو وڃي. يورپ ۽ اتر آفريقا ۾ پوءِ وارن سالن دوران ڏور-اوير ۾ بمباريءَ ۾ تباهہ ٿيل اسان جي شهرن جي نئين سر ترقيءَ جي مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ، اسان هندستان کان صبر ۽ ڏاهپ ڀَري سکي سگهون ٿا.

مشهور مفڪر آلڊس هڪسلي (Aldous Huxley) موئن جي دڙي جي امن ڀري خصوصيت کان ايڏو متاثر ٿيو جو لکيو اٿس: ”سنڌو-ماٿر جي تهذيب ايڏي شاهوڪار ۽ ترقي يافتہ هئي، جيڏي ’سُمير‘ ۽ ’مصر‘ جي. پر سنڌو-ماٿر جي تهذيب لڙائي کان غير واقف هئي. انهن دفن ٿيل شهرن مان نہ ڪو هٿيار مليو آهي ۽ نہ چوڌاري ديوار هجڻ جو ڏس مليو آهي. اها حقيقت سڀ کان وڌي اهم آهي. انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو تہ اُتان جا رهواسي ڳتيل شهري تهذيب جون سهوليتون ماڻيندا هئا، جن لاءِ ڪين وقفي بوقفي قتل عام جي صورت ۾ قيمت ادا ڪرڻي نہ پوندي هئي.“

اهو شهر بي هٿيار انهيءَ ڪري نہ هو جو وٽس حفاظت لاءِ ڪي ڪين هو. پر اهو انهي ڪري هو، جو اهو هڪ بين الاقوامي، تجارتي ۽ شاهوڪار شهر هو. حقيقت ۾، سر جان مارشل (Sir John Marshall)، جيڪو اِن وقت ۾ آثار-قديمہ کاتي جو ڊئريڪٽر جنرل هو، نشان ڏهي ڪئي آهي تہ ”پراڻا زيور ايڏا تہ سٺا گهڙيل ۽ پالش ٿيل آهن جو لڳي ٿو تہ پنج هزار ورهيہ آڳاٽي گهر بدران بانڊ اسٽريٽ (لنڊن) جي صراف وٽان آيا آهن.“

هن شهر کي هٿيارن جي انهيءَ ڪري، ضرورت نہ هئي جو اهو قانون، انتظام ۽ انصاف وسيلي محفوظ هو. هيءُ اهو

شهر هو، جنهن کي هٿيارن جي ضرورت نہ هئي، پر پنهنجي پيارن ٻارن لاءِ گهٽتي راندڪا ٺاهيا هئائون، جيڪي ڪوئي وقت سيٽيون وڄائي ۽ ڇٽڪي رهيا هئا.

شروع ۾ اولهہ وارن اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي تہ هيءُ سنڌي شهر آرين تباهہ ڪيو هو. پر اها شاهدي اهو ڏيکارڻ لاءِ جلدي تبديل ڪئي ويئي تہ هندستان جي ٻين آثار-قديمہ وانگر هيءُ شهر خود آرين جو شهر هو. هتي شِو پشوُ پتي ناٿ ۽ ڪالي آهن، لنگ ۽ ٻپر جي پوڄا آهي ۽ مندر جي چوٽيءَ واري استوپا جي سامهون، ياترين جي وهنجڻ جي رسم پوري ڪرڻ لاءِ وڏو تلاءُ ٺهيل آهي.

فتح ۽ تباهيءَ جي نظريئي کي پوءِ انساني تاريخ جي جي ماهرن (Anthropologists) رد ڪيو، جڏهن انهن اهو ڏٺو تہ اڄ جي سنڌين وانگر موئن جي دڙي جي رهواسين جون ساڳيون ڏکيون مٽي واريون ڪوپريون آهن. ظاهر آهي تہ سنڌ جي مقامي خصوصيت کي تبديل ڪرڻ لاءِ فاتحن جو گهاٽيتو تمام ٿورو هو.

رگ ويد برهمڻن ۽ چين جي عظيم ديوار کان پوءِ دنيا جو سڀ کان وڏو عجوبو موئن جو دڙو ئي آهي. حقيقت ۾ اهو ايترو جيترو جاڳندو آهي، جو ڪيس ’موئن جو دڙو‘ سڏڻ نہ جڳائي. جيستائين اسان اتان جي لپي پڙهون ۽ انهي شهر جو اصل نالو ڳولي لهون، تيستائين انهيءَ جو صحيح نالو ’امر سنڌ دڙو‘ هئڻ گهرجي. اهو سنڌ ۾ سڀ کان مقدس هنڌ آهي. اها ئي سموري انسان ذات جي تيرٿ ياترا يا زيارت جي جاءِ آهي.

# 4

## سڪندر جو واڌرلو – سنڌ

ويڊن ۽ ويرــرس ڪاوين (جنگنامن) ڪان پوءِ وڏيڪ، سنڌ جي شڪل سڪندر (Alexander) جي تاريخي هنڌن ۾ تمام چٽي نظر اچي ٿي.

برطانوي تـاريخدان سڪندر کي 'دنيا جو فاتح' ٿا ڪوٺين، جيڪو "جنهن هنڌ به پهتو، ڏٺائين ۽ فتح ڪيائين." هندستان جي درسي ڪتابن ۾ ڪيس اڄ تائين اهو مشهور ڪيو ويو آهي ته هو هندستان جي راجا پورس (پورو) کي لڙائيءَ ۾ هارائي سوڀارو ٿيو هو. پر سڪندر جي پنهنجن يوناني تاريخدانن جا دستاويز ٻي ڳالهه ٿا ٻڌائين. ٻي مهاڀاري لڙائي جي مشهور روسي فوجي ڪمانڊر مارشل زهوڪوف (Marshall Zhukov)، انڊين ملٽري اڪيڊمي ديرادون ۾ ڪجهه ورهيه اڳ چيو هو ته هندستان سڪندر کي شڪست ڏني هئي.

پنجاب ۾ پورس سڪندر سان ڪافي خراب حالت ڪئي. حقيقت ۾ پورس ڪيس تڏهن ٿي مات ڏني هئي، جڏهن چيو هئائين ته "اسان هڪ ٻئي سان ڪهڙي ڪارڻ جنگ جوٽيون، جڏهن تنهنجي هتي اچڻ جو مقصد اسان جي پاڻي يا اسان جي ڪاڏي کسڻ جو ناهي؟ ڇا هي آهي شيون آهن، جن تي ڏاها ماڻهو ضروري طور تي وڙهندا آهن؟ جيتريقدر ٻين دولتن ۽ ملڪيتن جو تعلق آهي، جيڪي دنيا جي نظرن ۾ اهميت واريون آهن، جيڪڏهن مان انهن سان تو کان وڌيڪ نوازيل آهيان ته مان انهن ۾ توسان حصيداري ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، پر جيڪڏهن قدرت مون کان وڌيڪ توتي مهربان آهي، ته مون کي تنهنجي اطاعت ڪرڻ ۾ ڪا هٻڪ ناهي."

پورس جي انهيءَ سوال جو جواب سڪندر وٽ نہ هو. اٿلندو ڏمڪائيندي ايمان وچان چيائين، ”مان وڙهندس ۽ توسان جنگ ڪندس، پوءِ ڀلي ڪٿي تون ڪيترو بہ مروت وارو ڇو نہ هجين. مون ـ مان تون چڱائي جي اميد نہ رک.“ پر پورس کي سڪندر مان چڱائي حاصل ٿي. جنگ نتيجہ خيز ثابت ٿي. يوناني هندستانين جي سورهيائيءَ کان ايڏو ڊچي ويا جو سڪندر جي خواهش ۽ ارمان پريل دانهن جي باوجود، انهن اڳتي وڌڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. عظيم يوناني تاريخدان ’پلوٽارچ‘ (Plutarch) لکي ٿو: ”پورس سان انهيءَ، آخري مقابلي ۾ مقدونين جي همت جو پلؤ ڪانئن ڇڏائجي ويو ۽ هندستان ۾ کين اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏيو.....سڪندر نہ رڳو پورس کي پنهنجي فتح ڪيل بادشاهي جي، پنهنجي پاران حڪومت سنڀالڻ جي آڇ ڪئي، پر مختلف خود مختيار قبيلن جي واڌو زمين بہ حوالي ڪئي، جن کي هن آڻ مڃائي هئي. لڙائيءَ کان پوءِ، پورس سڪندر کان مليل زمين سان اڳي کان ٻيڻو طاقتور ٿي اڀريو ۽ سندس سون جي خزاني ۾ اضافو ٿيو. اها هئي پورس ٿي سڪندر جي ’سوپ‘! پر سنڌ ۾ مٿس جيڪا مصيبت نازل ٿيڻي هئي، آها ان کان وڌيڪ خراب هئي.

سڪندر ايران، افغانستان ۽ آتر اولهہ هندستان سان لڙاين ۾ ايترا تہ دشمن پيدا ڪيا هئا، جو پنهنجي وطن ڏانهن ساڳئي رستي ٿان ورڻ جو ساهس ئي نہ ڪيائين. هن ٿنهن ڪري سنڌ جي رستي سفر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. پر ملتان ۾ مالا لوڪن هن لاءِ مصيبت پيدا ڪري ڇڏي.

جڏهن سڪندر جي لشڪر تئين جنگي نعري ’الا لا لا لا لائي!‘ سان سنڌ فتح ڪئي تہ سنڌي ظاهري طرح ڊچي ويا. ميوزيڪنس (Musicanus)، سنديمن (Sindemana) ۽ پٽالا (Patala)، جن کي گزيٽير آف سنڌ (Gazetteer of Sind 1968) جي مصنف ڊاڪٽر ايچ۔ ٽي۔ سورلي، آءِ۔سي۔ ايس

الور، سيوهڻ ۽ حيدرآباد ڪوٺي ٿيو، جنا حاڪم پڇي ويا.
['پٽالا' يوناني ٻوليءَ جي 'پٽڻ' (Patan) لفظ جي بگڙيل صورت آهي، جنهن جي معنيٰ آهي دريا جو ڪپ يا سمنڊ جو ڪنارو.] پر ٿوري وقت گذرڻ کان پوءِ، انهن پنهنجي حواسن تي قابو پاتو ۽ سڪندر کي ڏاڍي سيکت ڏني. سنڌ جو اڳوڻو ڪمشنر ۽ Sindh Before Muslim Couquest جو مصنف ايچ- ٽي- لئمبرڪ (H.T. Lambrik) نشاندهي ڪري ٿو ته "سنڌ ۾ هڪ ڳجهي قوت هئي، جنهن ڌارين سان مقابلو ڪرڻ جو حوصلو پيدا ڪيو. اهو اصل ۾ برهمڻن جو اثر هو." سنڌ ۾ ڏشهلا جا آباد ڪيل ٽيهه هزار برهمڻ بيڪار نه ٿيا!

سڪندر وطن ڏانهن موٽندي، پنهنجي دوستن سان اها ڳالهه تسليم ڪئي ته "هنن هرهنڌ مون تي حملو ڪيو. هنن منهنجو ڪلهو زخمي ڪيو، ٽنگ ڏکي وڌي، ڇاتيءَ ۾ تير هنيو ۽ ڪنڌ تي زوردار ڌڪ هنيو." هڪ ڏينهن يوناني لشڪرگاهه ۾ اها ڳالهه پکڙجي ويئي ته سڪندر مري ويو. ڪيس ٺيڪ ڏيئي ائين وهاريو هئائون، ڄڻ جيئرو هجي.

برهمڻن سنڌي راجا سباس کي آٿڻ ۽ جنگ جوٽڻ لاءِ همت ٻڌرائي تيار ڪيو هو. سڪندر انهيءَ لاءِ کين ڪڏهن نه بخشيو. مقامي ماڻهن ۾ ڏهڪاءُ وجهڻ لاءِ، هن سنڌ سموري جتي کي قتل ڪري ڇڏيو. پر برهمڻن جي علم، لياقت ۽ جذبي کان ايترو ته متاثر هو، جو هو ڏهن برهمڻن کي حراست ۾ وٺي، پاڻ سان گڏ وٺي ويو. سڪندر جي سوالن ۽ سندن جوابن جا جيڪي تفصيل پلوٽارچ (Plutarch) لکيا آهن، اهي پڙهڻ وٽان آهن. هن لکيو آهي:

"پهرئين برهمڻ کان پڇيائين ته 'سيني ماڻهن ۾ گهڻا ماڻهو مئل آهن يا زندهه؟' ته هن ورائيو، 'زندهه، ڇاڪاڻ ته جيڪي مري ويا آهن، سي آهن ئي ڪونه.' ٻئي کان پڇيائين ته 'سڀ کان وڏا جانور ڌرتيءَ تي آهن يا سمنڊ ۾؟' ته هن ورندي ڏني،

'ڌرتيءَ تي، ڇو جو سمنڊ ته ڌرتيءَ جو حصو آهي.' هن ٽئين برهمڻ کان پڇيو، 'سڀني کان چالاڪ جانور ڪهڙو آهي؟' ته هن تي هن وراڻيو، 'اهو اڃا انسان ڳولي لڌو ناهي.' هن چوٿين برهمڻ کان پڇيو ته 'ٻڌاءِ، تو سباس کي ڪهڙو دليل ڏنو هو، جو هو وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويو؟' هن ٻڌايو، 'انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه، ته هو يا ته شان سان مري يا شان سان جيئي.' پنجين برهمڻ کان هن پڇيو ته 'چمار ڪنهن جي وڏي آهي — رات جي يا ڏينهن جي؟' عالم وراڻيو، 'ڏينهن چمار ۾ وڏو ٿيندو آهي، گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏينهن جو ته سهي.' انهيءَ جواب مان سڪندر کي پوري طرح مطمئن ٿيندو نه ڏسي، هن اڳتي چيو، 'توکي پنهنجي عجيب سوالن جا عجيب جواب ملن ٿا ته ان ۾ توکي عجب ڪاڻڻ نه گهرجي.' هن ڇهين کان پڇيو، 'پاڻ وڏائڻ لاءِ ماڻهو کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟' 'پنهنجي پاڻ کي گهٽي دٻ ۾ مبتلا ڪرڻ کان سواءِ، کيس بيحد طاقتور هئڻ گهرجي.' ستين برهمڻ کان اهو پڇڻ تي ته 'ماڻهو ديوتا ڪيئن ٿو بڻجي؟' هن جواب ڏنو هو، 'ناممڪن کي ممڪن ڪري ڏيکارڻ سان.' اٺين برهمڻ کيس چيو ته 'زندگي، موت کان وڌيڪ طاقتور آهي، ڇوجو اهو گهڻين مصيبتن کي سهارو ڏئي ٿو.' ۽ آخري عالم کان جڏهن پڇيائين ته 'تنهنجي خيال پٽاندر هڪ ماڻهو کي ڪيترو وقت جيئڻ مناسب آهي؟' ته جواب مليس: 'جڏهن موت زندگيءَ لاءِ وڌيڪ ضروري هجي.'

موٽ ۾ انهن عالمن سڪندر کان پنهنجا سوال پڇيا. دندامس (ڏندامٽي؟) سڪندر کان پڇيو ته 'تو ايڏو ڏورانهن هنڌن تي اچڻ لاءِ ايڏو ڏکيو سفر ڇو ڪيو؟' ڪلانوس (ڪلياڻ) سڪندر سان ڳالهائڻ کان ايستائين انڪار ڪري ڇڏيو، جيستائين هن پنهنجو پاڻ کي اگهاڙو نه ڪيو ۽ پوءِ کيس نهائي ۽ ڌيان سان ٻڌائين. ڪلياڻ پوءِ سڪندر کي

چيو ته 'تنهنجو ائين ڏورانهن هنڌن تي پهتڪ نه تنهنجي لاءِ مناسب آهي ۽ نه ئي تنهنجي لاءِ مناسب آهي ۽ نه ئي تنهنجي ملڪ لاءِ.' پلوٽارچ لکي ٿو: "ڪلانوس فرش تي جانور جي گهنجيل سڪل کل اهو ڏيکارڻ لاءِ وڇائي ته اها ائين سڌي نه ٿيندي. هو پوءِ اهو ڏيکارڻ لاءِ ته اها ڪيئن جلدي سڌي ٿيندي، پاڻ انهيءَ جي وچ تي ٿي بيٺو. انهيءَ تمثيل جي معنيٰ اها هئي ته ڪيس پنهنجي شهنشاهيت جي وچ يعني گادي واري هنڌ تي گهڻو وقت گهارڻ گهرجي ۽ نه ڪي ان جي سرحدن تي."

پر سڪندر لاءِ سنڌ ۾ زندگي عالمن سان انهن مناظرن جي پيٽ ۾ ڪجهه وڌيڪ هئي، جو ڏکيا ڏينهن ته اچا اچڻا هئا. جڏهن هن سگهاري سنڌوءَ کي ڏٺو ته سمجهيائين ته نيل نديءَ جو منڍ ڳولي ڪڍيو اٿس! سنڌوءَ ۾ رڳو مانگرمڇن جي موجودگي، انهيءَ ڳالهه جي پڪ ڏياري هئي، جو اهي نيل ۾ پڻ موجود هئا. سندس لشڪر بيحد خوشيءَ وچان توتارا وڄائيندو سنڌوءَ ۾ ڪاهي پيو، جو ڪين پڪو آسرو هو ته هاڻي هو مصر پهچي ويندو. پر سنت ئي هنن پاڻ کي سمنڊ ۾ ڀاتو. اتي چوماسي ۽ سامونڊي ويرين، هنهي سندن ستيون منجهائي ڇڏيون. اهي ويريون سندن وطن لاءِ اوپريون هيون، جيڪو، چوڌاري سمنڊ سان گهيريل ۽ يونوچ سمنڊ جي پرسان آهي. هن پنهنجو لشڪر ٻن حصن ۾ ورهايو. اڌ سڪندر جي مهنداريءَ ۾ سنڌ جي هيٺين حصي ۽ بلوچستان جي سامونڊي ڪناري تان ٿيندو؛ ايران ڏانهن آسهيو ۽ ٻيو اڌ، جنهن جو اڳواڻ نيئرڪس (Nearchus) هو، سمنڊ رستي راهي ٿيو. جلدئي ٻنهيءَ جو هڪ ٻئي سان رابطو ٽٽي ويو ۽ هرڪنهن ائين سمجهيو ته ٻيو رستو وڃائي ختم ٿي ويو! خشڪيءَ جي رستي، پاڻيءَ جي اٺات گهڻن کي چريو ڪري ڇڏيو. جيئن ئي ڪين پاڻيءَ جو تلاءُ ٿي مليو ته منجهس ٽپي ٿي پيا ۽ ايترو ته پاڻي ٿي

پيتائون جو آڱرجي مرندا ويا! چاليهه هزار يونانين مان، جيڪي سنڌ مان خشڪيءَ رستي روانا ٿيا هئا، ايران پهچڻ تائين رڳو پندرهن هزار وڃي بچيا. سڪندر جو جديد سوانح نگار روبن لين پول (Robin Lane Poole) لکي ٿو ته ”انهن سيني اهو تسليم ڪيو ته سوري لشڪر جون ايشيا ۾ پيش آيل مصيبتون جيڪڏهن گڏ ڪجن، ته به مڪران ۾ پيش آيل مصيبتن سان ڀيٽي نٿيون سگهجن. اعليٰ عملدار زندهه هئا- ۽ سڪندر پڻ زندهه هو- پر ڪين بيعزتو ٿيڻو پيو، جنهن ڪان سواءِ پيو چارو نه هو. سڪندر اها پنهنجي پهرين شڪست ڄاڻي هئي.“

ظاهر آهي ته سڪندر هندستان جو چڪر اهڙو ئي ’ڪامياب‘ ٿيو هو، جهڙي نيپولين جي روس جي فتح. هن بهرحال انهيءَ خيال سان پنهنجو پاڻ کي ڏڍ ڏنو ته اسيريا (Assyria) جي راڻي سيميرامس (Semiramis)، جنهن سنڌ فتح ڪئي هئي، رڳو ويهن سائين سان واپس بچي پڳي هئي- ۽ ايران جو سائرس (Cyrus) رڳو ستن سائين سان بچي موٽيو هو.

پر سڪندر جي هندستان جي مهم مڪمل طور تي اسقل نه ٿي هئي. هن هندستان جيءَ داتيءَ کي اولهه ۾ متعارف ڪرايو هو. هو وڏي تري وارين ڀيڙين کان ڏاڍو متاثر هو، جيڪي سنڌوءَ ۾ اوپارو توڙي لهوارو اناج کڻي ويندڙيون هيون. هن، تن کي يونان ۾ متعارف ڪرايو. تڏهن يونانين وري گرم مصالحي کي اولهه ۾ پنجوڙو وڏيڪ متعارف ڪرايو. ايران جي بادشاهي محلات سُوسا (Susa) جي ٿنڀن جي تعمير ۾ پنجاب جو شيشم (Sisoo) استعمال ٿيندو هو. انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته هو ’خدائي حاڪم‘ (God King) لاءِ اٺب به ڪٺي وڃي ها، پر اهي گهٽا ڪاٺ سان سنڌس دست بيٺائي نه هئا، تنهن ڪري هن پنهنجي منزل انداز ٿيڻ دوران اٺب ڪاٺ تي بندش وجهي ڇڏي هئي.

الين جو اهو ڪٿو- سٺو تجربو رڳو سڪندر تائين

مجدود نہ هو. جڏهن جي- ڊي- برلا (G.D.Birla) الفنسو انين جو ڏوڪرو— روس جي اڳوڻي وزيراعظم خروشچوف لاءِ سوکڙي طور ڪئي ويو تہ هن شڪريو سان اهو چئي موٽائي ڇڏيو تہ روسي ماڻهن جي پيٽ کي اها عجيب شيءِ پاڻ نئي پوي.

يونانين وٽ سنڌ جي باري ۾ پڙهڻ لاءِ دلچسپ ڳالهيون هيون. ائبرمل نيئرڪس، جنهن يونانين جي سمنڊ رستي واپسي مهل اڳواڻي ڪئي هئي، نشاندهي ڪندي لکيو آهي تہ سنڌي ماڻهو ڊگها ۽ سنهڙا آهن ۽ ٿلهي تري واري چمڙي جي جتي پائيندا آهن. سنڌن ٻاهريون ڏيکاءُ نڪي اڄ ڪلهہ جو آهي ۽ تہ وري آڌارو ورتل آهي.

سڪندر خود سنڌين کي سگهارو، سنجمي ۽ برادريءَ جي مانيءَ ۾ هم شريڪ پاتو هو. ظاهر آهي تہ 'لنگر' جو سلسلو سکن جو شروع ڪيل ناهي. هن اها بہ نشاندهي ڪئي آهي تہ 'سنڌي جنگ کي ڏڪارين ٿا ۽ دوادرمل جا چاهيندڙ' آهن— يعني سائنس، تندرستي ۽ ڊگهي ڄمار.

يونانين ۽ سنڌين، ٻنهي ۾ جيڪا ٻي ڳالهہ مشترڪ آهي، اها آهي سنڌي 'پونبو' يا 'پنجو'. اهو عمل هٿ جي تري، آڱرين سميت کولي، ڪنهن جي منهن سامهون ڏيکارڻ، علامتي طرح لعنت يا ڦٽڪار وجهڻ جو مخصوص سنڌي اشارو آهي. جڏهن قبرص جي يوناني رهاڪن، برطانوين کي قبرص مان لوڏي ڪڍڻ چاهيو ٿي تہ انهن برطانوي جهنڊي 'يونين جئڪ' سامهون ساڳي طرح هٿ جي مخصوص اشاري سان لعنت ملامت ڪري ساڙيو هو. ساڳيءَ طرح جڏهن پاڪستاني عوام جمهوريت لاءِ زوردار گهر ڪري رهيو هو، ۽ سيپٽمبر 1983ع ۾ ضياالحق سنڌ جو دورو ڪري رهيو هو تہ سنڌس آڏرياءُ ساڳئي ملامتي اشاري سان ڪيو ويو هو.

پروفيسر ڊيميٽرائس لوڪاڊوس (Prof. Demetrios

(Loukatos) جو چوڻ آهي تہ يونان جو اهو اشارو آڳاٽي وقت کان وٺي استعمال ۾ ايندو آهي ۽ اهو رومي (Romans)، ۽ بالڪني (Balkanians) ۽ البانوي (Albanians) لوڪن ۾ پہ پکڙجي ويو. يونان ۾ 'موجا' (Moudja) لفظ کي 'ٻوجا' اچاريو ويندو آهي، جو يوناني زبان ۾ 'م' جو آچار 'ب' ۾ بدلجي ويندو آهي ۽ 'ٻوجا' لفظ 'ٻجا' يا 'پونڊي' جي ويجهو آهي.

اهو موضوع، ڊاڪٽريٽ جي ٿيسز لاءِ بهتر آهي، جنهن ۾ اها ڳولها ڪجي تہ ڇا اهو سنڌ جيئن پاران سڪندر لاءِ سوکڙي هئي، يا ٻيو ڪجهہ هو؟ يا، ڇا اهو اسان جا 'پاڻي' لوڪ، (جن کي Phoenicians ڪوٺجي ٿو)، هزارين ورهيہ اڳ۔ يونان ۾ ڪٺي پهتا هئا؟

# 5

## ڏاهر جي حقيقت

اسلام جو پيغمبر سنڌ ۽ هند کان واقف هو. سندس زالن مان هڪ جو نالو هِند هو، جنهن لاءِ هو چوندو هو: "شال الله مٿس ۽ سندس ملڪ مٿان مهربان هجي، جنهن جي نالي پويان هوءَ سڏجي ٿي!" جڏهن ڪيس سڏ پهتي ته يمن تي ڊارين جو قبضو ٿي ويو آهي، ته سندس آمالڪ سوال اهو هو ته سنڌين قبضو ڪيو آهي يا حبشين.

عربستان ۾ گهڻئي هندستاني جت رهندا هئا. منجهانئن ڪنهن هڪڙي، پيغمبر جي زال بيبي عائشه کي بيماريءَ مان ڇڏايو هو، جيڪا ڪيس سندس نوڪرياڻي جي رِجن ڪيڻ جي ٽوڻن ڦيڻن وسيلي لڳل هئي.

جت پنهنجي سيند مٿي جي وچ مان ڪڍندا هئا، جنهن جو نمونو پيغمبر کي ايڏو وڻندو هو، جو پاڻ به ساڳيو نمونو اختيار ڪيو هئائين. عربستان ۾ سنڌي جتن جي ٿلهي تري واري 'جتي' ڏاڍي مشهور ٿي. اسان مان گهڻا اها 'جوتي' جي نالي سان سڃاڻن ٿا. سنڌيءَ ۾ اها اڄا ڏاڻين 'جتي' سڏجي ٿي.

عرب تاجرن گهڻو اڳي ٻڌايو هو ته هندستان ۾ "دريا موتي آهن، جبل ياقوت آهن، ۽ وڻ خوشبوءِ آهن."

حقيقت ۾ عرب ۽ سنڌي — ۽ ٻيا الهندي گهاٽ وارا هندستاني — هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح سڃاڻيندا هئا. عربن جي عقيدي مطابق، آدم ۽ حوا هندستان ۾ رهندا هئا ۽ هندستان 'جنت نشان' هوندو هو. آهي هندستان جي مورن ۽ هاٿين، ڪافور ۽ صندل تي عجب کائيندا هئا. اسلام کان اڳ، عربن

جو مذهب گهڻو تڻو هندو ڌرم جهڙو هو، يعني فطرت سان همآهنگ مذهب (Pantheistic) هو. سنه 53 هجريءَ ۾، جڏهن عربن سسليءَ فتح ڪيو ته آتان جي مقامي سون جي مورتين کي قبضي ۾ ڪيائون، جيڪي پوءِ سنڌ جي راجا کي وڪرو ڪيائون.

جڏهن دنيا ۾ اسلام جو ظهور ٿيو، ۽ سڄي ڌرتي ۾ ڦهليو ته ان جو هندستان ۾ ڦهلجڻ ان ئي هو. افسوسناڪ ڳالهه اها آهي ته ان زماني ۾ هندستان بهتر صورت ۾ نه هو. هرشا کان پوءِ اتر هندستان جي حالت، آبتر هئي، ۽ سنڌ تي ان زماني ۾ هڪ متضاد گهراڻي جي حڪومت هئي.

سنڌ جو راجا راءِ سهاسي، چتور جي راجا جو ڀاءُ هو. کيس ڪوبه اولاد ڪونه هو. سندس راڻي 'سهندي' برهمڻ وزير چچ جي عشق ۾ گرفتار ٿي پيئي. جڏهن سهاسي مري ويو ته سهندي حڪومت جي سڀني دعويدارن کي ماراڻي ڇڏيو ۽ پوءِ چچ سان شادي ڪري ڇڏيائين. انهيءَ ڳالهه رعيت کي ڏڪ رسايو.

پر چچ پاڻ کي هڪ ڪامياب حاڪم ثابت ڪيو. هن ملتان کي سنڌ سان ملايو ۽ سنڌ جي سرحد ڪشمير تائين مقرر ڪيائين. سنڌ جو ديبل ۽ ڪشمير جو بهڻ اهڙيءَ طرح پورا ڪيائين، جيئن بنهيءَ جون ڌاريون هڪ ٻئي سان وڃڙي وڃن. ساڳيءَ طرح ايران جي سرحد جي ڇيتي ڪرڻ لاءِ، هن ڪجيءَ جا وڻ پوکايا. اهي اڄ جي جديد سيمنٽ جي ٿنڀن کان پڪ سان وڌيڪ خوبصورت هئا.

چچ کي سهنديءَ مان ٻه پٽ ٿيا — ڏاهر ۽ ڏاهرسيهه. چچ کي ٻي زال مان هڪ ڌي 'ٻائي' نالي پڻ هئي. ڏاهر، الور ۾ اتر سنڌ تي راڄ ڪيو ۽ ڏاهرسيهه نوابشاهه جي برهمڻ آباد ۾ سنڌ جي هيٺين علائقي تي حڪومت تي ويٺي. جڏهن ٻائي لائق ٿي ته جوتشي اڳڪٿي ڪئي ته هوءَ الور

جي قلعي کان ڪڍهن به ٻاهر نه ويندي ۽ سندس مڙس سنڌ ۽ هند جو حڪمران ٿيندو. انهيءَ تي وزير، ٻڌيمان (ڏاهو)— پر هند حالت ۾ بلڪل ٻُڏي هڻ (بيوقوف) ثابت ٿيو— ڏاهر کي پنهنجي ويڳي ڀيڻ سان شادي ڪرڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي ۽ حڪومت کي بچائڻ لاءِ نيزاري ڪيائين. انهيءَ صلاح وٺڻ ڪري هو ڪنهن به عام ماڻهو وانگر گلارو ٿيو. پهر سوچڻ کان پوءِ، هن علامتي طور تي ڀائيءَ سان شادي ڪرڻ قبول ڪئي. هن ڪپس شاديءَ جي مُنڊي پيش ڪئي، تلوار سندس هنج ۾ رکيائين ۽ پنهنجي پوتي سندس مٿي تي ڍڪيائين. ڏاهر جي ائين ڪرڻ سان، يعني پنهنجي ويڳي ڀيڻ سان شاديءَ جي ڪري، توڙي جو اها علامتي هئي، 'ڏاهري' لفظ جي سنڌيءَ ۾ معنيٰ 'چسو يا بيوقوف' مقرر ٿي.

پر ڏاهر جي حق ۾ چيو ويندو آهي ته ويڳن ڀائرن ۽ ويڳين ڀينرن ۽ سؤٽين وچ ۾ شاديون، آڳاٽين راجائي تاريخن ۾ آڇاتل نه هيون. مصر جا فرعون ۽ ايران جا اڳوڻا شهنشاهه عام طرح پنهنجي ويڳين ڀينرن يا سؤٽين سان انهيءَ بنياد تي شاديون ڪندا هئا ته شاهي گهراڻي جي شهزادي جي ڪنهن به ٻي عورت سان شادي، هڪ سچي شهزادي لاءِ مناسب نه نه هئي، ۽ ٻين شاهي خاندانن مان شاديءَ ڪرڻ ڪري سندن ساڻن جي وچ ۾ دشمنيون ٿي پونديون هيون. ۽ ٻائي ته رکو ڏاهري جي ويڳي-ڀيڻ هئي.

پر ڏاهر جي ڀائي سان شاديءَ ماڻهن ۾ چؤٻول پيدا ڪيو ۽ سندن دلين ۾ ڌڪار پيدا ڪئي. عربن جي حملي وقت سنڌ جي صورتحال اها هئي. پر ساراهه جوڳي ڳالهه اها آهي ته جيئن ئي معلوم ٿيو ته سنڌ وارن مردانه وار مقابلو ڪيو.

ڪنهن عرب سردار جڏهن ڪنهن سنڌيءَ کان سنڌ جي باري ۾ پڇيو ته هن ورائيو: "پاڻي تمام ٿورو آهي. ميوو بيڪار آهي. چور کي چوريءَ جي سزا نٿي ملي. ٿورو

لشڪر بلڪل مارجي ويندو. وڏو لشڪر بکون ڪاٺي مري ويندو.“ عرب سردار انهيءَ جواب ۾، عربي حملي ڪي بي همت ڪرڻ لاءِ هڪ سنڌيءَ جي حب الوطني جي ڪوشش ڄاڻي. پر عربن رت جو ذائقو چکي ڏٺو هو ۽ آهي ايران کان موراڪو تائين ڦهلجي چڪا هئا. ڪمن پنهنجي فيصلي تان هٽائڻ سولو نہ هو. جديد تحقيق جي بنياد تي، مولانا ابوالڪلام آزاد پنهنجي تصنيف ”انسانيت موت جي دروازي تي“ (Humanity at Death's Door) ۽ مولانا ندوي پنهنجي تصنيف ”عرب و هند ڪي تعلقات“ (Indo-Arab Relation) ۾ لکن ٿا 638ع کان 710ع تائين عربن سنڌ تي خشڪي توڙي بحري رستي پندرهن حملا ڪيا هئا، پر رڳو آخري پيري 711ع ۾ محمد بن قاسم پنهنجي حملي ۾ ڪامياب ٿيو.

’چچ نامہ‘، جيڪو سڀ کان مصدق ۽ گهڻو ڪري سنڌ جي احوال جو عربي فتوحات جي باري ۾ سهڻو گهڻي تفصيل آهي، ۾ بيان ٿيل آهي تہ 638ع ۾ خليفي حضرت عمر سنڌ تي بحري حملي لاءِ مغيره کي موڪليو، پر اهو هندستان جي رخ ۾ پسپا ٿي ويو. ’چچ نامہ‘ ۾، ٻين اسي سالن دوران، ڇهن ٻين وڏن زميني ۽ بحري حملن جو ذڪر ملي ٿو، جن جا مهندار حڪم، عبدالله، راشد، منذر، سنان ۽ بذيل هئا مارجي ويا.

خليفو حضرت عثمان پنهنجي دور ۾ سنڌ ۾ عربن جي شڪست جي ڪري ايترو فڪرمند هو، جو هن سنڌ تي انهيءَ ڪري وڏيڪ حملو نہ ڪيو تہ ”اتان جو پاڻي ميرو آهي اتان جي زمين پٿريلي آهي ۽ اتان جا ميوا گهٽر/ڪنا آهن.“

اها ڏاڍي دلچسپ ڳالهہ آهي تہ ’مشڪ ۽ موتين‘ جي سرزمين تڏهن ’ميري ۽ پٿريلي‘ ٿي وئي، جڏهن ڪيس سيڪت ڏيڻ جي ڪا واهہ نہ نڪتي. سنڌي انگور ڪنا ٿي پيا!......

پر جنگ لاءِ خواهش ۽ مال غنيمت جي لالچ عربي روح کي چڪ پاتو ۽ خليفي حضرت عليءَ سنڌ تي پنهنجو

لشڪر چاڙهي موڪليو. پر پوءِ حضرت عليءَ جي موت جو ٻڌي اهو دل شڪسته ٿي واپس موٽي آيو. ان کان پوءِ جي خليفي معاويہ هڪ وڏو زميني لشڪر روانو ڪيو، جنهن وٽ ڪاڏو خوراڪ جو سامان ايترو تہ پيل هو، جو ڪيس منزل تي باهہ ٻارڻ جي بہ ضرورت نہ پيئي. پر سنڌي لشڪر ڪين اهڙا ڏوتا ڇپايا جو سنڌن سپهہ سالار عبداللهؒ پنهنجي موت کان اڳ رحم جو ڳي رڙ ڪري چيو، ”پيغمبر جي اصحابن جا اولاد، پنهنجا منهن سچي مذهب کان اصل نہ ڦيرجو، تہ جيئن اوهان جو ايمان ڪنهن شڪ کان آزاد رهي ۽ اوهان آزاديءَ جي عزت حاصل ڪري سگهو.“ پر عربن مڪران ۾، رڳو جنت جي آسري تي وڙهڻ ۽ مرڻ جي بدران پڇڻ ۽ زندهہ رهڻ کي ترجيح ڏني.

ٻئي رڏي حملي جو مهندار ’سنان ولد سلمہ‘ هو، جنهن جي ولادت جي موقعي تي پيغمبر پاڻ هلي ويو هو. هن موقعي تي سنان، پيغمبر کي پنهنجي فتح لاءِ خواب ۾ دعا ڪندي ڏٺو. پر ولادت توڙي ٻي دنيا مان ڪيل دعائن ڪو اثر نہ ڏيکاريو، جڏهن تہ ٻڌيا جي مقام تي سنڌين ڪيس ماري ڇڏيو.

پوءِ 680ع ۾، گورنر زياد، سنذر بن جارود بن بطاهر کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو. پر هو جيئن ئي دربار ۾ پنهنجي هنڌ تان اُٿيو ٿي تہ ڪاٺ جي ڏڪر ۾ سندس جبو ڦاسي ڦاٽي پيو. عراق جي گورنر عبدالله انهيءَ ڳالهہ کي بد سوڻ سمجهي رڙ ڪري چيو، ”منذر پنهنجي سفر تان نہ موٽندو ۽ مري ويندو.“ ۽ ائين ئي ٿيو.

انهيءَ موقعي تي حجاج کي عراق جو گورنر مقرر ڪيو ويو، جيڪو بدنام، ظالم ۽ بي رحم مشهور هو. هاڻي سنڌ فتح ڪرڻ سڏي طرح سندن فرض هو. سندس ظلم کان تنگ ٿي، علافيءَ نالي هڪ عرب سردار پنهنجي پنج سؤ ماڻهن کي گڏ وٺي سنڌ پڄي ويو ۽ ڏاهر ڪيس پناهہ ڏني. انهيءَ کان سواءِ حجاج جي اها پڻ دعويٰ هئي تہ سنڌي قزاقن عرب

ٻيڙن کي لٽيو آهي، جيڪي لنڪا کان اچي رهيا هئا. هن انهن ٻنهي واقعن کي سنڌ تي حملو ڪرڻ لاءِ بهانو بنايو. خليفي وليد بن دليءَ سان منظوري ڏني. حجاج وڏي لشڪر سان بذيل کي سنڌ تي چاڙهي موڪليو، پر ڏاهر جي پٽ جئسيه کيس شڪست ڏيئي قتل ڪري ڇڏيو. هاڻي حجاج ڌمڪي ڏني، "چين جي حدن تائين ڪنهن به ڪافر کي جيئرو نه ڇڏيو." هن پنهنجي نجومين جي اڳڪٿين جي بنياد تي، پنهنجي ڀائيٽي ۽ ناٺي، محمد بن قاسم کي سپهه سالاري هيٺ سنڌ تي چاڙهي موڪليو. اهڙي طرح نه رڳو جوتشين کي ڏاهر به مڃيو ٿي، پر حجاج جو ٻه منجهن اعتقاد هو.

خليفي وليد کي سنڌ جي رتوڇاڻ ۾ ايتري دلچسپي نه هئي. هن حجاج کي لکيو: "ماڻهو (انهيءَ ملڪ جا) چالاڪ آهن ۽ خود ملڪ به ڏورانهون آهي. اسان کي لشڪر ۽ جنگ لاءِ هٿيارن ۽ اوزارن لاءِ ناڻي جي صورت ۾ وڏي قيمت ادا ڪرڻي پوندي. اهو معاملو اسان لاءِ وڏي مصيبت جو باعث آهي، ۽ تنهن ڪري اسان کي انهيءَ ڳالهه تان هٿ ڪڍڻ گهرجي جو هر ڀيري لشڪر (جنگ لاءِ) وڃي ٿو ۽ مسلمانن جو وڏو تعداد مارجي وڃي ٿو. تنهن ڪري انهيءَ مهم تي نه سوچ." پر حجاج 'اسلام جي فتح' لاءِ دعا گهري ۽ سموري عراق جي دولت خرچ ڪرڻ' جو قسم کاڌائين.

711ع ۾ نجومين جي مقرر ڪيل هڪ 'ڀلاري ڏينهن تي محمد بن قاسم، عراقي، شامي ۽ ٻين عربي سپاهين جي سپهه سالار جي حيثيت سان سنڌ تي حملو ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. سندس گهوڙن ۽ اُٺن کي اهڙيون جهڳلون پارايون ويون هيون، جيئن اهي شينهن ۽ هاٿين وانگر ڏسڻ ۾ اچن.

جڏهن عربي لشڪر ديبل ('ديول' يا 'ديوليه'— ديوتا جو مسڪن، مندر) جو گهيرو ڪيو ته لڙائي ڏهن ڏينهن تائين جاري رهي، جيتوڻيڪ اهو الور، سيوهڻ، نيرون ڪوٽ (حيدرآباد)

يا برهمڻ آباد وانگر وڏو شهر نه هو. پناهه گاهه ڏنل مندر تڏهن فتح ٿي سگهيو، جڏهن هڪ هراسيل برهمڻ ٻاهر نڪري اچي عربن کي ٻڌايو ته جيستائين هو مندر جي چوٽيءَ تي لهرائيندڙ ڳاڙهي جهنڊي کي هيٺ نه ڪيرائيندا تيستائين قلعي جا رهواسي مقابلو ڪندڙ پيش نه پوندا. جڏهن ائين ڪيو ويو ته ديبل جو رکوالو جاهن پوڙي اچي پيش پيو. ان کان پوءِ قتلام ٿيو ۽ اهڙي طرح مقابلو ختم ٿيو.

جڏهن عربن وٽ کاڌو توڙي چارو کٽڻ لڳو ته نيرون ـ ڪوٽ جي رکوالي ٻڌرڪن سمنيءَ شهر سندس حوالي ڪيو. سمنيه يا شمني، جيڪو ٻڌ ڌرم جو مڃيندڙ هو ۽ برهمڻ جي برابر هو، پوڙي مٺڻ جي حيثيت سان چيائين ته هو امن پسند آهي ۽ انهيءَ ڳالهه ۾ سندس ڪا دلچسپي نه آهي ته ملڪ تي ڪير ٿو حڪومت ڪري. انهن سيوهڻ جي گورنر بجهراءِ کي هڪ هفتي کان وڏيڪ شهر جي بچاءَ کي جاري رکڻ نه ڏنو. جڏهن عربن کي اها چاڻ نه ملي ته سنڌو دريا ڪيئن پار ڪجي ته قلعي جي رکوالي موڪه ولد بيساره (موڪو پٽ وسايو) تخت ۽ ملڪ جي لالچ ۾ ٻيڙيون ۽ کاڌو خوراڪ کين مهيا ڪيو. هاڻي جوتشين اڳڪٿي ڪرڻ شروع ڪئي ته 'عربن جي فتح اٽل آهي.' پر ڏاهر کي اها به پنهنجي سوچ جي پڪ هئي. عرب علافيءَ جي صلاح جي ابتڙ، هن عربن کي لڙائي ڪرڻ لاءِ دريا پار ڪرڻ جو وجهه ڏنو ته "متان اهي ائين سمجهن ته اسان جون متيون منجهي ويون آهن ۽ اسين ڪمزور ۽ بي همٿ ٿي ويا آهيون."

جيئن ئي سنڌين ۽ عربن جي وچ ۾ جنگ چڙي ته علافيءَ جو هڪ ساٿي عبيد عربن وٽ هليو ويو ۽ کين ڏاهر جي منصوبي جي مخبري ڪيائين. انهيءَ جي باوجود، سنڌي لشڪر ايڏي جوانمرديءَ سان وڙهيو، جو 'چچ نامه' ۾ لکيل آهي ته آخري يارهين ڏينهن تي 'اسلامي لشڪر بتال ٿي ويو

۽ انهيءَ حالت ۾ سنڌن صفون چڙوچڙ ٿي ويون.
ان وقت محمد بن قاسم ”ايڏو منجهي پيو جو پاڻيءَ جي گهٽر ڪيائين.“ انهيءَ موقعي تي، ديش دروهي موڪه پنهنجي ماڻهن سان آتي پهچي ويو ۽ عربن جي لشڪر سان ملي ويو. ساڳئي وقت اها دانهن پئجي ويئي ته سنڌي لشڪر ۾ راجڪمارين جو گهيرو ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڳالهه مونجهارو پيدا ڪري ڇڏيو. عربن ڏاهر کي ”نَسي مَن، نَسي مَن“ (معني ’مان هتي آهيان، مان هتي آهيان‘) رڙ ڪندي ٻڌو، جيئن هو پنهنجي ماڻهن کي ٻڌائي ۽ آهي دل نه هارين. پر پوءِ هڪ تير ڏاهر جي (هاٿيءَ جي) هودي ۾ وڃي لڳو، جنهن ان کي باهه ۾ وڪوڙي ڇڏيو. جلد ئي ٻيو تير سندس دل ۾ کپي ويو، ۽ پوءِ سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو. اها 16 جون 712ع جي خميس جي شام هئي. چوهتر سالن (636–712ع) جي دوران، نون خليفن جي دورن ۾، انهيءَ پندرهين ڪاهه کان پوءِ عربن سنڌ فتح ڪئي هئي. اهو هندستان جي تاريخ ۾ سڀ کان ڏکدائڪ ڏينهن هو.
ڏاهر جي زال راڻي لاڏيءَ کي قبضي ۾ ڪيو ويو. لاڏيءَ، عربن جي لشڪر ۾ فاتحن ۽ مقامي ماڻهن جي وچ ۾ ائين ڏيکاري ڏنو ڇڻ ته هوءَ صدمو برداشت ڪري ويئي آهي. ڏاهر جي زالِ ’ٻائي‘، عربن جي هٿ اچڻ کان بچڻ خاطر ستي ٿي ويئي. مقابلو پوءِ به جاري رهيو.
پر ديبل ۾ ٻهرئين شخص جي اسلام قبول ڪرڻ سان ئي هندستان ۾ مسلم مسئلو پيدا ڪيو ويو هو. انهيءَ شخص جو نالو ’مولانا اسلامي‘ رکيو ويو ۽ کيس شامي سردار سان گڏ ڏاهر کي نياپو پهچائڻ لاءِ موڪليو ويو. ’ڇچ نامہ‘ ۾ ڇاڙايل آهي ته جڏهن اهي ٻئي ڏاهر جي دربار ۾ پهتا ته شامي سردار جهڪي سلام ڪيو، پر نوَ مسلم جهڪڻ يا سلام ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ڏاهر کيس سڃاتو ۽ کانئس درباري آداب

بجا نہ آڻڻ جو ڪارڻ پڇيائين. جنهن تي انهيءَ نؤمسلم وراڻيو تہ مذهب مٽائڻ سان هاڻي هن جي وفاداري 'اسلام جي بادشاهہ' سان آهي. مذهب مٽائڻ سان چڻ قوميت بدلجي ويئي ۽ پاڪستاني مزاج وجود ورتو هو.

جڏهن ڏاهر جو ڪپيل ڪنڌ حجاج کي پيش ڪيو ويو تہ هڪڙي درباري شاعر چيو: ”اسان گهڻين مصيبتن کان پوءِ سنڌ تي سوڀ پاتي آهي....... محمد بن قاسم جي ماهرانہ حڪمت عملي ڏاهر کي نيٺ قاسائي وڌو. خوشيون ملهايو جو گناهگارن جي دُرگت ٿي آهي. سنڌن دولت آندي ويئي.... هو هاڻي آنن وانگر رقصي پيا آهن ۽ سنڌن خوبصورت ۽ مُشڪ جهڙيون عورتون اسان جي حرمن ۾ ستيون پيون آهن.“

اهو سڀ ڪجهہ ڪيئن ٿيو؟

بنيادي نقطو اهو آهي تہ انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ ڪوبہ ملڪ هميشہ دنيا جي بلنديءَ تي قائم نٿو رهي. ماڻهن جون قسمتون ڦرنديون رهن ٿيون ۽ ان زماني ۾ سنڌ پنهنجي صحيح حيثيت ۾ نہ هئي. چين جي عظيم سياح هيون تسانگ پورا ستر ورهيہ اڳ سنہ 145ع ۾ سنڌ ۾ آيو هو ۽ چڱيون ڳالهيون نہ ڏٺيون هئائين. هن لکيو آهي:

”سوين سنگهہ- (آرام گهر) آهن، جن ۾ ڏهہ هزار پوڄاري رهيل آهن.... ٽيهارو کن ديو- مندر آهن، جن ۾ مختلف عقيدو رکندڙ ماڻهو گڏ ٿيندا آهن. انهن جو راجا سودر (شو-تو-لُو) ذات مان آهي. هو فطرتاً ايماندار ۽ سچو آهي. هو ٻڌ-جي قانون جو احترام رکندڙ آهي....سنڌو دريا جي ڪناري سان ميداني گهميل هيٺاهين زمين تي هزارين گهر آباد آهن. اهي بي خِس ۽ هوڏي طبيعت وارا ماڻهو آهن. اهي رڳو مال چارڻ جو ڪم ڪن....عورتون ۽ مرد، ٻئي پنهنجا وار ننڍا رکائين.“

جيتوڻيڪ ان وقت جو حڪمران چچ نالي برهمڻ هو، پر هيون تسيانگ کيس سودر (شو- تُو- لو) انهيءَ ڪري ڪوٺي

ٿو، جو هن باقاعدگيءَ سان تخت هٿ نہ ڪيو هو، يا هن هندستاني مُک-ڌارا ڪان الڳ، مشڪل سرحدي سرزمين تي حڪومت ڪئي ٿي. ڪي محقق 'شو-تُو-لو' مان 'سودر' نہ، پر 'ڪشودرڪ' جي معنيٰ وٺن ٿا، جيڪو مرڪزي سنڌ ۾ هڪ آڳاڙو لوڪ-راڄ هو. ٻيا وري 'شو-تُو-لو' کي 'سودر' بلڪل نٿا سمجهن، پر چون ٿا تہ انهيءَ جو مطلب 'شروتري' برهمڻ آهي. راجا برهمڻ ذات جو هو، پر ٻوڌي ايترا گهڻا هئا، جو آهي سماجي ميل کي خراب ڪندا هئا. سماجي چڪتاڻ جي ڪري ماڻهن جو مزاج هوڏي ۽ رتوڇاڻ ڏانهن مائل هو. گهڻا ٻوڌي تاجر هئا ۽ مقابلو ڪرڻ جي بدران امن سان رهڻ پسند ڪندا هئا.

انهيءَ عام پستيءَ ڪان الڳ، ڪي خاص سبب پڻ هئا.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ راجائي گهراڻي جي باري ۾ ڪيترين ئي متضاد ڳالهيون هيون. ٻي ڳالهہ اها هئي تہ ڏاهر پنهنجي مقاني لشڪر ۾ بزدلي ۽ غداري کي روڪي— ۽ سيکت ڏيئي — نہ سگهيو هو. انهيءَ ڪان سواءِ ٻوڌين جي شڪي حالت هئي، جن سهوليت سان بزدليءَ کي امن پسنديءَ جي لبادي سان ڍڪي ڇڏيو هو، توڙي جو ڏاهر کين اهم عهدن تي مقرر ڪري رکيو هو. پر سڀ ڪان وڏو سبب اسلام جي زوردار ۽ سگهاري فطرت هئي، جنهن هڪ الله ۽ هڪ پيغمبر کي رکيو لٽ مار ۽ قتل غارت ڪرڻ جي ارپنا سان ڳنڍي ڇڏيو هو. انهيءَ ۾ ڪا عجب جي ڳالهہ ناهي تہ عربن، جن ايران کي 641ع ۾ سنڌين جي مدد جي باوجود فتح ڪري ورتو هو— ۽ ڏورانهين ملڪ اسپين ۾ 711ع ۾ داخل ٿي ويا هئا، — 712ع ۾ سنڌ جي تڏا-ويڙهہ ڪرائي ڇڏي.

اتر هندستان جي قنوج جي حڪومت، سنڌ جي مدد ڪري سگهي ٿي — جيئن فرينڪن اسپين جي مدد ڪئي هئي—

پر 647ع ۾ ھرشا جي موت کان پوءِ، ڪيس ٻين جي مدد تہ ڇڏيو پر پنھنجي مدد ڪرڻ جي ٻڻ ھمٿ نہ ھئي. سنڌ مقابلو ڪيو ۽ اڪيلي شڪست کاڌي.

پاڪستان ۾ ڏھن جلدن ۾ شايع ٿيل، سنڌ جي سرڪاري تاريخ پڙھڻ، دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندي. ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ مطابق عربن جا پيش ڪيل حملي جا سبب ڪوڙا آھن. سنڌي قزاقن جي عربن جي جھازن، کي لٽڻ جي ڳالھہ کي ھو 'جڙتو' ٿو سمجھي. ھو وڌيڪ چوي ٿو: "عربن جي فتح کان پوءِ، عرب قيدين کي ديبل مان ھٿ ڪيو ويو– اھا ڳالھہ پڻ ڪوڙي آھي، جنھن جي تاريخي شاھدي نٿي ملي، ۽ سھڻو ڳي ذريعن ۾ جاٺايل حقيقن جي ابتڙ آھي." ھو انھيءَ جا ٻہ حقيقي سبب- لُٽَ مار ۽ ويڙھاڪ عربن کي ٻئي ڪنھن ھنڌ مصروف رکڻ جي ضرورت- سمجھي ٿو. مالي ڪوٽ جي ڀورائي ۽ پنھنجو خزانو ڀرڻ لاءِ حجاج نون منصوبن تي پنھنجو عمل ڪيو. آنھن ھمان جو خاص مقصد سياسي سببن جي ترغيب ڏي سگھي ٿو. عرب پاڻ ۾ وڙھندا رھن، ان جي بدران سندس نيت عربن جي قوتن کي نين مشغولين ڏانھن موڙڻ جي ھئي. ڊاڪٽر پٺاڻ کي انھيءَ ڳالھہ ۾ ڪو شڪ ناھي تہ اھو چٽو پٽو زيادتي ۽ ارھہ زوراوريءَ جو معاملو ھو. "سنڌ جي فتح، حجاج جي اڳواٽ سوچيل سمجھيل رٿا ۾ شامل ھئي، جنھن لاءِ ڪي معمولي بھانا گھربل ھئا." حقيقت ۾ حجاج پنھنجي ساٿين کي چين جي سرحدن تائين وڃڻ جو حڪم ڏنو ھو.

ڊاڪٽر پٺاڻ ٻنوڏي شمنين کي ڏوھي ٿو ٺھرائي، جن ڏاھر سان وِيساھہ گھاتي ڪئي. ھو چوي ٿو تہ جڏھن ڏاھر جي راڄ ۾ ڪن طبقن سان غير برابري وارو سلوڪ ڪيو ويندو ھو تہ عربن جي حڪومت ۾ سندن ڀاڱي وڌيڪ رُلو.

هاڻي عربن کين وڏيڪ حڪم ڏنو ته آهي پنهنجو مٿو نه ڍڪين ۽ عربن جي موجودگيءَ ۾ پيرين اگهاڙو هلن. ٻوڌين کي پڻ حڪم ڏنو ويو ته اهي ڪنهن به عرب ــ سپاهي، تاجر يا جانباز ــ جي خاطرتواضع گهٽ ۾ گهٽ ٽن ڏينهن لاءِ ڪن. ”گهڻين حالتن ۾ ته عرب مهمان پنهنجي ميزبانن جي زالن ۽ ڌيئرن کي ڀڄائي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. عربن سنڌ ۾ ٻارڻ ٻاري ڇڏيو هو. ايتري قدر جو پنهنجي ڪُل بچائڻ خاطر جن اسلام قبوليو، تن کي ’موالي‘ ڪوٺيو ويو ۽ هندن وانگر ڪائن جزيو وصول ڪيو ويو، ۽ اهڙي ريت ڪيترائي ماڻهو پنهنجي اصلوڪي مذهب ۾ موٽي آيا. زوري ٿيل مسلمانن کي ’شڌي ڪرڻ (واپس موٽائڻ) جو موقعو فراهم ڪرڻ لاءِ، ڪجهه پاڪ ڪرڻ جون رسمون ادا ڪري ’ديول سمرتي‘ آچاريو ويو. ايتري قدر جو اڄ سنڌي مسلمان لاءِ ان ڳالهه ۾ ڪو عجب نه رهيو آهي ته ڏاهر هيرو آهي ۽ محمد بن قاسم هچارو.

عربن جي فتح جي ٻن سالن اندر، عربن جو اثر ديبل ۽ آس پاس جي ساموندي پٽيءَ تائين محدود رهجي ويو. ڏاهر جو پٽ جيسينهه پاڻ بچائڻ خاطر مسلمان ٿيو ــ رڳو عزت سان جيئڻ خاطر ٻيهر هندو ٿيو. انهيءَ تي عربن هڪ وڏو لشڪر پنجويهه ورهين ڪان پوءِ سالم جي سپهه سالاري هيٺ چاڙهي موڪليو. جنهن، جنهن جي مدد سينڌس ماڻ لاڏي، ۽ چتور جو سگهارو ٻاپا راول (739ـ753ع) ڪري رهيا هئا ۽ جنهن کي هرت سوامي جي آشيرواد حاصل هئي، عربن کي شڪست ڏني. هن امن جو عهدنامو تڏهن صحيح ڪيو، جڏهن سالم هٿيار ڦٽا ڪيا، پنهنجي ڌي ٻاپا راول کي شادي ڪرائي ڏنائين ۽ عربن کان اهو وچن ورتائين ته اهي هندستان تي وري ڪڏهن به نه ڪاهيندا. اهو ظاهر آهي ته پوءِ وارين صدين دوران عربن ڪڏهن به هندستان تي نه ڪاهيو.

پر سورمن کان وڌيڪ، عربن جي سنڌ جي فتح واري عرصي ۾ سورمين جو وڏو حصو آهي. اهي سورميون ڏاهر جون ڌيئرون — سوريه ديوي ۽ پرمل ديوي — هيون. محمد بن قاسم کين خليفي وليد جي حرم لاءِ موڪليو. 'چچ نامي' ۾ ڄاڻايل آهي ته خليفو سندن سونهن ۽ دل فريب ادائن تي موهت ٿي پيو. پر ٻنهي راجڪمارين خليفي کي چيو ته قاسم سندن اڳيئي عصمت دري ڪري چڪو آهي. اهو ٻڌي خليفو تپي باهه ٿي ويو ۽ حڪم ڏنائين ته محمد بن قاسم کي قتل ڪيو وڃي ۽ سندس لاش ڍڳي جي کل ۾ سبرائي آندو وڃي. جڏهن حڪم جي بجاوري ٿي ته راجڪمارين سچي ڪئي ته هنن اها ڪهاڻي رڳو سنڌ ۽ هند جي راجا جي تباهي ۽ پنهنجي ابن ڏاڏن جي راجائي جي خاتمي جو بدلو وٺڻ لاءِ گهڙي هئي. غصي ۾ آيل خليفي کين ايذاءَ ڏيئي مارڻ ۽ سندن لاشن کي ٽگرمس دريا ۾ اڇلائڻ جو حڪم ڏنو. اهڙيءَ ريت سنڌ جي شڪست جو ڪنجهه قدر بدلو ورتو ويو.

عربن سنڌ ۾ سڀ کان اول ديبل مندر کي قيدخاني ۾ تبديل ڪيو. جلد ئي شموري سنڌ عربن جو قيد خانو ٿي پيو. سنڌ جي لٽ مار عربن جي ايراضين ۾ اضافو آندو. ويهه هزار سنڌي غلام طور وڪرو ڪيا ويا، جيڪي گهڻو ڪري بورچي ۽ خزانچي هئا. اتي هنن خاص ڪري سنڌي چانورن جي پچت [پڪت (سنسڪرت)، ڀات (هندي)] کي مقبول عام ڪيو. ٻين وري ڀڪتاري ۽ ڪنجهين جي مدد سان پنهنجي سُريلي ڳائڻ سان عربن جون دليون موهي ڇڏيون. ٻيا گهڻا سنڌي عربن جي ڪاروبار ۾ اعتبار جوڳا ليکاري ٿيا. سنڌي ليکاري ڪاروبار جي ڪاميابي جي ضمانت هو. گهڻا سنڌي وئد (مقامي 'ويج' يا حڪيم) اولهه ايشيا ۾ ڏاڍو مشهور ٿيا. منجهانئن هڪ مانڪ نالي وئد، خليفي هارون الرشيد کي نؤ بنو ڪيو.

جڏهن ته مقامي ٿوري يوناني حڪيم آسرو لاهي ويٺا هئا. ٻئي موقعي تي مانڪ، خليفي جي پياري سوٽ ابراهيم کي سرجيت ڪيو، جنهن کي حڪيمن مثل پنڊرو ڪيو هو. گهڻا مقامي فن ۽ سائنسون سنڌ مان عربي سرزمين تي پهچڻ لڳيون. هتان جو تارن جو علم، حڪمت ۽ حساب عربن جي هتان يورپ پهتو. هن وقت تائين 1، 2، 3 ـــ عربيءَ ۾ 'هندسن' جي طور تي چاتا وڃن ٿا. 'پنچتنتر' جون ڏاهپ ڀريون آکاڻيون عربيءَ جي 'ڪليله و دمنه' جي عنوان سان ترجمو ڪيون ويون.

ايتري قدر جو عربي رسم‌الخط عربن جي سنڌ جي فتح کان ڪئين صديون اڳ هندستان کان آئي هئي. ماهرن مطابق پاويهن حرفن مان سورنهن حرف اشوڪ جي دور جي برهمي لپيءَ مان سڌيءَ طرح ورتل آهن. اهي بلڪل مختلف انهيءَ ڪري نظر ٿا اچن، جو اهي 'خروشتي' (گڏهه جي چپن وانگر) نموني ۾ ساڄي کان کابي لکجڻ ۾ آيا. ڊاڪٽر پٺاڻ لکي ٿو: "ايتري قدر جو عربي رسم‌الخط جيڪا نباتائينن کان اڌاري ورتل سمجهي وڃي ٿي، گهڻي ڀاڱي هندو ناگري لپيءَ کان اثر ورتل آهي."

هندو اثر هيٺ، عظيم شامي شاعر عبدالعلي معري هندو ڌرم جي زير اثر گوشت جي بدران نبادات (ڀاڄيون) واپرائيندو هو. حلاج سنڌ ۾ آيو ته دانهن ڪيائين 'اناالحق' ('اهنبرهمراسمي:' مان سچ آهيان) ۽ ڦاس تي ٽنگيو ويو. ايتري قدر جو هڪ عرب ـ سنڌي عشق جو داستان وجود ۾ آيو. لوڏائي، محمد جي پونيرن مان هو. ڪيس ۽ سندس زال هند کي عاصم نالي پٽ هو. اهو ڪٽنب سنڌ جي ساماره مقام ۾ آباد ٿيو، جتي هند، هندن جي مندر جي مرمت ۾ حصو ورتو. اتي عاصم سيتا جي محبت ۾ گرفتار ٿيو، جيڪا مندر جي پوڄاريءَ جي ڌي هئي. پر لوڏائي، عاصم کي هندو ٿيڻ جي اجازت نه ڏني ۽ نه ئي پوڄاري، سيتا کي مسلمان ٿيڻ جي موڪل ڏني. آخرڪار هند پنهنجيءَ

ڪي سنيّيا (مشهور سنڌي اڳواڻ جي-ايم سيد جو آبائي ڳوٺ سن) وٺي آئي. پنهي پنهنجي پنهنجي مذهب ۾ رهندي، شادي ڪئي. جڏهن سيتا مري ويئي تہ عاصم پنهنجو پاڻ سندس چڪيا ۾ اڇلائي قربان ڪيو!

پر ٻي طرح سنڌين ۽ عربن جا ناتا گهڻو سٺا نہ هئا. سنڌ ۾، عرب جدا بستين ۾ رهندا هئا، خاص ڪري برهمڻ آباد جي جاڙي - شهر منصوره ۾. جڏهن تہ عام ماڻهو پنهنجي نموني مقامي وڏيرن جي راڄ ۾ رهندا هئا. سنڌي، بغداد ۾ رونما ٿيل واقعن ڪي ڏپ وچان ڏسندا هئا. هن وقت بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ ’بغداد‘ جي معني آهي ’ظلم جي انتها‘! محمود غزنويءَ جي سنڌ جي فتح، سنڌ ۾ عرب گورنرن جي لاڏ جو خاتمو آندو ۽ اهڙيءَ طرح مقامي راجپوت نسل جي سومرن ڪي اڳيان وڌڻ جو موقعو مليو. اڄ هندستان ۾ عرب جو ٽي سؤ سال ڊگهي عرصي جي حڪمرانيءَ جو ڪو نشان بہ ناهي. برهمڻ آباد ۽ منصوره جا جاڙا شهر جيڪي هاڻي رڳو ’برهمڻ آباد‘ جي نالي سان ڄاتا وڃن ٿا، ايتري قدر مڪمل طور تي تباهہ ٿي ويا جو آثارقديمہ جي ماهر رچرڊ سن مطابق، ”هرهڪ گهر جي هيٺان ويهہ بئرل بارود رکجي تہ بہ ڪيس مڪمل طور تباهہ نہ ڪري.“

سنڌيَ ڪردار تي عربي اثر جي باري ۾ ڊاڪٽر پٺاڻ بلڪل چٽو ڪري ٿو. هو سال 1978ع ۾ لکي ٿو: ”سنڌي ماڻهو، عرب مزاج جو پتلو آهي. فارغ وقت جو ضدي، هو اوتروئي ڊچڻو آهي ۽ طاقت جو مقابلو نٿو ڪري سگهي. عرب وانگر هو گهڻين عورتن سان شاديون ڪرڻ جو شوقين آهي ۽ جسماني لاڳاپا ڪيترن ئي عورتن سان رکندو ۽ رکي سگهندو آهي، جن ڪي ’سرّيتون‘ چيو ويندو آهي. غزوه ۾ عربن جي معمول وانگر عورتون پڪڙيون ويندیون آهن... انهيءَ ڪري عورتون ڏوهہ ۽ رتوڇاڻ جو بنيادي ڪارڻ آهن.“ هو وڌيڪ

چوي ٿو: ”نفسياتي خوبين ۾، هڪ سنڌي، عرب جو پاڻ آهي، جيڪو هروقت انتقامي ۽ دوکيباز هوندو آهي. سچي عرب وانگر، هو چالاڪ منافق ۽ بيمثال سازشي آهي.“

پروفيسر همايون ڪبير چيو هو ته هندستان جي حڪومت اسرائيل جي برخلاف، عربن جي حمايت ڪري ٿي، جڏهن ته هندستان جو عوام عربن جي خلاف، اسرائيل جي حمايت ڪري ٿو. هن انهيءَ جو ڪارڻ ٻارنهن سؤ ورهيه اڳ عربن جي سنڌ تي سوپ چاڙهيو آهي. هو بلڪل درست آهي. نسلي يادگيريءَ کي نڪي وساريو ويو آهي ۽ نه ئي عرب فتح کي معاف ڪيو ويو آهي. اڄ سنڌي سنڌو ديش جي ’ڏاهرسين‘ جي عزت ڪن ٿا ۽ محمد بن قاسم کان هڪ فاتح جي حيثيت سان نفرت ڪن ٿا.

سنڌ جو عظيم ٻوڙهو شخص جي. ايم سيد ۽ ’آزاد سنڌ‘ هلچل جي پوياں تحرڪ ۾ آئيندڙ جذبو، حقيقت ۾ ڏاهر جي تدبر ۽ بهادريءَ جي باري ۾ بيخودي آهي. سيد مطابق ڏاهر ته پيغمبر جي ڏوهٽي حضرت امام حسين کي پناهه ڏيڻ جي آڇ ڪئي هئي. هن جي شادي هڪ سنڌي ڇوڪريءَ سان ٿيل هئي. ڪيس پنهنجي گهر ۾ آزاريو ويو هو. هو سنڌ ڏانهن وڃي رهيو هو ۽ رستي تي عراق ۾ ڪربلا جي مقام وٽ روڪيو ويو ۽ ڪيس نهايت بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو. سنڌي امام حسين لاءِ روئندا آهن ـــ ۽ راجا ڏاهرسين لاءِ ٻه هنجون هاريندا آهن.

# 6

## جهولي لال

1017ع جي شروع ۾، جڏهن محمود غزنوي سومنات جي لٽ مار ڪري موٽيو ٿي ته هن سنڌ جو رستو اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. پر سنڌ ۾ جٽن ڪيس اهڙا ٽوٽا ڇپايا جو پوءِ ساڳئي سال، سنڌين کي سيکت ڏيڻ لاءِ، ڪيس خاص طور تي ڪاهه ڪرڻي پئي. انهيءَ ڪاهه جو 'مذهبي' ڪارڻ اهو هو، جو محمود سني هو، ۽ بغداد جي خليفي جي اثر هيٺ هو ۽ سنڌ جا مسلمان مصر جي شيعا حڪمرانن، قرمطين (Karmatians) ڪان متاثر هئا، جيڪي ڪعبته الله مان حجراسود (مقدس ڪارو پٿر) به پٽي ڪڍي ويا هئا. هندستان ۾ قرمطي اڌ هندو هئا: انهن پيغمبر جي نانيءَ ۽ چوٿين خليفي حضرت علي رضه کي وشنو جو ڏهون اوتار ڄاتو ٿي.

ظاهري طرح، محمود جي اها ڪاهه ڪا خاص ڪامياب نه ويئي. پر سهيو ڳي مصنف اهو نٿا ٻڌائين. پر پوءِ جا خوشامدي تاريخدان اها دعوي ڪن ٿا ته محمود سنڌين کي دريائي ويڙهه ۾ وڏي شڪست ڏني هئي، جنهن ۾ ..بيئه طور تي سندس 1400 ٻيڙين، سنڌين جي 4000 ٻيڙين کي ٻوڙيو هو. اهي تاريخدان، اها پڻ دعوي ڪن ٿا ته محمود جو زائچو پيغمبر جهڙو هو....

پر فتح جي دعوي تي تاريخدانن جو اختلاف آهي. اهي نشاندهي ڪندي چون ٿا ته محمود جو لشڪر زميني هو ۽ ڪڏهن به جل-ٿل واسي نه رهيو هو. هو اهو پڻ ٻڌائين ٿا ته محموذ هن ڪان اڳ ڪڏهن به ٻيڙيون استعمال نه ڪيون هيون ـــ ۽ اهي به ته ايتريون ٻيڙيون، سنڌ ـ پنجاب جي دريائن ۾ گڏ ڪجن، ته به نه ملنديون.

محمود جي پرستارن جي دعويٰ آهي تہ محمود جي ٻيڙين جي تري ۾ لڳل لوهي ڪات جهڙن ڪنڊن، سنڌي ٻيڙين کي تباہ ڪري اونڌو ڪري ڇڏيو هو. تاريخدان پڇن ٿا: محمود جي لوهي ڪنڊيدار ٻيڙين، انهيءَ عمل ۾ پاڻ اونڌي ٿيڻ کان سواءِ، سنڌي ٻيڙين کي ڪيئن اونڌو ڪيو هوندو!

پر ڏسجي ٿو تہ محمود ڪيترن ئي سنڌين کي غلام بنائي پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو هو. اڄ يورپ جي سٽ لک خانہ بدوشن ۾ ڪين 'سنتيس' (Sintis) جي طور تي سڃاتو وڃي ٿو.

پر تاريخ جي شاگردن کي ٻي نقطا ڌيان ۾ رکڻ گهرجن: محمود، جنهن 1000ع ۽ 1026ع دوران سترهن ڀيرا ڪاهيو، سنڌ جي ڪاہ کان پوءِ وري ڪڏهن نہ ڪاهيائين، جيتوڻيڪ هن بہ پنج ورهيہ حڪومت ڪئي. ٻيو قرمطي اڄ بہ اسماعيلي خوجن جي صورت ۾ موجود آهن- جن سان 1937ع تائين 'هندو شهري قانون' (Hindu Civil Law) لاڳو رهيو- جن مان موجوده سنڌ جا مشهور اڳواڻ جهڙوڪ محمد علي جناح ۽ آغا خان ٿي گذريا آهن. تيون، محمود جي حملي، سنڌ ۾ عربن جي وجود کي ختم ڪري ڇڏيو. جنهن کان پوءِ، راجپوت نسل جا سومرا سنڌ جا خودمختيار حڪمران ٿي اڀريا.

سومرن جو پهريون وڏو نالو، ٻارهين صديءَ جي شروع ۾، راجا دلوراءِ جو هو. لوڪ ڪهاڻيءَ ۾ راجا دلوراءِ کي هڪ بدڪردار شخص طور ياد ڪيو ويو آهي. هر نئين ڪنوار کي 'سهاڳ رات' ساڻس گذارڻي پوندي هئي. عقيدو اهو آهي تہ الله پنهنجو قهر مٿس نازل ڪيو ۽ 'دلوراءِ جي نگري' ناس ڪيائين. ڪنهن کي بہ خبر ناهي تہ دلوراءِ جي گاديءَ جو اهو هنڌ ڪهڙو هو. پر مقامي ماڻهو، سنڌ ۾ هر وڏي ڀڙي کي 'دلوراءِ جي نگري' ٿا سڏائين.

ممڪن آهي وچئين عهد جي معاشرن ۾ انساني تاريخ جي پراڻي رائج رسم 'راجا سان سهاڳ رات' وانگر، دلوراءِ 'پهرين رات' ملهائيندو هجي. (ڪجهه وقت اڳ، ڪن ذاتين جا گهوٽ، ڪنوار جو 'ڪنوارپ جو پردو' ڦاڙڻ سان، رت وهڻ کي 'تشدد' تصور ڪري، اها 'رتوڇاڻ' پيشه ورن کان ڪرائيندا هئا.) عين ممڪن آهي ته عوامي قبوليت انهيءَ کي مٿاهين درجي جي اخلاقيات ڄاڻو هجي. ڇو جو اوائلي دؤر جو ڪو جوڙو ـ سومرن جو مخالف ۽ سندن دشمن ساهتيءَ (وچولي) جي سهتن جو گهٽگهروڻ ـ دلوراءِ کي انهيءَ عمل ڪري ننديندو هجي، ۽ ٻيا ذريعا ڪيس اوچ ۽ انصاف پسند راجا جي طور تي ساراهيندا هجن.

اها دلچسپ ڳالهه آهي ته الور ۽ برهمڻ آباد جا ڦٽل آثار، جيڪي هڪ ٻئي کان سوين ميل پري آهن، ٻئي، 'دلوراءِ جي نگري' سمجهيا ويندا آهن. پر هاڻي خبر پئي آهي ته برهمڻ آباد، دلوراءِ کان پنجاهه ورهيه اڳ، 962ع ۾ ڌرتيءَ ڌٻڻ سبب برباد ٿي ويو هو، ۽ الور ٽي سؤ ورهيه پوءِ درياءَ جي پيٽ مٽائڻ سبب تباهه ٿي ويو هو!

تاريخ، واقعن جي داستان کان ٻيو به گهڻو ڪجهه آهي. اها ماڻهن جي آرزوئن، ۽ خوفن ۽ خدشن جو اظهار پڻ آهي. 'دلوراءِ جي نگريءَ' جي ڪهاڻي، ماڻهن جي دلين ۾ ڪريل اخلاقيات کي رد ڪرڻ ۽ اعليٰ اخلاقي قدرن جي حفاظت جو هڪ انساني طريقو آهي.

سومرن سنڌ تي گهڻو ڪري 1315ع تائين لڳ ڀڳ ٽي سؤ ورهيه حڪومت ڪئي. پر اهي ڪير هئا؟ ڪي مسلمان مصنف اهو سمجهن ٿا ته منجهن گهٽ ۾ گهٽ ڪو عربي خون ضرور هو. پر محققن کي ڪو شڪ ناهي ته جاڙيجا پڻ راجپوتن وانگر پرمار هئا. 'تاريخ طاهري' مطابق سومرا هندو هئا. ايڇ. ٽي. سورلي (H.T. Sorley) مطابق، سومرا پوءِ مسلمان

ٿيا، پر ڪڏهن، اها ڪنهن کي به خبر ناهي. هو چوي ٿو ته اهي جاڙيجن (راجپوت) وانگر آهن، "جن لاءِ هڪ پيري راهه خود پڪ سان چئو هو ته ين هزارن جاڙيجن مان ٿي به اهڙا نه هئا، جن کي اها خبر هجي ته سندن مذهب ڪهڙو هو." ظاهر آهي ته سومرا هندو هئا، جن تي ڪجهه اسلامي اثر هو، جيڪي پوءِ نسالي ماتر مسلمان ٿيا ۽ پنهنجو هندو ڪلچر قائم رکيائون.

ايڏي وقت جي فاصلي تي، سومرا حاڪمن - راجپال، پونگر ۽ دودي کان وٺي هميرِ، ننگر ۽ چنيسر تائين - جي اوسر ۽ زوال جي معاملي ۾ وڃڻ جي ضرورت ناهي. ايترِيقدر جو هڪ نَهرو دودو پڻ هو، جنهن علاوالدين جي، فاتح لشڪر جي سپهه سالارن کي، سنڌين جي خليجن سان بي رخيءَ طور، ڪا ي هٿ سان ڪيڪاريو هو. پر بادشاهن جي تاريخن کان وڌيڪ چٽا ماڻهن جا آهني رزميه داستان آهن، جيڪي سندن معاشري جي زندگيءَ ۽ ڪلچر تي گهڻي روشني وجهن ٿا. ارنولڊ ٽائن بي (Arnold Toynbee) پنهنجي تصنيف 'تاريخ جو مطالعو' (Study of History) ۾ لکي ٿو: "تاريخ، ناٽڪ ۽ ناول وانگر، ڏند ڪٿا جي صورت ۾ سرجي ٿي، جيڪا پروڙڻ ۽ اظهارڻ جو اوائلي طريقو آهي - جنهن ۾ جيئن ٻردن جي آڪاڻين ۾ هوندو آهي، جيڪي ٻار چاهه وچان ٻڌندا آهن، يا جيئن خوابن ۾ هوندو آهي، جيڪي نوجوان ڏسندا آهن - حقيقت ۽ تصور ۾ ڪا به ليڪ ڪڍيل نه هوندي آهي. مثال طور 'اليڊ' (Iliad) جي باري ۾ چيل آهي ته "جيڪو به اها تاريخ طور پڙهندو ته ڏسندو ته اها ڪوڙ سان پري ڀريل آهي، پر ساڳي طرح جيڪو به اها افسانوي طور پڙهندو ته ڏسندو ته اها تاريخ سان پري ڀريل آهي." سنڌي لوڪ ڪهاڻين سان ساڳي ڳالهه لاڳو ٿئي ٿي، جيڪي تاريخ ۽ ڪهاڻيءَ کي پاڻ ۾ جوڙي ادب پيدا ڪن ٿيون، جيڪو زندگيءَ کي گهرائي سان

ڀڙرو ڪري ٿو ۽ مڪمل طور تي ڀڙرو ڪري ٿو.

سنڌ جي سڀ کان آڳاٽي ڪهاڻي ’راءِ ڏياچ‘ جي آهي، جنهن جو هنڌ لاڙ کان سؤراشٽر تائين ڦهليل آهي. عربن جي فتح کان پوءِ، سنڌ جا سما راجپوت سؤ راشٽر (سنڌيءَ ۾: سورٺ) ڏانهن لڏي ويا هئا. ٻارهين صديءَ جي پهرين ڏهاڪي ۾، راءِ ديواس (ڏياچ)، جيڪو سمن جي چڊا نک مان هو، جهوناڳڙهه جي گرنار ۾ راڄ ڪندو هو. سندس ٻيڻ کي جڏهن پٽ ڄائو ته جوتشين چيو ته هيءُ وڏو ٿي پنهنجي مامي جو ڪنڌ ڪپيندو. ڀر هوءَ پنهنجي ٻار جي سونهن ۽ معصوميت کان ايڏو متاثر ٿي جو کيس ٽوڪريءَ ۾ وجهي دريا ۾ وهائي ڇڏيائين. ٽوڪري، راجا انيراءِ جي راڄ ۾ هڪ چارڻ کي هٿ آئي، جنهن ٻار جو نالو ٻيجل رکيو. ٻيجل وڏو ٿي وڏو راڳي ٿيو. ان وقت، گرنار ۾، رتني ڪنيار جي ڌيءَ سورٺ جو مڱڻو انيراءِ سان ٿيو. جڏهن ڄڃ رستي تان لنگهي ته راءِ ڏياچ رستو روڪي، سورٺ کي ڪٽي ويو، ۽ وٽس ساڻس شادي ڪيائين.

انيراءِ پنهنجي اٿاهه بيعزتيءَ تي ڏاڍو ڪاوڙيو. هن قيمتي هيرن ۽ جواهرن جي ڀريل ٿالهه جي انعام ڏيڻ جو ڍنڍورو گهمايو ته اهو انهيءَ کي ڏنو ويندو، جيڪو سندس بيعزتيءَ جو بدلو وٺندو ۽ راءِ ڏياچ جو سر وڍي آڻي ڏيندو. ٻيجل جي زال، جنهن کي پڪ هئي ته سندس مڙس پنهنجي موهيندڙ آواز وسيلي ڪا به شيءِ آڻي سگهي ٿو، تنهن اهو جواهرن جو ٿالهه، اهو وعدو ڪري ورتو ته ائين ٿي ٿيندو. ٻيجل جي گهر اچڻ تي، سندس زال کيس چيو ته وڃي راءِ ڏياچ جي در تي سُرَ هڻ ۽ جڏهن راجا کيس ڪجهه گهُرڻ لاءِ چوي ته ڪانئس سندس سر گهُري وٺج. ٻيجل، ائين ئي ڪيو. راجا سورهياڻيءَ ۽ سخا سان پنهنجو سر ڏيڻ قبوليو ۽ چيائينس: ”جيڪڏهن مون وٽ سوين سر هجن ها ته تنهنجي هڪ سُر تان

قربان ڪريان ها.“ سنڌ جي مهاڪوي شاهه عبداللطيف انهيءَ ڪهاڻيءَ کي پنهنجي ’سُر سورٺ‘ ۾ امر ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪهاڻيءَ جا چار نقطا آهن. نياءُ ضرور ڪيو وڃي، قسمت جو لکيو اڻ ٽر آهي، گهڻا عورت جي موتمار ڪمزوري آهن، ۽ ماڻهوءَ تي سنگيت جي سگهه سينيءَ ڪان پرپل آهي.

انهيءَ ساڳئي دؤر جي هڪ ٻي ڪهاڻي آهي ’ليلا چنيسر‘. چنيسر، ٺٽي جي پرسان، ديول ڪوٽ جو سومرو حاڪم هو. سنڌس ڏال جو نالو ليلا هو، جنهن سان سندس ڏاڍي دل هئي. لکپت جي سولنڪي راجا، راءِ ڪنگهار، جي ڌيءَ ڪؤنرو جي دل چنيسر سان اڙجي ويئي، پر ڪيس هر ڪاڻي نه سگهي. انهيءَ ڪري سٽ سٽيائين ۽ نوڪرياڻي جو ويس ڪري، ليلا وٽ وڃي سندس ٻانهي ٿي. ڪجهه وقت ڪان پوءِ، ليلا کي هڪ قيمتي هار انهيءَ شرط سان ڏيڻو ڪيائين ته هوءَ ڪيس چنيسر سان هڪ رات گهارڻ جي اجازت ڏيندي. هار جي لالچ ۾ ۽ انهيءَ اميد تي ته چنيسر شراب جي نشي ۾ ڪؤنروءَ ۽ ليلا ۾ فرق نه سمجهندو ـ ليلا اها آڇ قبول ڪئي. پر چنيسر حقيقت سمجهي ويو. هن ليلا ڪان منهن موڙي ڇڏيو ۽ ڪؤنروءَ سان شادي ڪيائين. هيءَ ڪهاڻي عورت جي گهڻن ٿوڙي معمولي شين تي هر ڪڻ جي ڪمزوريءَ تان پردو کڻي ٿي. هيءَ ڪهاڻي انهيءَ ڳالهه تي زور ڏي ٿي ته مالڪ، پوءِ اهو ڪئي سنساري هجي يا روحاني، آسانيءَ سان بيوقوف بڻائي نٿو سگهجي.

شاهه پنهنجي ’سر ليلا چنيسر‘ ۾ ليلا کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

”تو جو ڀانيو هار، سو سورن جو سڳڙو“

ليلا پڇتاءُ ظاهر ڪندي چوي ٿي:

”الا، ڏاهي م ٿيان! ڏاهيون ڏک ڏسن.“

شاهه پڇاڙيءَ ۾ ليلا کي صلاح ڏيندي چوي ٿو:

"ليلا! لڇ ۾ ايترو، آئسي اگڻ سور،
ابو ڏاڏو گهور، پاڻ سوڏو پرين تان."

پر انهيءَ دؤر جي ناياب سنڌي رزميه ڪهاڻي 'عمرمارئي' آهي. مارئي ٿوئائي وينگس آهي، جيڪا پنهنجي سنگيٽي کيت سين سان منگيل آهي. جڏهن عمرڪوٽ يا امر ڪوٽ جي سومري حاڪم عمر کي سندس سونهن جي سڌ پوي ٿي ته هو کيس زوري کڻي اچي پنهنجي قلعي ۾ قيد ڪري ٿو رکي ۽ کيس شاديءَ ڪرڻ لاءِ هرکائي ٿو. مارئي انڪار ڪري ٿي. هوءَ اميرانا ڪاڏا ڪاڏڻ ۽ ڪوبه ٿهلو پائڻ قبول نٿي ڪري. ايتريقدر جو پنهنجي وارن ۾ تيل به نٿي وجهي. کيس ڏپ آهي ته سندس اباڻن کيس وساري ڇڏيو آهي، جو اهي مٿان اهو سمجهندا هجن ته ٿر جي پٽن جي پيٽ ۾ هاڻي محلات ڇڏڻ نٿي چاهي. پر هوءَ پنهنجي اباڻن ڏانهن نياپا ٿي موڪلي. پوءِ هڪ ڏينهن، هوءَ عمر کي چوي ٿي ته هوءَ ٻاهر گهمڻ لاءِ وڃڻ ٿي چاهي. انهيءَ ڳالهه تي عمر سوچي ٿو ته هاڻي مارئي خوش آهي ۽ مٿس راضي ٿي آهي. پوءِ هوءَ ٻاهر وڃي ٿي ۽ جتان کيس ڇوٽڪارو ملي ٿو. هوءَ پنهنجي وطن پهچي ٿي، جتي سندس اچڻ تي خوشيون ڪيون وڃن ٿيون.

مارئي، اسان کي سيتا جي ياد ڏياري ٿي، جيڪا لنڪا ۾ قيد هئي. اها ڳالهه ڪافي دلچسپ آهي، جو راوڻ توڙي عمر، ٻئي معتبر شخص هئا، جن پنهنجا ارادا بيوس عورتن تي نه مڙهيا:

مارئي پنهنجي ڳالهه تي اٽل آهي ته هوءَ غريب آهي، پنهنجي مڙس سان محبت اٿس، اڳيئي منگيل آهي ۽ محبت يا دولت يا ٻئي ڪا ٻيءَ سبب ڪري، ڪنهن به ڌارئين سان شادي نه ڪندي. سندس پنهنجي غريب وطن ۽ غريب ماڻهن سان محبت، اسان کي پلاري ٿر وڃڻ ۽ آتي رهڻ جي خواهش ٿي جاڳائي. سندس پنهنجي وطن ٿر لاءِ بيقراري، سنڌي ادب

کي حب الوطنيءَ جي شاعري عطا ڪئي آهي.

شاهه جي مارئي چوي ٿي:

”هيڪ جيئن نه چايانس، ٻيو چانديءَ جي مُران!....

”پٽولا پٽوهار ڪي، عمر! آءُ مَ ٽون....

”اي نه مارُن ريت، جيئن سيئڻ مٽائين سون تي،....

”مُيائي جيان، جي وڃي مُڙهه ملير ڏي....

ڪاش! مان ڄمان ئي نه ها،

يا جيڪڏهن ڄمان ها،

ته هن بدناميءَ جي بدران اوڏي مهل ئي مري وڃان ها....

اي عمر، هن غريب ڇوڪريءَ کي پنهنجا ريشمي ڪپڙا پارائي،

ڪلنڪ نه ڪر،

اسان غريب ضرور آهيون،

پر پنهنجا وَرَ سون تي نه مٽائيندا آهيون.

اي عمر، جڏهن مران ته منهنجو لاش منهنجي وطن آمائج،

جتي مان ٻيهر جيئري ٿي پوندس....

’عمر مارئي‘ حب الوطنيءَ جو (خوشيءَ جو) هڪ ڏکيو راڳ آهي. ان ڪان وڌيڪ اهو ’سوَ ڌرم‘ ـ اسان جي زندگي جي قدرن ۽ زندگيءَ جي اسلوب لاءِ ـ هڪ دليل آهي. ’عمر مارئي‘ اڄ جي سنڌي قوم پرستن لاءِ اتساهه جو جيئرو جاڳندو وسيلو آهي.

پر ڏکيو ۽ يادگار ’سومرن جو دَور‘ دودي ۽ چنيسر جي تاريخي تنازعي ۾ سانديل آهي. تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ جڏهن ڀونگر راڻا مري ويو ته ملڪ اميرن سنڌس لوهاڻ زال مان ڄڻيل وڏي پٽ چنيسر جي بدران، ڏاڏي ـ پوٽي زال مان پيدا ٿيل ننڍي ۽ هوشيار پٽ دودي کي تخت تي وهارڻ جو فيصلو ڪيو. ويڳي ياڻا دودي کي پڳ جي لالچ نه هئي، ۽ هن ايتري قدر چيو ته هو نالي ۾ حڪمراني ڪندو، پر

حقيقي حاڪم چنيسر هوندو، پر انهيءَ جي باوجود، ننڍي ڀاءُ جي رسمي ڀڳ ٻڌڻ، چنيسر جي ماءُ ۽ زال کي اڃان ناراض ڪري وڌو، جيئن ڪيڪئي ۽ منٿرا، رام جي راڄ گديءَ تي ويهڻ ڪري ناراض ٿيون هيون. انهن چنيسر کي اشتعال ڏياري، دهليءَ مان علاوالدين کي مدد لاءِ وٺي اچڻ لاءِ روانو ڪيو. 1296ع-13000 ۾ سنڌ ۽ خلجين وچ ۾ وڏو مقابلو ٿيو. هڪ وڏو لشڪر گجرات جي رستي، سنڌ پهتو. لشڪر ايڏو وڏو هو، جو سنڌي چارڻن چيو آهي: ”ايترو پاڻي پيتائون جو سابرمتي سڪي ويئي.“

خلجين نه رڳو دودي کي تخت تان لاهي، چنيسر کي ان تي وهارڻ ٿي چاهيو، پر هنن ڀونگرراءِ جي ٽين ڏاڏي پوٽي زال مان پيدا ٿيل ڌيءَ ٻاگهيءَ (ٻاگهي) جو سڱ علاوالدين لاءِ گهريو. پر سڱ جي انهيءَ گهُر کي رد ڪندي سومرن چيو: ”تون تُرڪ اسين سومرا، اهڙي جوڙ نه جڳائي.“ پوءِ جنگ لڳي ۽ ٻنهي ڌرين جو گهڻو نقصان ٿيو. دودي جو پٽ ڀونگرپهو ۽ چنيسر جو پٽ 'نهرو' پڻ دودي جي طرفان بهادريءَ سان وڙهيا ۽ مارجي ويا. سڀڙ ابڙي، جيڪو سمون سردار هو ۽ سومرن جو طرفدار هو، علاوالدين جي پٽ سيد غازي سالار کي ماري ڇڏيو. جڏهن دودي کي نيزي ۾ ٽنگي مٿي آيو ڪيو ويو ته پرسان بيٺل چنيسر کي چيائين: ”آئون اڃا به توکان مٿي آهيان!“

انهيءَ وچ ۾ جڏهن سنڌس وطن ۽ ماڻهن تي خلجين حملو ڪيو ته چنيسر ٻيهر سوچڻ تي مجبور ٿي پيو. سنڌ جي خلاف ڏاڍاين جي ڪري هاڻي ڪيس علاوالدين جي خلاف نفرت ٿي پيئي. سمجهيو ٿو وڃي ته هو علاوالدين سان وڙهندي مارجي ويو هو.

هن داستان جو سڀ کان اهم پهلو اهو آهي ته سنڌ ۾ خلجين جي خلاف اها عام ماڻهن جي جنگ هئي. ايتري قدر

جو هاري ۽ ناري، ڏنار ۽ ڳنوار، چارڻ ۽ فقير، مهاڻا ۽ ميربحر، ڪنير ۽ ڪوري، سڀ انهيءَ جنگ ۾ ڪڏي ڪاهي پيا. انهن سڀني جو نعرو هو: ”تلوار اسان جو هر آهي.“

سومرين محل ماڙيون ڇڏي، ڪجهي طرح سمن جي سام ۾ رهڻ لاءِ نڪري ويون. علاؤالدين جڏهن اتي پهتو ته ڪاريءَ وارا ڪک ڏٺائين. هو پريشان ۽ نااميد ٿي واپس موٽي ويو.

اڄ ڏينهن تائين سومرن جي سورهيائي ۽ سومرين جي سونهن ۽ پوترتا جي ساراهه جا گيت ڳاتا ويندا آهن. دودي جي شهادت کي اڄا تائين، هر سال چيٽ مهيني ۾ ميلي جي صورت ۾ ملهايو ويندو آهي. ڪي سؤ ورهيه اڳ ڳاتا اهي گيت اڄ به سنڌي ماڻهن جي چپن تي آهن.

”سنڌ سومرن جو سام آهي....

وڳهه ڪوٽ خدا جو پنهنجو ڪوٽ آهي!

شال سندس شان ذرو به جهڪو نه ٿئي.

او دودا!

جس هجي تنهنجي ماءُ کي،

جنهن توکي جنم ڏنو.

سنڌ جا سورما اڄ به دشمن سان سينو سپر آهن.

اي خدا، ڪين سوڀارو ڪج....

شال هن پلاري پونم تي

امن ۽ خوشحالي هجي....“

سومرن اسان کي ڏيهين صديءَ ۾ سنڌ جو وزير اعلي الله بخش سومرو ڏنو، جنهن مرڻ ڏينهن تائين ورهاڱي جي مخالفت ڪئي، ۽ سومرن جي دؤر جون سنڌي ماڻهن جي دلين ۾ وسندڙ ٻه پياريون شخصيتون آهن — جهولي لال ۽ قلندر لال شهباز.

لال شهباز 1143ع ۾ هاڻوڪي افغانستان جي مروند شهر ۾ ڄائو هو. سندس اصل نالو پير عثمان شاهه هو. هو سنڌ ۾ اچي سيوهڻ ۾ رهيو، جيڪو آڳاٽي شِوَ مندر جي ڪري مشهور هو. هو ٻاهريون نالي وارو مسلمان هو، جنهن سنڌ ۾ محبت ۽ سڳهپ جو پرچار ڪيو. کيس 'شهباز' انهيءَ ڪري چوندا هئا، جو هو پنهنجو پاڻ کي شهباز جي صورت ۾ تبديل ڪري پنهنجي دوست شيخ فريد گنج شڪر کي ڪٽر ملن جي ڦاهيءَ تان لاهي، پاڻ سان کڻي آيو هو. کيس لال لباس پائڻ ڪري، 'لال' ڪوٺيو ويندو هو، جيڪو هو سموري زندگي پائيندو رهيو. لال شهباز سنڌ جو ٻاهريون اهم صوفي سنت آهي. هندو کيس مهاراجا وڪرماڌتيه جي ڀاءُ ڀرٿريءَ جو اوتار مڃيندا آهن، جنهن لاءِ چيو ويندو آهي ته هن شِوَ جي پوڄا اُن هنڌ تي ڪئي هئي، جتي اڄ ڪلهه لال شهباز جي مزار آهي.

ٻي مقدس شخصيت جهولي لال آهي، جيڪو اُڏيرو لال، امرلال ۽ لال سائين جي نالن سان سڃاتو وڃي ٿو. ڏهين صديءَ ۾ جڏهن عربن جو زوال شروع ٿيو ۽ سومرا آسري رهيا هئا ته ٺٽي جي تعصبي حاڪم مرخ شاهه هندن کي مسلمان ٿيڻ جو حڪم ڏنو هو، پريشان ماڻهو، سنڌوءَ جي ڪناري تي گڏ ٿيا ۽ بچاءُ لاءِ 'ورڻ ديوتا' تي اجتماعي پرارٿنا ڪيائون. ڏندڪٿا موجب، هڪ سهڻو جوان، جنگي گهوڙي تي چڙهي دريا مان نروار ٿيو، جنهن ڪيترائي معجزا ڏيکاريا ۽ ماڻهن کي ثقافتي نسل ڪشيءَ کان بچايائين. سندس درشن نصرپور ۾ ڪرايو ويندو آهي — جتي سندس لاءِ مڃيو وڃي ٿو ته ٻالڪ جي روپ ۾ رتن راءُ لوهاڻي ۽ سندس زال ديوڪيءَ کي سوني جهولي يا پينگهي ۾ ڀڳوان ڪرشن وانگر — ڄائو هو. پڻ هندن کيس لهرائيندڙ ڏاڙهيءَ سان گرونانڪ وانگر، پر پاڻيءَ جي پيداوار، مڇيءَ تي ويٺل ڏيکاريو ويندو آهي. پر ظاهري طرح هو هڪ نوجوان اڳواڻ هو، جنهن هزار ورهيه

ڪن اکين، سنڌ جي هندن کي مصيبت کان بچايو هو. اڄ تائين سنڌس مانَ ۾ مندر جوڙايا ويندا آهن ۽ سندس شان ۾ 'پنجڙا' ڳاتا ويندا آهن. ويجهڙائيءَ ۾ رونا ليلا جي سُريلي آواز ۾ ڳاتل گيت 'جهولي لال — ۽ مست قلندر' هندستان ۽ پاڪستان ۾ هڪجيترا مقبول آهن:

او لال! ميري پت رکيو سدا جهولي لالڻ !......

[او سنڌ جا سائين، جهولي لال، سيوهڻ جا سائين، لال لباس وارا قلندر، تون وڏي شان وارو آهين! مون تي شال تنهنجي مهر هجي!

تنهنجي مزار هميشه جهڙن مشعالن سان روشن آهي، ۽ هاڻي مان تنهنجي مان ۾ چوٿين مشعال روشن ڪرڻ آئي آهيان.

شال تنهنجو اوچو نالو هند ۽ سنڌ ۾ وچندو رهي، شال تنهنجي شان ۾ گهڻو زور سان وڄندو رهي.

او سائين، شال تون هميشه هرهنڌ قائم رهين. منهنجي وينتي آهي ته عليءَ جي صدقي منهنجي ٻيڙيءَ کي زندگيءَ جي دريا مان پار لنگهائج.]

# 7

## سونهري دؤر

سومرن ۽ سمن سما آمرائن ڳڏجي خلجين جي حملي جو مقابلو ڪيو، پر انهيءَ مقابلي سنڌ ۾ سياسي قوتن جو توازن مڪمل طور تي تبديل ڪري ڇڏيو. سومرن جو گهٽو رت وهيو. ساڳئي وقت سمن جي همٿ ۽ ڪردار، بهادر ۽ چڱو ثابت ٿيو. تنهنڪري اختيار لاءِ پنهنجيءَ جي وچ ۾ ڇڪتاڻ اٿي هئي. جيئن ته سومرن وٽ اڳيئي اختيار هو، تنهنڪري دهلي سرڪار جو ساٿ ساڻن هو. دهلي-سرڪار ته ملتان ۽ گجرات جي حڪمرانن کي به هدايت ڪري ڇڏي هئي ته اهي سومرن جي حمايت ڪن، پر سمن جي فائدي ۾ وڏيڪ اهم عنصر ڪم ڪري رهيا هئا.

سومرن جي حڪمرانيءَ جي سرزمين ڏکڻ-اوڀر سنڌ هو ۽ سما صوبي جي گهٽي حصي ۾ پکڙيل هئا، ۽ سما ڳاڻيٽي ۾ سومرن کان وڌيڪ هئا. (مثال طور، 1901ع جي آدمشماري موجب سما 7,32,897 هئا، جڏهن ته سومرا 1,02,763 هئا، جيڪو ڳاڻيٽي جي لحاظ کان وڏو فرق آهي.)

سنڌو پنهنجو وهڪرو گهٽ ۾ گهٽ 1250ع کان تبديل ڪندو رهيو آهي. اهو اولهه ڏانهن – الور، برهمڻ آباد، امرڪوٽ، وگهه ڪوٽ ۽ سومرن جي روپا کان پري – ۽ سمن جي سيوهڻ ۽ ٺٽي جي شهرن ڏانهن منتقل ٿيندو رهيو. صدين کان، روهڙيءَ جي ٽڪريءَ مان ٿر ڪوٽ، دريا رستي سومرن جي شهر امرڪوٽ ڏانهن اڏاوت جي ڪم لاءِ ٿيا ويندا هئا. هاڻي اهو سلسلو ختم ٿي ويو هو. تمام جلدي اوڀر ۾ وهندي اصلوڪو واهه، جيڪو مقامي طور تي 'هاڪڙو' (گهگهر؟) ۽ 'مهراڻ' جي مختلف نالن سان

چاڙهو ويندو هو، نديءَ کان ننڍو ٿيندو ويو، ايستائين جو اڄ اهو گهٽجي 'اپرندي ناري' جي نالي سان سڏبو وڃي ٿو. نارا ڪئنال جا اڪيلا يادگار ساموئيءَ مانگرمڇ آهن. جڏهن اهو واهه تر ۽ ڪڇ مان وهي، عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو، تڏهن 'رتناڪر' جي نالي سان سڃاتو ويندو هو. ظاهر آهي ته جڏهن دريا سمنڊ ڏانهن وهندي، وچ ۾ سڪي ويو ته اهي مانگرمڇ ان وقت اتي ڦاسي رهجي ويا.

واقعاتي طور تي، آڳاٽي الور کان، جيڪو روهڙيءَ جي اوڀر ۾ ڇهه ميل پري آهي، روهڙي ۽ سکر جي وچ واري لڪ ڏانهن، دريا جي وهڪري جي تبديليءَ کي تاريخي نتيجن جو جاگرافيائي-تسلسل آهي. روهڙي ۽ سکر جي وچ واري ٽڪري هاڻي سنڌ ۾ بکر جو ٽاڪرو ٻيٽ ٿي پيو آهي. الور جو قلعو هاڻي ڊهي ويو آهي ۽ انهيءَ جاءِ تي، سنڌ جي بچاءَ لاءِ، هڪ مضبوط قلعي جي اڏاوت لاءِ انسان جون سرون ۽ پٿر نيا ويا. ان وقت کان وٺي، صدين تائين، ننڍو ڏکڻ ۾ ۽ بکر اتر ۾ سنڌ جا ٻه ٿنڀا ٿي پيا.

سنڌوءَ جي وهڪري جي تبديلي، سومرن جي قسمت تي تباهه ڪن اثر ڇڏيو. ان جي ابتڙ، سمن جي قسمت تي برقياتي اثر پيو. انهيءَ ۾ ڪو عجب ناهي ته سومرا انهيءَ ڏينهن لاءِ دعا گهرندا هئا ته ڪڏهن هاڪڙو الور وٽان-وهندو (سمن کي مٺيرو ڇڏي، سڪائي الڳ ڪندو)، ڪڏهن اهي سمن ڏانهن پاڻيءَ جي پيداوار جهڙوڪ مڇي، ٻيهه ۽ لوڙهه سوکڙي طور موڪليندا.

”هيڪ وهندو هاڪڙو، پڇندي پنڌ اروڙ،
ٻيهه مڇي ۽ لوڙهه، سمي ويندا سوکڙي.“

پر دريا پنهنجو الهندي وهڪرو قائم رکيو. ٽڪل سومرا پٿن ۽ چارڻن وٽ ٻي مانا ٿي پيا، جن هاڻي نون اميرن، سمن جي سخاوت جي ساراهه جا گيت ڳائڻ شروع ڪيا هئا.

آخري سومرن جي هڪ عجيب مايوس ڪُن چيو آهي :
”جيڪڏهن باقي دنيا اسان جي ڦُرڪار جي اڌ حقدار آهي ته سومرا سڄي جا حقدار آهن.“ جيتري قدر سمن جو واسطو آهي ته شاهه لطيف پڻ چيو آهي: ”جڏهن اهي ناراض آهن، پوءِ به ڏين ٿا. جڏهن اهي خوش آهن ته پاڻ اڳي کان وڌيڪ ڏين ٿا، هو پنهي حالتن ۾ ڏاڍا سٺا آهن.“ اهو پڻ ممڪن آهي ته ماروار جي سرحد سان لڳ، ڏکڻ اوڀر جي وارياسي علائقي ۾ رهڻ ڪري، سومرا طبعاً ڪنجوس هئا. تنهنڪري ان وقت جي ’سيّد سماءَ جي ماڻهن‘ (پيٽرن ۽ چارڻن) پڻ سمن جي ايرندڙ سج کي سلام ڪرڻ کي ترجيح ڏني. 1315ع ۾، وقفي بوقفي اڳيل لڙائين کان پوءِ، 1351ع ۾ آخرڪار سمن کي سوڀ حاصل ٿي. جڏهن دهلي سرڪار ڦُرو وڌو ته سمن سيوهڻ ۾، مرڪز جي گورنر، ملڪ رتن کي ماري وڌو. ساڳئي سال، سمن اول پنهنجي شهر ساموئي ۾ تخت گاهه قائم ڪيو پر جلد ئي اهو ٺٽي ڏانهن منتقل ڪيائون، جيڪو پوءِ گاديءَ جي هند جي حيثيت سان هوڪارجڻ لڳو.

اها سموري ترقي، دهليءَ جي سلطان محمد تغلق جي برداشت کان ٻاهر هئي. هو جلد ئي وڏو لشڪر وٺي سنڌ تي ڪاهي آيو. ايليٽ (Elliot) ۽ ڊاسن (Dawson) سندن چوڻ بيان ڪندي چون ٿا: ”ٺٽمال خدا مون کي بيماريءَ مان نڪرڻو ڪري ته جيئن مان ٺٽي جي ماڻهن کي نيچو نوايان. جيڪڏهن خدا مون کي پنهنجو ڪيو ته پوءِ به اها خواهش هميشه منهنجي دل ۾ رهندي.“

سنڌ جي مهم دوران، محمد سنڌ جو لذيذ پلو گهڻي تعداد ۾ کائيندو هو. (سنسڪرت ۾ مڇيءَ کي پلو چون، بينگالي ۾ ’هلشا‘ ۽ امريڪيءَ ۾ شاد چون). اهو ايترو ته لذيذ آهي جو سنڌيءَ ۾، ڪل پوڳ ۾ چئبو آهي:

”ٻلو سهري ڪان ٻي ٻلو،
سيري ۾ نـــہ ســـاءُ،
ٻلو ڳوڏا ڪوڙي ڪاءُ.“

اهائي اميد رکي سگهجي ٿي ته محمد تغلق ٻلي ڪاڻ ڪري نہ مٺو هو، پر هن جو موت سنڌ ۾ ٿيو هو ۽ ڪيس ٺٽي جي پرسان دفنايو ويو.

ڪانئس پوءِ فيروز تغلق تخت تي ويٺو. هو محمد تغلق جي بيعزتي برداشت ڪري نہ سگهيو. درباري تاريخ نويس لکن ٿا: ”جڏهن هو انهيءَ هنڌ (ٺٽي) جي باري ۾ ڳالهه ڪندو هو ته هو پنهنجي ڏاڙهيءَ تي هٿ گهمائيندو هو ۽ عجب کائيندو هو ته صد افسوس جو ڪانئس اڳيون سلطان محمد شاهہ تغلق اهو فتح ڪرڻ ۾ ناڪام ويو.“

تنهنڪري، گهڻو وقت گذرڻ ڪان اڳ، فيروز وڏي لشڪر سان سنڌ تي ڪاهي آيو. پر هن لاءِ ب. شهر تي قبضو ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو. ڪجهہ وقت لاءِ گجرات ۾ ساهي پٽڻ ڪان پوءِ هن جڏهن شهر جو گهيرو ڪيو ته سنڌي لشڪر اڌ فارسي- اڌ سنڌيءَ فتح جو نعرو هنيو:

”بابرڪت پير پٺو،
هڪ مئو ٻيو ٺٺو.“

سنڌي مسلمان، راجا ڳيچند ڪي پير پٺو چوندا آهن. جيڪو پوءِ سنڌ جي ڊيڊن جو پير ٿيو.

1365ع ۾، فيروز شاهہ وري سنڌ تي ڪاهي آيو. هن ڀيري هن سمن جي سردار ٻانڀڻيي (برهمڻ لاءِ سنڌي لفظ) ۽ سندس چاچي ڄام جوڻي کي ٻانڌ سان دهلي هلڻ تي آماده ڪيو، جڏهن ته ٻانڀڻيي جي ڀاءُ ڄام تماچي ۽ جوڻي جي پٽ ڄام تو ڳاچي گڏجي سنڌ تي راڄ ڪيو. دهليءَ ۾، فيروزشاهہ، جوڻي کي ڀنيلائي، سندس ڀائٽي کي پويان ڇڏي، 1375ع ۾ ٺٽي جو گورنر ڪري واپس موڪليائين. ٺٽي ۾، جوڻي، ڄام

تماچيءَ کي گرفتار ڪيو ۽ ڪيس دهليءَ ڏانهن ڀري موڪلي، دهلي - سرڪار جي نمائندي جي حيثيت سان سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لڳو. اهو سنڌين لاءِ گهڻو ڪجهه هو. معزز شيخ حماد اهو چوندي ٻڌو ويو: ”جوڻو بيوقوف آهي. او ڄام تماچي، مهرباني ڪري موٽي اچ. تنهنجو آهي، الله پڻ توتي مهربان آهي.“ ٻيو عالم، نوح اهو چوندي ٻڌو ويو: ”وڃ ۽ وڃي ڄام جوڻي کي قتل ڪر ۽ ڄام تماچيءَ کي حاڪم بڻاءِ.“ گهڻي وقت گذرڻ کان اڳ، ڄام تماچي حاڪم ٿيو ۽ سنڌ جي سونهري دؤر جي شروعات ٿي.

انهيءَ دور ۾، سنڌ ۽ گجرات دوستيءَ جي ناتن ۾ ڳنڍيل رهيا ۽ پنهنجي آزادي قائم رکڻ جي ساڳي ڪوشش ۾ ساٿي رهيا. ڪيترن ئي شهزادن جون شاديون هڪ ٻئي جي ملڪن ۾ ٿيون.

سنڌ ۾، سمن جي دؤر جي خوشحاليءَ جو بيان 'تاريخ طاهري' ترنگ ۾ اچي ڪري ٿي: ”جيڪي زمينون غير آباد هيون، هاڻي چڱيءَ طرح پوکجڻ لڳيون. زمين جو اهڙو ڪوبه ٽڪرو نه رهيو، جنهن تي هر نه هليو هجي. ٺٽو اوپرجي 'منڊي بڻجي ويئي. سنڌ علم ۽ دولت ۾ 'ٻيو عراق' بڻجي ويئي. هڪ آڳاٽي آڪر ۾ چيل آهي: 'هرهنڌ کوهه ۽ وڻ هئا.... ماڻهو ايڏو خوش هئا جو ٻڌا دائمي طرح جوان ٿي ويا.' ”رعيت راضي ايهه جهي، جو پڌا نت جوان.“

سما ڪير هئا؟ چوٽيءَ جي تارنخيدان سماجياتي ڀيرومل مهرچند آڏواڻي مطابق، سما يادو نسل مان هئا. عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ، منجهانئن گهڻا لڏي وڃي گجرات ۾ آباد ٿيا. (سورٺ جو راءِ ڏياچ سمو هو.) پر، چوڏهين صديءَ جي اوائل ۾، منجهانئن گهڻا ڪجهه قدر سومرن جي مدد ۾، خلجين سان مقابلو ڪرڻ لاءِ واپس موٽي آيا. ايچ - ٽي - سورلي مطابق، ”انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته سما جادو ڪُل جا راجپوت هئا ۽ گهڻو ڪري اهو ئي قبيلو هو،

جنهن کي سڪندر سامبوس (Sambos) ڪري ڄاتو ويو آهي 1391ع کان اڳ مسلمان نه ٿيا هئا، ۽ سنڌن پونير ڪڇ جا سميجا ۽ جاڙيجا، ڪري ڄاتا وڃن ٿا.

انهيءَ جي معنيٰ ته سما سنڌ جا حاڪم ٿيڻ کان پوءِ، گهٽ ۾ گهٽ ڇهن ڏهاڪن تائين هندو رهيا. آهي ڪڏهن، ڇو ۽ ڪيئن مسلمان ٿيا، اها خبر ناهي، پر ڏسجي ٿو ته اسلامي دنيا جي ڇڪ اوله ايشيا ۾ ان جي پرڀارن توڙي اتر هندستان ۾ اهم ڪم ڪيو آهي. پر اسلام انهن تي پنهنجو ڌيان مرڪوز ڪيو. رسمي مسلمان- نالي کان علحده، انهن ڪين پنهنجا روايتي نالا ڏيڻ تي زور ڏنو. (اڄ به ٿرپارڪر ۾ ڪنهن به شهريءَ جو ڪهڙو به مذهب هجي، هو پنهنجي ٻارن جا نالا سنسڪرت جي فهرست مان ڳولي رکندو آهي، جهڙا منڌر ۾ رکيل هوندي آهي.)

پر سڀني ڇڳين ڳالهين جو ڪيئن به خاتمو ٿيڻ گهرجي. جڏهن بابر پنهنجو وطن سمرقند ۽ بخارا وڃايا ته هو هندستان تي چڙهائي ڪري آيو. رستي تي 1516ع ۾، هن پهرين ايران ۽ هندستان جي دروازو قنڌار (ڪورون جي ماڻ گانڌاريءَ جو پراڻو گانڌارديش) فتح ڪيو. ارغون جيڪي قنڌار مان ڌڪجي نڪتا هئا، بدلي ۾ 1521ع ۾ سنڌ تي ڪاهي آيا. لڙائيءَ ۾ ڄام نندي (نظام الدين) جو پٽ درياخان سمو وڙهندي مارجي ويو. هڪ ئي جنگ ۾ ويهه هزار سنڌي ارغونن سان وڙهندي مارجي ويا. اهي ارغونن، چنگيزخان ۽ سندس قبيلي مان هئا. سنڌي پنهنجي گهوڙن تان لهي، پٽڪن ۽ ڪمربندن جا سنڌرا ٻڌي، سر تان آهو ڪٽي جنگ وڙهيا، پر منجهائڻ ڪوبه جيئرو نه بچيو.

سنڌين جي شڪست جو نمايان عنصر، مذهبي ڪٽرپڻو هو، جيڪو سمن جو آخري ڏينهن ثابت ٿيو. مخدوم بلاول، جيڪو وڏو گهراڻو هو، جنهن آزاد خيال مڪتب فڪر

پيش ڪيو.... سنڌس سرپرست درياخان هو، جيڪو خود هڪ مدبر سپاهي هو. پر جڏهن ڄام نندي جي گاديءَ تي ڄام فيروز ويٺو ته رجعت پسند گروهه مٿي ابري آيو. انهن ٻلاول کي تيل جي گهاڻي ۾ پيڙائي ڇڏيو! انهيءَ ڳالهه سنڌين جون دلون ٽوڙي ڇڏيون."

سمن جي شڪست کان پوءِ، ٻکر جي گورنر قاضي قاضن، جيڪو سپاهي، مدبر، عالم ۽ صوفي سنت هو، مداخلت ڪئي ۽ جيترو ممڪن ٿي سگهيو، ارغونن کي امن ۽ آرام سان حڪمراني حوالي ڪرايائين. شاهه بيگ ارغون، مغلن جي مدد سان سنڌ تي قبضو ڪيو. انهيءَ ڏهاڪا هيٺ هندو حڪمران اتر کان ترڪجي لاڙ ڏانهن آيا، جيڪي اتي سمورو وقت پنهنجي آزادي قائم ڪري ويٺا هئا. سنڌ کي وري پراڻي چوڻي ياد ڏياري ويئي: "جڏهن ڪڏهن سنڌڙي، ٽوڪي قنڌاران جو ڪو."

سمن جو دؤر ڄام تماچيءَ جي رومانوي داستان سان ياد ڪيو ويندو هو. هڪ ڏينهن جيئن ٿي هو (نئي جي پرسان) ڪينجهر ڍنڍ تي شڪار ڪري رهيو هو ته سندس نظر هڪ غريب مهاڻي ڇوڪري 'گندري' (گندي، ميري) تي پيئي. هن سندس نالي 'نوري' رکيو ۽ کيس پنهنجي محل ۾ وٺي وڃي مهاراڻي بڻايائينس. سڀني مهاڻن تان سموريون ڍلون ۽ محصول معاف ڪيائينس— ۽ پوءِ آرام سان رهڻ لڳو. اهو واقعو ڪوروَن جي ڏاڏي شانتنو جي ياد ڏياري ٿو، جيڪو ستيه وتيءَ جي عشق ۾ گرفتار ٿيو هو، جيڪا هڪ مهاڻي هئي.

پر سمن جي دؤر جو سڀ کان وڏو رومانوي داستان 'سسئي پنهون' جو آهي. سسئي برهمڻ گهراڻي ۾ ڄنم ورتو هو جڏهن پٽس کي سندس ڄنم پتريءَ مان پتو پيو ته ڏيٽس جو ليک ڪنهن ڏارئين سان لکيل آهي ته هن کيس ٽوڪريءَ ۾

وجهي دريا ۾ لوڙهي ڇڏيو. اها ٻوڪري ڀنڀور ۾ ڪنهن ڌوٻيءَ
کي هٿ لڳي. هو اڪيلي بي اولاد هئي. تنهنڪري ڪٽي پنهنجي
ڌيءَ طور پالڻ شروع ڪيائين. شڪل جي سهڻي هئڻ ڪري
سندس نالو سسئي (ششي معنيٰ چنڊ) رکيو ويو. جڏهن وڏي
ٿي ته سندس سونهن جي هاڪ پري پري تائين ڦهلجي ويئي.
بلوچستان جي ڪيچ مڪران جو تاجر شهزادو پنهون ڀنڀور
مان اچي نڪتو. پهرين نظر سان ٻئي هڪ ٻئي تي موهت ٿي
پيا. پنهون تجارت ڇڏي واپس ورڻ کان نابري واري ڇڏي
۽ سسئيءَ سان شادي ڪري پاڻ ڌوٻي بنجي اتي ئي رهي پيو.
پنهون جو پيءُ ڏاڍو ناراض ٿيو. هن پنهنجي ٻن پٽن کي
پنهون کي واپس وٺي اچڻ لاءِ اماڻيو. جڏهن سسئي ننڊ ۾
سمهيل هئي ته پنهون جي ڀائرن، پنهون کي اٺ تي ٻڌي، پنهنجي
وطن ڏانهن روانا ٿيا. پويان جڏهن سسئيءَ کي ننڊ مان جاڳ
ٿي ته کيس حقيقت جي خبر پيئي. انهيءَ ساعت سسئي به
پيرن اگهاڙي سندس پويان رواني ٿي.

ڏکئي ويران رستي ۾ هڪ ڪرار کيس ميريءَ اک
سان ڏٺو. سسئي ڌرتي- ماءُ کي حفاظت ڪرڻ لاءِ پڪاريو،
جنهن تي ڌرتي ڦاٽي پيئي ۽ سسئي منجهس هلي ويئي. پوءِ
جڏهن پنهون هوش ۾ آيو ته اٺان پنهنجي ڀائرن کان پاڻ ڇڏائي،
ڀنڀور ڏانهن روانو ٿيو. رستي تي کيس سسئي جي پڄاڻي جي
خبر پيئي. ڇيو وڃي ٿو ته کيس سسئي سان ملائڻ لاءِ، ساڳي
جاءِ تي ڌرتي ٻيهر ڦاٽي پيئي ۽ پنهون پنهنجي سسئيءَ سان
هميشه لاءِ مليو. پوءِ ٻنهي جي وچ ۾ رکيو بصر جي ڇلڪي
جيتري وڇوٽي رهجي ويئي.

شاهه جي شاعريءَ ۾ سسئيءَ جا ورلاپ ڪنهن به سنڌي
کي لڙڪ لاڙڻ لاءِ ڪافي آهن. اهي لڙڪ ورنداون جي جهنگ
۾ ڪرشن لاءِ گوپين جي تلاش کي پوئتي ڇڏي ڏين ٿا.
سسئي پار ڪڍندي چوي ٿي: ”اڏون نه سمي آهيان نه سومري.

آئون تہ برهمڻ آهيان، جنهن شاستر پڙهيا آهن. آئون پنهنجي پنهون کي ڳولهي لهنديس ۽ سندس دوبڻ تي گذاريندس.... ماڻهو چون ٿا تہ تون چرخو ڇور. آئون چرخو ڇوريان ٿي، پر هڪ بہ تند نٿي نڪري. جيڪي نڪري ٿو، آهي رت جا لڙڪ آهن، جيڪي چرخي کي پسايو ٿا ڇڏين....

او لڙڪو، اوهين ڏکيا نہ ٿيو. ۽ او جبل، ايڏو اوچو نہ ٿيءُ. منهنجون اکيون سڪڻ ڏيو تہ جيئن آئون پنهنجي پيرن جا نشان ڏسي سگهان.

اڄ آئون پنهنجا ڪپڙا گيروئان رنگيندس. آئون جوڳڻ ٿيڻ ٿي چاهيان. آئون پنهنجي پنهون لاءِ ڪنن ۾ جوڳين وارا ڪنڊل پائينديس....

هي پنڌ، ٻين پنڌن وانگر ناهي. آئون چاهيان ٿي تہ دانهون ڪري روئان. پر پوءِ ماڻهو چوندا تہ آئون چري آهيان. ماڻهو منهنجي محبت جي ڪارڻ مون تي الزام مڙهيندا. پر پوءِ ڇا ٿيو؟ سچا محبتي ٻڪرين تي ڏنتي پوڻ سان فڪرمند نہ ٿيندا آهن....

اڙي او سج، تون منهنجي محبوب سان ملڻ کان اڳ ئي لهين ٿو. ٺيڪ آهي، پر وڃي ڪيس ٻڌائج تہ آئون رستي تي ئي مري ويئي آهيان. اڙي او جبل، تون محبتين کي آڏت ڏج ۽ سندن پيرن کي نہ ڏکوئج!....

۽ پوءِ سسئي ۽ جبل ٻئي پنهون لاءِ گڏجي رنا. ايتري قدر جو گگدام سندن دل جون دانهون ٻڌي ڏهي پيا....

جڏهن پنهنجي پرين لاءِ موت جو ذائقو چکين ٿا، پرين انهن جي هنج ۾ آهي.... سسئيءَ جا سور ڳڀو تيستائين جاري رهيا، جيستائين سسئي پاڻ کي پنهون کان ڌار سمجهيو. جنهن ساعت، سسئي اهو ڄاتو تہ سسئي ۽ پنهون هڪ ئي هئا، تہ سندس سيئي سور ختم ٿي ويا.

سمن جي دؤر ۾ سنڌ اهڙيون ادبي ۽ ثقافتي اوچايون

ماڻيون! ٻه صديون پوءِ، شاهه لطيف ’سُر بلاول‘ ۾ انهن جي ساراهه جا ڏُڪ پيري ڳائيندو رهيو:

”او ڄام لاکا، آئُون اڳلي اوڏ آهيان. مون پنهنجي جهوپڙي تنهنجي ٻاجهاري اجهي هيٺ اڏي آهي. تون اسان ٻي اجهن جو بچاءُ ڪج. ائين ٿو لڳي ته خدا خود ڄام جکري کي پنهنجي هٿن سان جوڙيو آهي؛ لڳي ٿو، هڪڙي جکري کي جوڙڻ ۾ تمام گهڻي مٽي ڪتب آئي هوندي....“

# اڪبر جي ”ولايت دل - پسند سنڌ“

عربن جي اٺ سؤ ورهيه اوائلي دؤر ڪان پوءِ، جڏهن بابر ارغونن کي سنڌ ۾ هيٺ ڏڪيو ته سنڌ ٻهريون گهمرو ڏارين جي حڪمراني هيٺ آئي. ڪجهه وقت ڪان پوءِ، ترخان پڻ گهڙي آيا — ۽ ٻنهي ڌارين گروهن سنڌ کي ورهائي پاڻ ۾ ڪنيو. پوءِ وارن 180 سالن دوران، سنڌ مغلن سان سيني لاهن چاڙهن کي منهن ڏنو. جڏهن شيرشاهه همايون کي شڪست ڏني ته همايون پڇي اچي سنڌ مان نڪتو. پر ارغونن جو رويو ڏانهس ٿڌو هو. همايون هڪ ڪنڊ ڪان ٻي ڪنڊ تائين پناهه لاءِ ڀٽڪندو رهيو. هڪ موقعي تي هن مڪي وڃي فقير ٿي گذارڻ جو پڻ سوچيو. پر سندس ساٿين کيس چيو، ته ڪين وچ ۾ ڇڏي نه وڃي. ”اسان جو ڇا ٿيندو؟“ هنن کانئس پڇيو. اهي مڪي وڃڻ لاءِ تيار نه هئا. انهيءَ موقعي تي ٽيٽيهن ورهين جو جوان همايون، چوڏهن ورهين جي هڪ ارغون سنڌي ڇوڪري حميده بانوءَ جي محبت جو ديوانو ٿي پيو ۽ سنڌ جي پاٽ ڳوٺ ۾ 1541ع ۾ ساڻس شادي ڪيائين. امرڪوٽ جي راڻي برسال، همايون جي ساٿين کي پنهنجي قلعي ۾ پناهه ڏني، جتي 15 آڪٽوبر 1542ع تي کيس اڪبر ڄائو. اهو سنڌ توڙي هند لاءِ هڪ يادگار ڏينهن هو.

پر جڏهن، اڪبر سنڌ جي لاڙ واري حصي کي پنهنجي حڪومت سان ملائڻ چاهيو ته جاني بيگ مرزا جي اڳواڻيءَ هيٺ سنڌ جي ماڻهن سندس لشڪر جو مقابلو ڪيو. جاني بيگ مرزا پنهنجي سنڌي ماءُ جي ڪري مڪمل طرح سنڌي

تي ويو هو ۽ 'سنڌي ٻچو' جي نالي سان سڃاتو ويندو هو. هو پنهنجي ڇوڪري بازيءَ جي بدنام عادت جي باوجود عوام ۾ بيحد مقبول هو.

اڪبر جي موڪليل ٻهرئين شخص محمد صادق خان شڪست کاڌي. ان کان پوءِ جڏهن اڪبر پنهنجي وزيراعظم خانِ خانان مرزا عبدالرحيم جي هٿ هيٺ هڪ وڏو لشڪر چاڙهي موڪليو، تڏهن سنڌ 'ولايت دل-پسند' جي نالي سان سڏجڻ ۾ آئي. اڪبر انهيءَ ڪاهه کي ايڏي گهڻي اهميت ڏني هئي جو هو خانِ خانان کي رواني ڪرڻ لاءِ پنهنجي سمورن درٻارين سميت راويءَ جي ڪناري تي هلي آيو هو. هن پيري وري مغل لشڪر جي رسد جا رستا بند ڪري مٿن گهيرو ايڏو سوڙهو ڪيو ويو جو آهي مادي گهوڙي لاءِ محتاج ٿي پيا. انهيءَ صورتحال هيٺ، پريشان مغل سپهه سالار ان وقت جي ٻاڏي مذهبي اڳوان قاضي عثمان درٻيلائي وٽ ويو ۽ سندس پيرن تي ڪري پيو. هو ٽيستائين اٿان نه اٿيو جيستائين قاضي ڦونڊ وچان اهو چيو: "فتح عبدالرحيم جي ۽ ملڪ جاني بيگ جو."

يعني ارغون حڪمراني ڪندا، پر مغلن جي بادشاهي هيٺ. انهيءَ ڳالهه لڙائيءَ جو رخ بدلائي ڇڏيو. اهڙي طرح، ارغون 'سنڌي ٻچو' اهڙو سنڌي قوم پرست نڪتو جو جڏهن ڪئين ورهيه پوءِ هن ڏورانهين هند خانديش ۾ وفات ڪئي ته ڪيس سندس وصيت موجب ٺٽي ۾ دفنايو ويو.

جڏهن شاهجهان پنهنجي پيءُ جهانگير سان مهاڏو اٽڪايو، ته ڪجهه وقت پنهنجي بچاءَ ۾ ٺٽي ۾ گذاريو. هتائين پوءِ جڏهن هو بادشاهه ٿيو، ته هن ٺٽي ۾ هڪ شاهي مسجد جوڙائي، جنهن کي 'آسمان جو محل' ڪوٺيو ويو. اورنگ زيب پڻ ڪجهه وقت لاءِ سنڌ جي لاڙ واري حصي جو گورنر ٿي رهيو هو.

جڏهن اورنگ زيب پنهنجي ڀاءُ دارا شڪوهه کي شڪست ڏني ته دارا شڪوهه پڻ ڀڄي سنڌ ۾ آيو هو. پر سخت دل

ارغونن انهيءَ هردلعزيز شهزادي کي پڪڙي انڌو بڻايو ۽ کيس، زنجيرن ۾ جڪڙي دهلي موڪلايائون. جڳ سنگهه ڏانهن لکيل خط ۾ شمواجي لکيو هو، ته جيڪڏهن دارا دهليءَ جي تخت تي ويٺي ها ته هندستان ۾ سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿئي ها. اها بدقسمتي هئي جو دارا کي سنڌ ۾ ارغونن بي مانو ڪيو.

ڊي لي (De Laet) جي لفظن ۾ "ٺٽو ڏگهي عرصي کان هندستان جو وڏي ۾ وڏو واپاري مرڪز ٿي رهيو هو." ۽ مورلينڊ (Moreland) چيو ته اهو دنيا جو آدمشماري ۽ واپار جي وڏن مرڪزن مان هڪ هو. جڏهن راڻي پرتاب، چتور وڃايو ته ڪجهه عرصي لاءِ امرڪوٽ ۾ پناهه ورتي هئائين. اتي هن ٺٽي جي باري ۾ ايترو گهڻو ٻڌو جو هن ٺٽي تي قبضو ڪري سنڌ تي حڪمراني قائم ڪرڻ چاهي. پر امرڪوٽ جي راڻي کيس پنهنجي آبائي وطن شاندار ميواڙ تي ڌيان ڏيڻ لاءِ چيو ۽ پڻ کنهن خيال ۾ وڃڻ کان پاسو ڪرڻ لاءِ چيائين.

1655ع جي چِتين لڙائين ۾، عيسى خان ارغون پورچو گيزن کي مدد لاءِ سڏيو. حقيقت ۾ اهو تباهيءَ ڏانهن قدم هو. منجهائن 700 پورچو گيز 28 جهازن ۾ اچي پهتا. پر عيسى کين ڪجهه به رقم ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيو، جو سندس لڙائي توقع کان اڳ ختم ٿي ويئي هئي؛ پورچو گيزن پنهنجي مدد پڻ ڪئي ۽ ٺٽي مان 'ويهه لک رپين جي ماليت جو سون لٽيو، جيڪو ايشيا ۾ وڏن مال غنيمت مان هڪ هو.' ان کان سواءِ، هنن جمعي جي ڏينهن، مقامي جامع مسجد ۾ باهه لڳائي ۽ اٺ هزار نمازين کي جيئري ساڙي ماري ڇڏيو!

پر پورچو گيزن جي پهچايل تباهي، ٺٽي جي خوشحال شهر کي گهڻو نقصان پهچائي نه سگهي. اهو پوءِ به صنعت تجارت ۽ ثقافت جي وڏي مرڪز جي حيثيت سان جاري رهيو.

ارغونن ۽ ترخانن جي سموري وقت دوران سنڌ ۾ صفا اونده، انڌوڪار نه هو. عظيم سنڌي رومانوي داستان 'سهڻي

ميهار‘_ پنجاب جو سا ڳيو ’سوهڻي مهيوال‘_ انهي دؤر سان وابسته آهي. سهڻي _ جيڪا ٽالي سان ظاهر آهي _ شهدادپور جي ٽلا ٽالي هڪ ڪنير جي ڌيءَ هئي. بخارا جو هڪ تاجر _ شهزادو عزت بيگ سندس عشق ۾ گرفتار ٿي پيو ۽ پنهنجي تجارت ۽ وطن وساري، دريا جي ڀئي پر تي رهي پيو.

اتي ماڻهو ڪيس ’ساهڙ‘ ڪوٺيندا هئا. پر ميهون چارڻ ڪري ’ميهار‘ (مهيوال) جي ٽالي سان سڃاڻندا هئس. هر روز رات جو سهڻي گهڙي تي دريا تري پار ڪري ميهار سان ملڻ جو وچن پورو ڪندي هئي. هڪ ڏينهن سندس نراڻ ڪي انهيءَ ڳالهه جي سڌ پئجي وئي، جنهن پڪي گهڙي جي جاءِ تي ڪچو گهڙو رکي ڇڏيو. سهڻي جيئن ئي دريا ۾ گهڙي ته ڪچو گهڙو پُري پيو ۽ هوءَ پرپور وهندڙ دريا ۾ هٿ پير هڻڻ لڳي. سندس دانهن تي ميهار به زوردار دريا ۾ ڪاهي پيو ۽ ٻئي دريا جي لهرن جو بک بنجي ويا. پر ان وقت سهڻي جيڪي ڏٺو، سوچيو ۽ محسوس ڪيو، انهيءَ ڪي شاهه لطيف ’سر سهڻي‘ ۾ امر ڪري ڇڏيو آهي.

”منهنجون ميهڻا ڏيندڙ سکيون جيڪڏهن منهنجو عشق ڏسن ته آهي پنهنجي ڪانڌن جي پر ۾ جيڪر سهن ئي نه.“

جنهن کي پيا ڪڏائي سمجهن ٿا، سا منهنجي لاءِ وڏي شان جي ڳالهه آهي....

جيڪي عشق جي نشي ۾ چور آهن، انهن لاءِ گهڙو هڪ بوجهه آهي....

هتي مون کي ميهڻن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو ۽ اتي مون کي ملڻ جو وچن پورو ڪرڻو آهي. هت ٿي وعدي جي ويس، هُت ستون ڏيئنم سرتيون....

محبوب ڪيترين ئي چاهيندڙ ڀڏندي ڏنيون آهن، پر مون خود سمنڊ کي ٻوڙي ڇڏيو_ پنهنجي لڙڪن سان .(سهسين ساهڙ ٻوڙيون، منڊ ٻوڙيو مهراڻ) ...

اڙي دريا! مان قيامت جي ڏينهن توتي دانهيندس....

تو کي پنهنجي محبوب اڳيان تمام هيٺاهين تائين جهڪڻو پوندو....

۽ ڪناري جي ڪمزور گهاٽ تي بيهي تو کي پنهنجي محبوب کي سڏڻو پوندو....

سنڌ انهيءَ دور ۾ 'پنج رتن' پيدا ڪيا. ابوالفضل ۽ ابوالفيضي اصل ۾ سيوهڻ جا رهاڪو هئا ۽ اڪبر جي دربار جي نون رتنن مان هئا. حقيقت ۾ ابوالفيضي شهنشاهه جو ساڃو هٿ هو. ابوالفضل ۽ اڪبر جي خواهش هئي ته اڪبر کان پوءِ، جهانگير جي بدران، سندن پٽ خسرو تخت تي ويهي. انهيءَ ڳالهه کي روڪڻ لاءِ، جهانگير ابوالفضل کي مارائي ڇڏيو. انهيءَ واقعي اڪبر جي دل ٽوڙي وڌي ۽ هو جلد ئي مري ويو.

انهيءَ دور ۾ ٻيو شخص، جنهن تاريخ ۾ جاءِ ورتي، اهو سرمد فقير هو. سرمد هڪ يهوديءَ جي حيثيت سان آرمينيا ۾ ڄائو هو. هن سموري اولهه ايشيا جو سفر ڪيو، اسلام اختيار ڪيائين ۽ هڪ ترقي ڪندڙ تاجر جي حيثيت سان ٺٽي ۾ رهي پيو. اتي هڪ ڏينهن هن هڪ مشاعري ۾ هڪ هندو ڇوڪري آڀي چند کي ٻڌو، جنهن جي محبت سندس زندگيءَ کي مڪمل تبديل ڪري ڇڏيو. اڀي چند جي سونهن ۽ آواز جي ڪشش سرمد جي دل کي موهي وڌو ۽ هو ٻئي گڏ رهڻ لڳا. جلد ئي سرمد ڳائڻ لڳو: "مان ڪافر آهيان ۽ مسلمان نه آهيان." هتي مجازي محبت جو ڪلاسيڪي واقعو روحاني ميلاپ جي درجي تائين وڃي پهتو.

پوءِ سرمد جين ڏگمبر سادو وانگر پنهنجا سڀ ڪپڙا ڦاڙي ڇڏيا. ماڻهن جا ميڙ سندس الهامي ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ چوڌاري گڏ ٿيندا هئا. جڏهن هو دهلي ويو ته سندس مريدن ۾ دارا شڪوهه پڻ هو. ڪيس شاهجهان سان متعارف ڪرايو

ويو، جنهن گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ڪپڙا پائڻ جي گذارش ڪئي، جيئن ته صديون پوءِ چرچل جي ڪوئيل، ”اڌ اگهاڙي فقير“ انگلنڊ جي بادشاهه کي مڃڻ کان انڪار ڪيو هو، تيئن سرمد پڻ ڪيس نه مڃيو.

جڏهن دارا پنهنجي وراثت جي جنگ اورنگ زيب کان هارائي ته، اورنگ زيب سرمد تي ڪڙي نظر رکي. هن اول چيو ته سرمد کي نه رڳو اوگهڙ نه ڍڪڻ جي ڏوهه ۾ سزا ڏجي، پر انهيءَ خيال ته سرمد دارا کي دعا ڪئي آهي، سندس دل ۾ بڇائي پيدا ٿي. سرمد دهليءَ ۾ اخلاقيات جي اختيار جو وڏو مرڪز بڻجي ويو هو. انهيءَ حقيقت اورنگ زيب کي پاڻيءَ مان ڪڍي ڇڏيو هو. تنهن ڪري هن فيصلو ڪيو ته سرمد جي اوگهڙ نه ڍڪڻ، سندس معجزن ۽ سندس سمورو ڪلمو پڙهڻ کان انڪار ڪرڻ، مجموعي طور تي ڪيس مرتد بنائي ڇڏيو هو ۽ تنهن ڪري هو واجب القتل هو.

ايشور جي کوج ۾ جيئن هندو ’نيتي نيتي‘ (نه هيءَ، نه هو) چوندا آهن، تيئن سرمد ’الا الله‘ (ڪوبه الله ناهي، ڇٽي روڪجي ويندو هو ۽ اڳتي ’محمد ﷺ رسول الله‘ (ڪوبه الله ناهي، سواءِ الله جي ۽ جنهنجو پيغمبر محمد ﷺ آهي) نه چوندو هو.

شاهي فرمان تي سرمد جي سسي، دهليءَ جي جامع مسجد ۾ ڪپي ويئي، جتي اڄ به سندس قبر موجود آهي. پر سندس الاهي مجذوبيت ايندڙ صدين تائين ياد ڪئي ويندي. سرمد چيو: ”سرمد کي دين جي شڪست تي ڪوبه ڏک ناهي، مون پنهنجو دين الاهي اکين جي اشاري تي قربان ڪيو آهي.“

سندس ڪلاسيڪي جملا آهن:

”سرمد، تو وڏو نالو ۽ شهرت تڏهن حاصل ڪئي جڏهن تون ڪفر (يهوديت) مان اسلام ۾ داخل ٿين. پر الله ۽ رسول ۾ ڪهڙي چڪ ٿي هئي جو هاڻي تون رام ۽ لڪشمڻ جو چيلو ٿي پيو آهين؟“

اهو اردو ۾ اجهو هيئن آهي:

سرمد تيرا دنيا ميں بڙا نام هوا
جب کفر سے تو مائل اسلام هوا
الله و نبي ميں برائی کیا تھی
کیوں پھر کے مرید لکشمن و رام هوا

سنڌ جو ٻيو درويش ٺٽي جي پرسان جهوڪ جو عنايت صوفي هو، جنهن کي دهلي نشانو بڻايو. هو گيڙوئان ڪپڙا پائيندو هو، سندس درويشي جي ڪري ڪيترا ئي ماڻهو وٽس چڪجي ايندا هئا، جنهن ڪري پراڻي خيال وارن ملائن ۾ ساڙ پيدا ٿيو. جيئن ته هو پنهنجي خيراتي زمين تي هارين سان سٺو سلوڪ ڪندو هوندو هو، تنهن ڪري ان پسگردائي جا زميندار ڪانئس ان ڪري شڪي ٿيڻ لڳا، جو هو ماڻهن ۾ عدل ۽ برابري جا خيال پري رهيو هو. ۽ رجعت پسند قوتون گڏجي هن درويش صوفي جي برخلاف دهلي حڪومت جا ڪن ڀرڻ لڳيون ۽ جڏهن کيس 'ٺٽي ۾ دعوت ڏيئي' گهرايو ويو ته انهي کيس قتل ڪيو ويو. ان کان اڳ، شاهه عنايت مغلن ۽ سنڌ ۾ سندن ارغون گورنرن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ، يارمحمد ڪلهوڙي کي دعا ڪئي هئي. ان کان پوءِ، عنايت جي مريدن دهليءَ جي مغل بادشاهه فرخ سير کي انڌو ڪري، سندس موت جو بدلو ورتو.

ٻيو اٿليپ رتن مهامتي پراڻ ناٿ هو. گجراتي پيءُ ۽ سنڌي ماءُ جي هن پٽ، پنهنجو وقت پنهي صوبن ۾، گهاريو ۽ پنهي زبانن ۾ شاعري ڪمائين. جڏهن 1679ع ۾ اورنگزيب هندن تي جزيه (في ماڻهوءَ تي ٽئڪس) مڙهي، تڏهن مهامتي دهلي ويو، جتي سندس ٻارنهن چيلا - ڌهه هندو ۽ ٻه مسلمان - مهامتيءَ جي محبت ۽ امن جي شاعري جامع مسجد جي پسگردائي ۾ ڳائڻ لڳا. ايتري قدر جو هڪ ڏينهن جڏهن اورنگزيب گهوڙي تي چڙهي جامع مسجد ڏانهن نماز پڙهڻ

لاءِ وچ ۾ رهيو هو، ته انهن ڪيس رستي تي روڪيو. جڏهن بادشاهه سنڌن ڳالهه نه ٻڌي ته مهامتيءَ پنهنجي چيلن سان گڏجي ٻهراڙيءَ ۾ پيرين پيدل نڪري پيو ۽ سرڪاري ارهه زوراوري جي خلاف احتجاج ڪيائين. سندس سنڌي وائي (شاعري) سندس ٻچاڙيءَ جي دؤر جي ۽ بهترين شاعري آهي. پوءِ مهامتي ناٿ بنديلا هيرو ڇترسال جو سماسي گرو ٿيو.

ڏسڻ ۾ ايندو ته گانڌي پنهنجو اتساهه رسڪن يا ٽالسٽا جي پيٺ ۾ مهامتي کان وڌيڪ پاتو هو. گانڌيءَ جي ماءُ پتلي ٻائي پران ناٿي هئي. هوءَ نوجوان گانڌي ۽ ڪستوربا کي سندس شادي کان پوءِ پراڻ ناٿ جي مندر وٺي ويئي هئي، جتي مورتيون رکيل نه هيون (نج آنند سمپرداءِ). گانڌيءَ جو 'ستيا گرهه' مهامتي ناٿ جي 'سدا گرهه' وانگر هو. 'ڏانڊي مارچ' مهامتيءَ جي دهليءَ کان سنڌ ۽ گجرات جي 'پد ياترا' وانگر هئي. ايتري قدر جو گانڌيءَ جون پرارٿنا جون گڏجاڻيون، مهامتي ناٿ جي هندو-مسلم جي گڏيل پرارٿنائن جي گڏجاڻين جو نعم البدل هيون.

تاريخ پنهنجو پاڻ کي ورجائي سگهي ٿي.

9

## ٻه خزانا

جيئن جيئن مغل شهنشاهيت اورنگزيب جي آخري سالن ۾ ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ لڳي، تيئن تيئن مغلن جا مقرر ڪيل عملدار پڻ ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳا. سنڌن جام ڪلهوڙن جي مقامي گهراڻي ورتي.

ڪلهوڙا عزتدار سيد هئا، جن جي دعويٰ هئي ته آهي عباسي خلافت جي دور ۾ عربستان کان آيا هئا. پر هزار ورهين کان پوءِ ڪوبه لڏي آيل ناهي ۽ اها حقيقت آهي ته سنڌس جد امجد ڪو اوڏائي نالي هو. اهو ئي سنڌن مقامي اصل نسل جي تصديق ڪندي نظر اچي ٿو.

صدين کان، ڪلهوڙن پنهنجي مذهبي حيثيت سان زمينداري زور جوڙيو هو. ايتري قدر جو هنن ڳنڍا ٻاهه جي زمينداري حاصل ڪئي. هو انهيءَ حيثيت سان سنڌ-بلوچستان خطي ۾ بولان ۽ ٻين لڪن جي سنڀال ڪندا هئا. ڪلائيو (Lord Clive) لکيو ته اورنگزيب جي موت سان ”شهنشاهيت ڀڃي اچي پٽ پيئي، جو ڪانئس پوءِ ان کي سهارو ڏيڻ وارو ڪوبه نه بچيو هو.“ سنڌ ۾ اها حاڪميت ميان يارمحمد هٿ ڪئي، جيڪو ڪلهوڙا خاندان مان هو. سنڌس هٿياربند فقيرن- تاجي ۽ جاڏي- مغل سپهه سالار امير شيخ جهان کي ماري وڌو ۽ ٻکر جي گورنر الهيار خان کي لوڏي ڪڍيو. اورنگزيب جي پٽ معزالدين، جيڪو لاهور جو گورنر هو، اول ته ڪلهوڙن کي سيڪت ڏيڻ جو سوچيو، پر جلد ئي محسوس ڪيائين ته

اختياري فيصلو، سورهيائي جو بهتر حصو ٿيندو، تنهنڪري ڪلهوڙي کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيائين.

ڪلهوڙن سنڌ کي يڪجا ڪيو، جيڪا اڳ ۾ ارغون ۽ ترخان اميرن ۾ ورهايل هئي. هنن صوبي کي مقامي گهراڻي جو حڪمران پڻ ڏنو، جنهن جون زمين ۾ پاڙون هيون. پر هو اڃا پوري طرح واڳ سنڀالي ئي نه سگهيا هئا جو نادرشاهه پنهنجي طوفاني حملي سان صوبي تي اچي ڪڙڪيو. هُن ايراني حملي آور 1739ع ۾ دهلي کي لُٽيو ۽ مغلن کي اٽڪ کان اڳتي ۽ سنڌ جي هندستاني سرزمين جي حڪمراني سندس حوالي ڪرڻي پئي. نادرشاهه هڪدم ڪلهوڙي حاڪم کي ڪابل ۾ حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو. پر هو نه آيو حاضر ٿيو ۽ نه ئي ڪو جواب موڪليائين. هن نادرشاهه جي قهر ۽ دهشت کان ٻري رهڻ ۾ ئي بهتري ڄاتي. هن اهو به سوچيو ته نادرشاهه کي دهليءَ جي لُٽ مار مان ڪافي گهڻو مال حاصل ٿيو آهي، تنهنڪري هو مسڪين ننڍڙي سنڌ کي لُٽڻ لاءِ خاص ڪاهي اچڻ جي تڪليف نه وٺندو. پر نادرشاهه اُن جي ابتڙ سوچيو. ڪيس خبر هئي ته جيڪڏهن هڪ گورنر ائين بچي ويو ته ٻيا به ساڳيو رستو اختيار ڪندا. بزدل ڪلهوڙو حاڪم، هڪدم امرڪوٽ جي قلعي ۾ پاڻ بند ڪرائي ويهي رهيو. پر ڪلهوڙي حاڪم کي پنهنجي هڪ ڪروڙ روپين جي خزاني کي لڪائڻ جو وقت ئي نه مليو جو 1740ع جي شروع ۾ نادر شاهه آئي وجي ڪڙڪيو. نادرشاهه دهشت جو ٻيو نالو هو. جڏهن سندس پٽ ناصر شادي ڪري رهيو هو ته نادرشاهه کي رسم موجب پنهنجي ستن پيڙهين جا نالا ٻڌائڻا هئا. ماڻهن سمجهيو ته نادرشاهه پنهنجي ابن ڏاڏن جا نالا وٺڻ ۾ پريشان ٿي ويندو، جو سندن ڪا به حيثيت نه هئي. پر نادر ترتيب وار ٻڌائيندو ويو: ”ناصر ابن نادر، ابن شمشير، ابن شمشير، ابن شمشير، ابن شمشير، ابن شمشير.“ اهڙي طرح ماڻهو جي اها سوچ ته

”طاقت، بندوق جي نالي ۽ مان نڪري ٿي“ ڪا نئين ناهي. اها ڳهه ۾ ڳهه نادر جيتري پراڻي آهي.

انهي ۽ نادر ابن شمشير ڪلهوڙي حاڪم ڪان صاف صاف پڇيو ته تون ڇو پڇي وئين ته هن سچائي ۽ سان وراڻيو، ”اسان هميشه هندستان جي شهنشاهه جا وفادار رهيا آهيون. اسان سولائي ۽ سان پنهنجون وفاداريون نه مٽائي سگهندا آهيون.“ نادر ڪي جواب وڻيو ۽ ڪيس سنڌ جي گورنر جي حيثيت سان بحال ڪيائين. پر نادر ڪيس ڇيو ته مون کي پتو ۾ آيو آهي ته ڪلهوڙن وٽ ڪه قيمتي هيرا آهن. ڪلهوڙي حاڪم انهي ڳالهه جي تصديق ڪئي ۽ ڪٽڪ جي الي جي ڳوڻ ۽ گهه جو ديو پيش ڪندي چيائين، ”اهي اسان جا هيرا آهن. جيڪڏهن ڪنهن وٽ اهي شيون آهن ته ڪيس ٻي ڪنهن شيءِ جي ضرورت ٿي نه رهندي. پر جيڪڏهن ڪنهن وٽ اهي شيون ناهن ته پوءِ ڪيس ٻي ڪا شيءِ حاصل نه ٿيندي.“

نادر ڏاڍو خوش ٿيو. هن پوءِ ٺٽي شهر کي ڏسڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. اتي سنڌس ۽ سنڌس فوج جي عيش و آرام جو سورنهن ڏينهن لاءِ انتظام ڪيو ويو. رواني ٿيڻ وقت، هو پاڻ سان هڪ ڪروڙ رپين جو خزانو کڻي ويو ۽ هر سال ويهه لک رپين جي ساليانو خراج جي ڇماٽ سنڌ جي منهن تي هڻي ويو. هو ڪلهوڙن جي ڪتب خاني جا اڻلڀ ڪتاب ۽ مخطوطا پڻ پاڻ سان کڻائي ويو. سنڌي سڀي چال چلگت جي پڪ جي طور تي هن پاڻ سان ٽي ڪلهوڙا شهزادا ۽ 12000 ماڻهن تي مشتمل سنڌي لشڪر پڻ ڪنيو. ڪلهوڙن جي شهزادن پوءِ فتني سان پريل ايران ۾ ترسڻ جو پنهنجو مصيبت پريو داستان بيان ڪيو آهي.

شروع ۾ جڏهن نادر شاهه دهلي ۽ جي لٽ مار تان موٽيو هو ته پاڻ سان ڪيترا ئي مترا جا برهمڻ باندي بنائي، ايران ۾ غلامن جي طور تي وڪڻڻ لاءِ ڪنيا هئائين. اها خبر

شڪارپور جي هڪ مائي تخت ٻائي ڪي ڏنئي. هن پنهنجي مڙس سيٺ ڪيولرام پوچواڻيءَ کي انهن سيني جي ڀنگ ڀري ڏيڻ لاءِ چيو. نادرشاهه جي رستي ۾ ايندڙ سيٺ جي سيني ڪاروباري شاخن کي هدايتون موڪليون ويون ته 100 کان 250 رپيا في برهمڻ جي حساب سان ڏيئي بدنصيب برهمڻن کي آزاد ڪرايو وڃي. ڀنگ تي ڇڏايل سيني برهمڻن کي پوءِ ڪجهه روڪ رقم ڏيئي گهرن ڏانهن روانو ڪيو ويو.

پر هڪ جي ٻئي پيو آزار پيدا ٿيندو ويو. نادرشاهه جي وفات کان پوءِ، افغان نسل جو احمدشاهه ابدالي منظرِ عام تي آيو. 1752ع ۾ دهليءَ ۾ صفدرجنگ، مغلن ۽ مرهٽن جي وچ ۾ ٺاهه ٿيو، جنهن تي سيني هندو ديوتائن جي تصديق ڪرائي وئي، ته جيئن گڏجي ابداليءَ جو مقابلو ڪري سگهن. انهيءَ ٺاهه، مرهٽن کي پنجاب، گجرات ۽ سنڌ ۾ چوٿ جو حق ڏنو. پر انهيءَ ٺاهه جي عمل ۾ اچڻ کان اڳ، ٻئي سال، 1753ع ۾، ابدالي سنڌ کي فتح ڪيو ۽ صوبي ۾ افغان حڪومت قائم ڪيائين. ڪلهوڙو حاڪم نورمحمد، هڪدم ڀڄي ويو. ابدالي سان جيئن بهتر سمجهي تيئن منهن ڏيڻ لاءِ، ديوان گدومل کي ڇڏي، جيسلمير ڀڄي ويو، جتي وفات ڪيائين.

گدومل، ابداليءَ کي ٺڳو ڪيو. هن ڪيس ٻه بوريون مٽيءَ جون پيش ڪيون، جنهن لاءِ چيائين ته، اهي ڪنهن به سون يا جواهر کان وڌيڪ قيمتي آهن جو منجهن سنڌ جي اوليائن جي درگاهن جي خاڪ آهي. هن پوءِ تيرهن لک رپين جي گهٽايل خراج ڏيڻ جي شرط تي، ڪلهوڙي کي گورنر جي عهدي تي بحال ڪرڻ لاءِ ابدالي کي راضي ڪيو.

سنڌ هڪ ٻيرو ورتي سک جو ساهه کنيو هو ته مددخان نالي هڪ ٻيو افغان اچي ڪڙڪيو. اُن وقت جا ليکڪ لکن ٿا: ”اهي افغان وحشين ۽ نانگن جهڙا آهن. اهي جيترو

آزاريندڙ آهن، اوترو ئي نيچ آهن. غريبن ۽ ٻي مددگارن تي بجلي وانگر ڪڙڪن ٿا، سگهارن کان بجلي وانگر ون ۽ وڃن ٿا. اهي قاتل ڳوڙهيون به پاڻ سان کڻي ويندا آهن." هڪ عرصي کان سنڌي ڪيترن ئي مصيبت کي 'مدد خان جي اچڻ' سان منسوب ڪندا آهن.

آتر کان ڪلهوڙن جي اچڻ تي پراڻن هندو اميرن ڏکڻ جو رخ رکيو. 'دودي چنيسر' جي پراڻي چوڻي "سما، سوڍا ۽ سومرا سنڌ جي ڏکڻ ۾ راڄ ڪن ٿا." هاڻي سچي نه رهي هئي. سورلي لکي ٿو: "امرڪوٽ ۽ ڪڪرولا ۽ ٻين ننڍن هنڌن تي هندو حاڪم ٿورو ڪي گهڻو خودمختيار قوت جا مالڪ هئا. آتر سنڌ جي رهاڪو ڪلهوڙن ۽ ٽالپورن کي لاڙ ۾ عام طرح 'سرائي' ڪوٺيو ويندو آهي. سندن اوسر هندن جي خودمختياري کي تبديل ڪري ڇڏيو. سرائي جڏهن شڪارپور ۽ سکر کان اڳتي روانا ٿيا ته اهي ڏکڻ ۽ اوڀر ڏانهن وڌيا ۽ هندن جي آزاديءَ کي ختم ڪري ڇڏيائون." انهيءَ ڳالهه جي ڪري سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ ۾ لڙايون لڳيون، جن ۾ سنڌ پنهنجي وڏي حيثيت ڪري، اڳري رهي. آخر ۾، غلام شاهه ڪلهوڙي سنڌوءَ جي هڪ شاخ جي پاڻيءَ کي ڪڇ ۾ وهڻ وڃڻ کان روڪڻ لاءِ 'الله بند' نالي بند ٻڌايو. انهيءَ بند رکڻ هڪ آڳاٽي زلزلي جي نتيجي کي زور وٺايو، جنهن انهيءَ ايراضيءَ ۾ پاڻي جي وهڪري کي هڪ ننڍي چينل ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ ڳالهه سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ ۾ ٻي رخي پيدا ڪئي، جنهن ڪري ڪڇ وارن هاڻي پنهنجو پاڻ کي گجراتي سمجهڻ شروع ڪيو، جيتوڻيڪ اهي هر لحاظ کان سنڌ کي ويجهو آهن. سنڌ جي فاتح چارلس نيپئر کي اهو لکيو پيو ته سنڌ ۽ ڪڇ "زندگي، شهري، مذهبي، تجارتي ۽ فوجي لحاظ کان پاڻ ۾ گڏ آهن."

سندن ناتا خاص ڪري ٻوليءَ جي لحاظ کان ويجهو

آهن. ڪڇي، گجراتين جي پيٽ ۾ سنڌين کي ويجهو آهن. اهڙو دلچسپ مثال بي لوڪ سڀا (62-1957) ۾ ڏسڻ ۾ آيو. پريم جي پائي اسر، جيڪو ڪڇي هو ۽ مهاراشٽر ۾ رهندو هو، پارٽي «جن سنگهه (BJS) پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي چونڊجي آيو. سندس زال کي انگريزي، هندي ٿوري مراٺي نٿي آيون. پريم جي پائيءَ جي زال پنهنجي مڙس جي غير موجودگيءَ ۾ وٽن ايندڙ ماڻهن کي ڪڇيءَ ۾ جواب ڏيندي هئي. آڏواڻي، سنڌي هئڻ سبب، سندس ڳالهه سمجهندو هو، ۽ جنهن کي هو پوءِ هنديءَ ۾ ترجمو ڪري ٻين کي ٻڌائيندو هو! پر سنڌ جي حڪمرانن جي ڪڇ - دشمن نيتيءَ جي ڪري اهي سڀ سنڌي - ڪڇي ناتا ٽٽي ويا.

نادر ابدالي ۽ ڪڇ جي لڙائيءَ کان پوءِ، ڪلهوڙن بهتر طور تي حڪومت جو انتظام سنڀاليو. نوان واهه کوٽايا ويا، جنهن ڪري زرعي پيداوار ۾ واڌارو آيو. مڇي ايڏي وڏي تعداد ۾ مرندي هئي جو اها سڪائڻ کان پوءِ گهوڙن کي کارائي ويندي هئي. آدم شماري وڏي وڌي ٿيهن لکن تائين پهتي، جڏهن ته کائڻ اڳوڻن حڪمرانن ارغونن جي ڏينهن ۾ اها ويهه لک هئي ۽ کائڻ پوءِ جي حڪمرانن ٽالپرن جي ڏينهن ۾ رکيو پندرهن لک وڃي بچي. زمين جي ڍل مغلن جي ڏينهن ۾ پيداوار جي $\frac{1}{3}$ حصي مان گهٽجي $\frac{1}{3}$ ۽ $\frac{1}{5}$ جي وچ ۾ وڃي پهتي، جنهن جو مدار زمين ۽ فصل تي هو.

ڪجهه وقت اڳ، ايسٽ انڊيا ڪمپني ٺٽي کي ”لنڊن جيڏو وڏو شهر“ ڪوٺيو هو. هاڻي منجهس پنجاهه هزار گهر هئا، جنهن مان گهڻا پٿر ۽ گچ مان اڏيل هئا، جن کي وڏا ورانڊا ۽ بعض تي چار ماڙ هئا. سنڌ جو سوٽي ڪپڙو ”اوير جي سموري پيداوار جو گُل“ هو. ٺٽي جي بين‌الاقوامي تجارت ”سنڌ کي قومن ۾ هڪ مقام ڏنو هو.“ شهر ۾ 400 اسڪول ۽ 4000 پڙهيون هيون. ڳڙ، انگورن، ڪٽل، مشڪ، مصري،

گلاب ۽ ڪيسر مان شراب ٺاهيو ويندو هو، جن جا پيالا سنڌي ماڻهو ڏاڍي موج ۾ پيئندا هئا ۽ مست ٿيندا هئا. سورلي چوي ٿو: ”تانپوري ۽ ڍولڪ جو سنگيت ٺٽي جي هر گهر مان ٻڌڻ ۾ ايندو هو.“

ڪلهوڙن جيڪا سنڌ کي وڏي سوکڙي ڏني، آها هئي حيدرآباد جو شهر. اها پراڻي شهر نيرون ڪوٽ (نارائڻ ڪوٽ) جي سرزمين هئي. عربن جي فتح کان پوءِ، اهو شهر ختم ٿي چڪو هو، جيڪو پوءِ ’نيرون ڪافر‘ نالي سان هڪ وڏو قبرستان ٿي ويو. مسلمان اتي دفن ٿيڻ ۾ وڏي سعادت سمجهندا هئا. پر غلام شاهه ڪلهوڙي قبرن کي - جنهن ۾ شهزادن ۽ پيرن جون قبرون شامل هيون - مسمار ڪرڻ جو حڪم ڪيو، جيڪو اڄ جي ڏڪڻ شهري رٿابندي ڪندڙن لاءِ هڪ روشن مثال آهي. هن پوءِ شاهي قلعي جي اڏاوت لاءِ گدومل کي نائي جون ٻه ٽڪريون پراڻي موڪليو، جنهن اهو قلعو رکيو ۽ ان ورهين (70-1768ع) ۾ جوڙائي راس ڪرايو. جنهن جو نالو دکن ۾ حيدرآباد جي نظام سان خصوصي ناتا قائم ڪرڻ لاءِ، ڪيس خوش ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ”حيدرآباد“ رکيو ويو. پر ٻئي حيدرآباد هڪ ٻئي کان ايڏو ڏور هئا جو هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ کان قاصر هئا.

قلعي جي اترئين دروازي کان ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي ميل کن ڍڪيل بازار قائم ڪئي ويئي. ٻهريون حصو واپاريءَ وانڍ واپارين کي ۽ ٻيون حصو هندو عامل سرڪاري ڪامورن کي ڏنو ويو. عامل گدوائي ڪٽنب کي، جنهن جو وڏو گدومل وڏو وزير هو، قلعي جي بلڪل پرسان رهايو ويو. سنڌ جو هيءُ نئون گاديءَ جو شهر، جنهن جي اولهه ۾ سنڌو هو ۽ اوڀر ۾ ڦليلي هئي، هڪ وڏي باغن جي شهر جي صورت ۾ آسريو.

ڪلهوڙن جي حڪمرانيءَ جي دوران ٻيو پراڻو شهر

وري اسريو، اهو هو شڪارپور، جيڪو هاڻي نه رڳو اتر-اولهه هندستان جو، پر وچ ايشيا جو ناڻياتي گاديءَ جو هنڌ ٿيو هو. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته اهو شهر ڪلهوڙن جي سؤٽن دائود پوٽن ٻڌايو هو – ۽ انهيءَ جو نالو شڪارپور ان ڪري رکيو ويو جو ٽالپور مير شڪار جا شوقين هئا. پر ٻين جي راءِ اها ناهي. اهي نشان ڏهي ڪن ٿا ته شڪارپور، شڪار جي شوقين ٽالپورن جي منظرعام تي اچڻ کان اڳيئي آتي موجود هو، ٻين لاءِ، شڪارپور هميشه واپار جو مرڪز رهيو آهي نه ڪي شڪارگاهه. اهو پڻ ڌيان ۾ رکڻ جوڳي ڳالهه آهي ته مسلمان پنهنجي شهرن کي 'آباد' نالو ڏيندا هئا، نه ڪي 'نگر' يا 'پُر'. انهن ماهرن جو خيال آهي 'شڪارپور' اصل ۾ 'شاڪاري پور' آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "شاڪائن (Shakas) کي تباهه ڪندڙ سٿين (Sythians) جو ٻڌايل شهر." انهيءَ سلسلي ۾ آهي نشان ڏهي ڪن ٿا ته "ڪوئيٽا" فارسي رڪارڊ ۾ 'شاڪاري ڪوٽ'– "شاڪائن کي تباهه ڪندڙن جو جوڙايل قلعو (سرحد)" آهي. پوءِ هندستان جي پاسي، اهو رڳو 'ڪوٽ' يا 'ڪوٽيا' ڄاتو ويو، جنهن کي برطانوين بگاڙي 'ڪوئيٽا' ڪيو.

ڪلهوڙن جي حڪمراني جي خاص ڳالهه هندن جو متي آيري اچڻ هو. صدين کان هيٺين سطح تي رهڻ کان پوءِ، هاڻي آهي رڳو پنهنجي ذهانت، موافقت، ساک ۽ محنت سان وري آسريا هئا. گدومل ۽ سندس پاءُ جسپت کان سواءِ، اسان جنرل ٻالڪرام، وڪيل– ديوداس، مولراج، گهنشيام، ٽوپڻداس، ڪرڻ مل ۽ گلاب راءِ جا نالا ٻڌون ٿا. مهتا موٽومل برخوردار هو، جيڪو چوليءَ جي مشيرن سان هڪ هو. ديوان چيلارام سيوهاڻي خزاني جو سنڀاليندڙ هو. دهليءَ ۾ ڪلهوڙن جا ٻه وڪيل– آنندرام 'مخلص' ۽ مير متارو هئا. ڪلهوڙن جي پهرئين حاڪم آدم شاهه پندرهين صديءَ ۾ هندن سان

انصاف پسنديءَ وارو رويو اختيار ڪرڻ جو ميدان تيار ڪيو هو. 1736ع ۾ يار محمد ڪلهوڙي، (آڏواڻي ڪٽنب جي وڏي) آڏومل ملتان واري کي سنڌ ۾ آباد ٿيڻ جي خاص دعوت ڏني هئي. ان کان پوءِ ٻيا کيتراڻي ڪڇ، جيسلمير ۽ ابتري قدر جو ڏور پرياگ کان پڻ سنڌ ۾ آيا.

پر ڪلهوڙن جو دؤر گهڻو ڪري شاهه عبداللطيف جي ڪري ڄاتو ويندو - جيئن ايليزبيٿ جو دؤر شهنشاهيت قائم ڪندڙن جهڙوڪ راليف (Raleigh) ۽ ڊريڪ (Drake) جي بدران شيڪسپيئر جي دؤر طور ڄاتو وڃي ٿو. شاهه نه رڳو سڀ کان وڏو سنڌي شاعر آهي پر دنيا جي پائي جو شاعر آهي. جيڪڏهن سنڌ کي شاهه ۽ ٻين سيني شاعرن مان چونڊ ڪرڻي پوي ته انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته آها شاهه جي ئي چونڊ ڪندي.

پر سيني سئين شين کي پنهنجي پڄاڻي تي پهچڻو هوندو آهي. ڪلهوڙن جي دور جو پڻ ڪجهه جلد ئي خاتمو ٿيو. سومرن پنهنجي پاڻ کي مات کائيندو ڏسي، علاوالدين خلاف سمن کي مدد لاءِ سڏيو. ڪلهوڙن وري مغلن، ايرانين ۽ افغانن سان وڙهڻ لاءِ بلوچن کي دعوت ڏني، جو هنن پنهنجي آرام لاءِ بلوچن کي ٿورڙي عرصي کان گهڻو طاقتور ٿي ڏٺو. حقيقت ۾ بلوچ اُن وقت بلوچستان جي پيٽ ۾ سنڌ ۾ وڏيڪ آباد هئا. انهي ڳالهه ڪلهوڙن کي شڪي ۽ حاسد بنائي ڇڏيو هو. گدومل جي صلاح جي برخلاف، ڪلهوڙن، بلوچن جي سردار ببرم خان ۽ سندس پٽ صوبدار کي مارائي ڇڏيو. مير بيرم خان جو ٻيو پٽ مير بجر خان سندن وفادار رهيو. جڏهن افغان عزت يار خان پنهنجي 30,000 لشڪر سان سنڌ ۾ لٿو ته بجر خان 18,000 جي سنڌي - بلوچي لشڪر سان مقابلو ڪري کين سيڪت ڏني. اُن وقت جي فارسي تحرير 'فتح نامه' ۾ چيل آهي: "جيئن بلوچن پنهنجون تلوارون لهرايون ته

افغانن جي رت سان ز ءن گاڏهي تي ويٺي. ڪي گوڏا کوڙي رحم لاءِ ايلاز ڪرڻ لڳا ته ڪي وري اگهاڙي مٿي ۽ اگهاڙي پيرين ڀڄندا پئي ويا."

پر ڪلهوڙن ٻجر خان جهڙي وفادار ڪامياب سپهه سالار تي شڪ ڪرڻ شروع ڪيو. ڪلهوڙن سندس وفاداريءَ جي ثبوت ۾ ڏيٺس جو سنگ گهريو، جنهن کو هن بلوچي روايت جي بنياد تي، ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ڪلهوڙن پوءِ جوڌپور جي راجا کي اسرڪوٽ واپس ڏيڻ جي عيوض ٻجر خان کي قتل ڪرڻ لاءِ چيو. جوڌپور جا ايلچي هڪ ڏمام گجهو نياپو ڏيڻ جي بهاني ٻجر خان سان مليا. ڪن ۾ ڳالهه ٻڌائڻ جي بهاني، انهن مٿس حملو ڪري کيس قتل ڪري ڇڏيو. (انهيءَ ڪري سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته 'ڪنن جي ڳالهين مير ٻجر کي مارايو!') اها بلوچن سان سلوڪ جي انتها هئي. 1782ع ۾ بلوچن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ هالاڻيءَ جي ميدان لڙائي لڳي، جنهن ۾ ڪلهوڙن کي ٽالپور ميرن شڪست ڏني.

افغانن کي اها پڪ نه هئي ته ڪنهن جي حڪومت کي مڃجي- اڳ وارن ڪلهوڙن کي يا اڀرندڙ ٽالپورن کي. تنهنڪري انهن چيو ته جيڪا ڏر پهرين ڇهه لک رپيا ادا ڪندي، انهيءَ کي حڪمران مڃيو ويندو. ڪابل ۾ مقيم ٽالپورن جي نمائندن گدومل، جسپت راءِ ۽ آغا ابراهيم شاهه ايراني مقامي واپارين کان رقم وٺي کين ادا ڪئي ۽ بلوچستان جي ٽالپور ميرن جي حڪومت قائم ڪرائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي.

ڪلهوڙن جي حڪومت، ڏوري پر ياد گار اسي ورهين کان پوءِ پڄاڻيءَ تي پهتي.

# 10

## شيطان جو ٻاءُ

ميرن (اميرن) جي ٽالپور خاندان ڪلهوڙن کان سنڌ جون واڳون ورتيون. پر سندن ڀاڳ ۾ ڏکيو– يا چڱو راڄ لکيل نه هو. جيئن ته سندن وڏا موروثي طور تي ريڊار هئا، ۽ پيشي جي طور تي جنگجو هئا، انهيءَ ڪري آبپاشي ۽ زراعت ڏانهن ڌيان نه ڏنائون. هنن پوک ڪرڻ جوڳين ڪيترين ايراضين کي پڻ شڪار لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. نتيجي جي طور تي ڪلهوڙن جي دؤر جي 30 لک آدمشماري، 1843ع ۾، انگريزن کي سنڌ حوالي ڪرڻ وقت، وڃي اڌ بچي، پر اناج ڪڇ، ڪاٺياواڙ، مڪران ايتري قدر جو عربستان ڏانهن برآمد ٿيڻ جاري رهيو. برطانوي ايلچي، پاٽنجر (Pottinger) سنڌ ۾ ”قرون، جهالت ۽ ظلم ڏٺو، جيڪي ايڏو عروج تي هئا، جنهن جي دنيا ۾ برابري نه هئي.“ برٽن (Burton) لکيو آهي ته، هن ملا اسڪولن ۾ عجب جهڙيون ڳالهيون پڙهائينديون ڏٺيون. پر ميرن پنهنجي معاملن ۾ ايترو گهٽو خراب نه ڪيو هو. هنن جوڌپور کان امرڪوٽ واپس ورتو. ڪراچيءَ جي نگر- سيٺ ناؤن مل جي مدد سان، ڪراچيءَ جو ننڍو ساموندي بندر پڻ بلوچستان ۾ قلات جي خان کان واپس ورتائون. ايسٽوڪ (Eastwick)، ”ٽالپورن جي حڪومت جي ستن ورهين جي پيٽ ۾ لاهور دربار جي هڪ ورهيه دوران وڌيڪ ڏوهه“ ڏٺا. لئمبرڪ (Lambrick) لکيو آهي: ”جيڪڏهن سنڌو ۽ عرفات جي وچ وارن ملڪن جي پيٽ ڪبي، ته تهذيب ۾ سنڌ سڀ کان اڳيرو

ملڪ سمجهيو ويندو.“ برطانوي ايلچي، ڊاڪٽر برنس (Dr. Burns) جي لفظن ۾، سنڌ جو وزيراعظم ولي محمد خان لغاري ”جاڳرنا جي طريقي جو هر فن مولي ذهين شخص آهي.“ ۾ پوءِ به منجهائڻ ڪوبه، اڻ ڏر برطانوي چڙهائيءَ جو مقابلو نه ڪري سگهيو.

سنڌو، هندستان جو سڀ کان وڏو دريا آهي ۽ سڪندر آئي پهتو هو. اها ڳالهه برطانوي سوچ لاءِ ڪشش جو سبب هئي. انهن ننڍي ۾ وڌندڙ ۽ نفعي بخش واپار ڪيو هو. ڪين ٻڌايو ويو هو ته ”سنڌ هڪ شاندار ملڪ آهي،“ تنهنڪري انهن سنڌ حاصل ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو.

برطانيه هميشه فرانس کان پنهنجي حريف جي طور تي ڪن ڏي هنيو. هاڻي ڪين روس کان ٻڻ خوف ٿيڻ لڳو هو، جيڪو وچ ايشيا ۽ هندستان جي اتر-اولهه ۾ اڳيان وڌي رهيو هو. جڏهن فرانس ۽ روس 1807ع ۾ تلسٽ (Tilsit) ۾ اتحاد جو ناهه ڪيو ته برطانيه کي بي انتها خطرو محسوس ٿيو. گورنر جنرل لارڊ ايلنبرو (Lord Ellenborough) لکيو آهي: ”ڊائريڪٽر روس کان گهڻو ڊڄل آهن ۽ تنهنڪري مان به آهيان.... سون کي پڪ ٿي لڳي ته اسان کي روسين سان سنڌوءَ تي مقابلو ڪرڻو پوندو.“

برطانيه هڪدم سنڌ، ڪابل، ايران ۽ جوڌپور ڏانهن ايلچي موڪليا. 1819ع ۾ انهن ڪڇ تي قبضو ڪيو. انهن اڻ برابري واري ناهه کان پوءِ، ميرن تي ناهه ڪرڻ لاءِ زور ڪيو، جيڪو اهي ٽارڻ جي حيثيت ۾ نه هئا. تنهنڪري هنن پهرين ڪراچي ۽ ٺٽي تي قبضو ڪيو. 1820ع جي پٺي ناهه موجب، مير پڻ يورپين ۽ امريڪين کي سنڌ مان ٻاهر ڪڍڻ تي مجبور ٿي پيا. انگريزن سنڌو دريا مان جهاز رستي وڃڻ جو حق انهيءَ بهاني سان حاصل ڪيو ته گهوڙن ۽ گهوڙي-گاڏيءَ جي برطانوي شاهي سوکڙي لاهور ڏانهن

مهاراجا رنجيت سنگهه، لاءِ خشڪي رستي موڪلي نٿي سگهجي. ميرن سکن کي اهو چئي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته حقيقت ۾ انهيءَ ڳالهه ۾ سيد احمد بريلوي لاءِ سون ڏيو پيو وڃي، جيڪو ساڻن مقابلو ڪري رهيو آهي. پر رنجيت سنگهه، تي ڪو اثر نه ٿيو ۽ تنهنڪري پنهنجي فرينچ فوجي مشير وينچورا (Ventura) کي سنڌ جي سرحد تي فوجي مشقون شروع ڪرڻ لاءِ چيائين، جنهن ميرن کي بلڪل ڏيڄاري وڌو. انهيءَ موقعي تي انگريزن سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن تي ٽالپورن جي خودمختياريءَ جي احترام ڪرڻ جو عهد ڪيو. پر جڏهن واٽرلو جي فاتح، ڊيوڪ آف ويلنگٽن (Duke of Wellington) فيصلو ڪيو ته جنگي حڪمت عمليءَ جي اهميت واري بکر ٻيٽ تي برطانوي قبضو ٿيڻ گهرجي ته ڪلهه جهڙو اهو دليل ڏنو ويندو ته جيئن ته اهو ٻيٽ، 'سنڌوءَ' جي وچ ۾ آهي، تنهنڪري انهيءَ جي برطانوي قبضي سان درياءَ جي ٻنهي 'ڪنارن' تي ميرن جي خودمختياريءَ جي ڀڃڪڙي نٿي ٿئي!

مهاراجا رنجيت سنگهه، جي سنڌ تي قبضي ڪرڻ جي بيحد گهڻي خواهش هئي. 1980ع ۾ هن پنهنجي فرينچ مشير جيڪيمونٽ (Jacquemont) کي چيو ته "مون کي ٿيڪ هٿان ڪرڻ سان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ مون کي ته شاهوڪار ملڪ گهرجن، ڇا مان سنڌ حاصل نٿو ڪري سگهان؟" ۽ تڏهن افغانستان جي شاهه شجاع شڪارپور سکن جي حوالي ڪيو هو. ڪابل کي سکن کان پشاور گهربو هو. ايران، افغانستان ۾ هرات تي قبضو ڪيو. برطانيا پاڻ کي سڀني جو دوست ظاهر ڪري رهيو هو. انهيءَ عمل ۾ هن سکن کي 15 لک رپين جي عيوض شڪارپور کي سنڌ جي حڪمرانن جي حوالي ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو. انهيءَ سڄي ڳالهه برطانيا کي اتر اولهه ۾ گهڻي اثر رسوخ لاءِ ميدان هموار ڪري ڏنو.

مٿان وري گورنر جنرل، آڪلنڊ (Aukland) اهو فيصلو

ڪيو ته سنڌ جي مختلف حصن جي مختلف ٽالپور منتظمن کي "خودمختيار حڪمرانن" جي طور تي سمجهيو وڃي. انهيءَ ڳالهه، بنان دير جي ٽالپور خاندان کي مختلف گروهن ۾ ورهائي ڇڏيو. اهڙي طرح 'ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو' جي ڪيڏ پنهنجي وحشتناڪ صورت ۾ ظاهر ٿي پيئي.

انگريزن هاڻي حيدرآباد جي دربار ۾ هڪ ايلچي مقرر ڪرڻ تي زور ڪيو. ٽالپورن جي اها دانهن ته "اسان کي ڪو ڊاهه، ڪو اتحاد نه گهرجي. اسان کي ايلچيءَ جي آجيان ڪرڻ کان معاف رکيو وڃي؛ يا اسان جي دربار ۾ ڪو عملدار موڪليو وڃي، پوءِ اهو ڊاڪٽر ئي ڇو نه هجي"، اجايو ثابت ٿيو. آنهن ٿلهن متارن ماڻهن جي دربارن ۾ ڊاڪٽرن کي هميشه خوش آمديد چيو ويندو هو. (انگريزن محسوس ڪيو هو ته مير تمام ٿلها متارا هئا، جيڪي عام انگريزي ڪرسيءَ ۾ ماپجي نه سگهندا هئا). پر هو اهو سمجهڻ ۾ به ناڪام ويا ته برطانوي ڊاڪٽر پڻ برطانوي چاڙتو ئي هوندو.

ڊاڪٽر جيمس برنس (Dr. James Burnes) کي ڪڇ مان حيدرآباد ۾ ميرن جو ايلچي، گوپالداس ڏاڍي مان شان سان وٺيو آيو. سنڌي ماڻهو انگريز ڊاڪٽر کي ڏسي ايڏا ونڊا ٿي ويا جو هر ٻئي شخص بيماريءَ جو بهانو ڪري چيو ٿي "ڊاڪٽر مون کي ڏس!" (اهڙو منظر ورهاڱي کان هڪدم پوءِ ورجايو ويو هو جڏهن اهو پڌرو ڪيو ويو ته حامله مائرن کي ترجيحي طور تي ملڪ ڇڏڻ جو اجازتنامو ڏنو ويندو ته هندستاني هاءِ ڪمشنر، شري سري پرڪاش پنهنجي رهائش گاهه عورتن سان ڀريل ڏٺي، جن پنهنجو پاڻ کي حامله ظاهر ڪرڻ لاءِ پيٽ تي ڪپڙا ويڙهي رکيا هئا!)

برنس کي حيدرآباد جي دربار پڪ وڪ (Picwick) ۽ الف ليليٰ جو عجيب ميلاپ ڏسڻ ۾ آيو. آنهن سيندس بوٽ لاٿا— پر هن پنهنجو ٽوپلو نه لاٿو. انهيءَ سنهوري منظر، انگلنڊ

جي بادشاهن، چارلس ٻئي جي ويسٽ منسٽر اسڪول جي دوري جو منظر ياد ٿي ڏياريو. ”انهيءَ ڳالهه سان منهنجا شاگرد اهو ته سمجهندا ته ڊاڪٽر بُسباه ڪان به ڪو وڏيڪ وڏو ماڻهو موجود آهي.“ ڊاڪٽر برنس، پنهنجو ٿوپلو پائي حيدرآباد جي دربار ڪي اهو ٻاڌر ٿي ڏيڻ چاهيو ته برطانيا حاڪم آهي. جڏهن به برنس کا گوريءَ ڪنهن ٽالپور کي ڪائڻ لاءِ ڏني ٿي ته هڪ گوري ڪيس خود کي به کائڻي ٿي پيئي— ظاهر هو ته ڪيس ميرن کي اها پڪ ڏيارڻي ٿي پئي ته اها گوري زهريلي ناهي. هن ڏٺو ته ”انگريزي نيم طبابت جي واڌويجهه لاءِ سنڌ هڪ سٺائو ميدان ثابت ٿيندو.“

اوائلي انگريزن، سنڌي ٻيڙياتن کي ”بيهودين ٿوري روسين کان به وڏو ٺڳ“ هٺڻ ۽ سنڌين جي ڳالهائڻ کي چٽن-ماڻهن جي گنديل زوراڻي ڳالهه ٻولهه جي برابر چاتو ٿي. جيڪڏهن چارلس (ڊڪنس) هتي هجي ها ته جلدي سموري دنيا ڊڪنس جي سنڌ بابت ٽاڌر کي پيئي پڙهي ها.“

برنس لکئي ٿو، ”هندو ٻئي درجي جا شهري هئا، ان ڪري هندو معتبر طبقي جي پيٽ ۾ ٻئي ڪنهن به برطانيا جي جهنڊي کي حيدرآباد جي برجن تي لهرائيندي ڏسڻ جي سچي خواهش نٿي ڏيکاري.“ اها ڳالهه خاص ڪري ڪراچيءَ جي سيٺ ناٺون مل هوتچند پوچواڻي لاءِ درست هئي، جنهن جون واپاري ڪوٺيون ڪڇ کان وٺي قندار ۽ عراق ۾ پکڙيل هيون ۽ جنهن جي پيءُ کان پنهنجو ڌرم ڇڏائي زوري مسلمان ڪيو ويو هو.

اهو سڀ اڄهو هيڻن ٿيو جو سال 1831ع ۾ ڪراچيءَ ۾ هڪ مزور جي پٽ، ’ڪندي (ڪندن) کي سندس استاد ڏاڍي مار ڪئي. هو شهر جي ڪنهن گهٽيءَ ۾ اداس ويٺو هو ته ڪيس ڏناري مسجد ۾ آندو ويو ۽ پنهنجي ڌرم ڏان ڦيرائي مسلمان ڪيو ويو. ڪراچيءَ جي هندن ۾ هراس ڇانئجي

ويو. ردعمل ۾ مسلمانن لياريءَ وٽ شهر جي پاڙيءَ کي گندو ڪيو. انهيءَ موقعي تي سيد نورل شاهه هندن جي علائقي مان لنگهندي هندن کي گهٽ وڌ ڳالهايو. ناؤون مل جي 24 سالن جي ننڍي ڀاءُ پرسرام کيس ائين ڪرڻ کان منع ڪئي. پر نورل چيو ته پرسرام پيغمبر جي بي حرمتي ڪئي آهي. جڏهن مسلمانن جا ميڙ وڌندا ويا ته پرسرام جيسلمير ڏانهن ڀڄي ويو. صورتحال کي ٺڏو ڪرڻ لاءِ، ميرن پرسرام جي پيءُ، هوتچند کي حيدرآباد سڏايو. هوتچند ٻه هزار هندن سان گڏجي ڪراچيءَ مان حيدرآباد آيو. رستي تي کيس مسلمانن جي ميڙ پڪڙي ورتو ۽ کيس مسلمان پڌرو ڪيائون ۽ هڪ پير جي گهر ۾ نظربند ڪري ڇڏيائون. سنتيس طهر ٿئي تي. سگهوئي ڇاڪاڻ ته سندس عمر پنجاهه ورهين کان وڌيڪ هئي. هن مسلمانن جي هٿ جو کاڌو کائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ ٻارنهن ڏينهن تائين اوپاريل ڇڻن تي گذارو ڪرڻ جو ضد ڪندو رهيو. ڪڇ ۽ جيسلمير جي راجائن ميرن وٽ احتجاج ڪيو، جن هوتچند کي گجرات ۾ لکپت ڏانهن ڀڄي وڃڻ ڏنو. اتي سندس ڪٽنب وارن شڌي جي رسم وڏيءَ ڌام ڌوم سان ادا ڪئي، جنهن تي لک رپيا خرچ آيو. هوتچند پوءِ ڏهه سال لکپت ۾ گذاريا.

ان ۾ ڪو عجيب ناهي ته ناؤون مل مسلماني ظالم راڄ جي خلاف ٿي بيٺو ۽ برطانوي فتح ۾ هندن جو ڇوٽڪارو سمجهيائين. هن هر طرح برطانيا جي مدد ڪئي. آئيوٽرام (Outram) جي لفظن ۾ پهرين افغان جنگ دوران ناؤون مل "ڪراچي کان قنڌار تائين برطانيا جو دوست" هو. هن برطانوي لشڪر جي افغانستان لاءِ روانگيءَ جو بندوبست ڪيو، ڪين هو پاڻ ۽ شڪارپور جا سيٺ جيٺ سنگهه ۽ چترو مل روڪ ۽ اوڌر تي رقمون ڏيندا هئا. اها دلچسپ ڳالهه آهي ته اُن وقت شڪارپور جو گورنر جيٺمل هو، جيڪو هاڻي پارليامينٽ جي ميمبر رام جيٺملاڻي جو پڙ ڏاڏو هو. جيٺمل پنهنجي نالي

جو سڪو هلائيندو هو. سندس تصوير اڄ به لنڊن جي انڊيا آفيس لئبرري ۾ موجود آهي. پاٽنجر (Henry Pottinger) چوي ٿو ته ناڻون مان "سنڌ ۾ برطانوي فوجن جا هٿ ۽ پير" ٿي پيو. ميرن کيس پاڻ وٽ سڏايو ۽ چيائون، "پنهنجي دل جي خوشيءَ لاءِ ته نيٺ پنهنجي پيءُ جي بيعزتيءَ جو بدلو ورتو." پر آهي وڌيڪ ڪجهه ڪري نٿي سگهيا.

ڊاڪٽر برنس وٽ سنڌ جا تفصيلي نقشا ڏسي ميرن کي صدمو رسيو. انهن چيو ته "بچڙائي ٿي چڪي آهي، ته اسان جو ملڪ ڏسي ورتو آهي. 'فرنگين' کي سڀڪنهن ڳالهه جي خبر آهي." رنجيت سنگهه، ڏانهن جيڪي گهوڙا دريا رستي پار ڪيا ويا هئا، اهي سيٽلائيٽ ۽ سيارا (Satellite and Planet) 'بتروجن جا گهوڙا' ثابت ٿيا هئا. انگريزن انهيءَ دوري ۾ دريا جي گهرائيءَ جي ماپ ورتي هئي ۽ پسگردائي جو نقشو تيار ڪري ورتو هو.

۽ پوءِ افغانستان ۾ برطانوي گهوڙالو شروع ٿيو. انگريز افغانستان ۾ سنڌ جي رستي کان ويا هئا، جتهن ۾ سنڌن ڪيترائي مقصد سمايل هئا، جهڙوڪ سنڌ تي اثر انداز ٿيڻ؛ سکن کي ٿڪ هڻڻ؛ پس منظر مان سکن کي هيسائڻ لاءِ ڪٽر مذهبي سيد احمد بريلويءَ جي مدد ڪرڻ؛ وچ ايشيا ۾ وڌندڙ روسي طاقت کي روڪڻ. پر سموري انگريزي فوج تباهه ٿي ويئي. فقط ڊاڪٽر برائيڊن (Dr. Brydon) حيرتزده دنيا کي خبرون ڏيڻ لاءِ ائبٽ آباد واپس پهتو. انگريز اهڙا شڪست نه رڳو هندستان، پر سموري دنيا ۾ پنهنجي هڪ آهنگي ڪرڻ کان سواءِ، برداشت نه ڪري سگهيا. انهن تنهنڪري، پٺي ڪنهن هنڌ فتح جي ڏاڪ وهارڻ سان، افغانستان ۾ شڪست جي آبرو اثرن کي رد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ظاهر آهي ته هاڻي انهيءَ مشق جو اميدوار سنڌ هو. ايلفنسٽن (Elphinston) چيو ته افغانستان ۾ شڪست کان پوءِ، سنڌ ۾ اهڙي ڪارروائي

”انهن هٿي جيئن ڪو جهيڙاڪار مڙس بازار ۾ مار کائي، گهر وڃي، اهي خار پنهنجي زال مٿان ڪيندو آهي.“

نيپيئر نيپوليائي لڙاين ۾ ڊيوڪ آف ويلنگٽن جو پسنديده جونيئر آفيسر ٿي رهيو هو. هاڻي ڪيس سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ بمبئي ۽ بنگال جي فوجي دستن جي ڪمانڊر جي حيثيت سان موڪليو ويو. جيئن ته هو سنڌ ۾ پنهنجي اَن ڏيئڻ جي شادي ڪرائڻ لاءِ ”ٽي لک رپيا“ ميڙڻ آيو هو، تنهنڪري ڪيس ڏاڍي تڪڙ هئي. هٿيار ڦٽا ڪرڻ بابت، ويچارڻ ميرن جي دانهن ڪنهن به نه ٻڌي ۽ برطانوي پوليٽيڪل ايجنٽ، آئوٽرام جي صبر ڪرڻ جي صلاح به اجائي ويئي. نيپيئر چيو: ”اسان کي سنڌ تي قبضو ڪرڻ جو حق ناهي، پر پوءِ به اسان ائين ڪنداسين، ۽ اهو تمام فائديمند، ڪارائتو ۽ چسپائيءَ جو وڏو انساني ڪارنامو ٿيندو.“ هن وڌيڪ چيو: ”اسان اها منجهيل ڳنڍ کپينداسين: اسان ايڏو طاقتور آهيون جو اها ڳنڍ کولڻ جي تڪليف وٺي سگهون ٿا.“ پنهنجي بيمار تصور موجب، نيپيئر ايتري قدر انديشو ظاهر ڪيو ته سنڌ جي سپهه سالار ’هوش محمد‘ حقيقت ۾ فرينچ جنرل ’هوشي‘ (Hosche) هو!

ميرن کي اڻ جيتڻ جوڳي جنگ ۾ گهليو ويو. پر پنهنجي بهادري سان انهن پڻ ڏيکاريو ته اها نه وڙهڻ جوڳي جنگ نه هئي. پر نيپيئر ”آڻ جي پنيءَ تي سنڌن سوداڻي توبخانو“ جي ٽولي ڪٺي هئي. پر ٿارنسٽن (Thornston) ڄاڻايو آهي ته 17 فبروري 1843ع تي حيدرآباد جي پرسان، مياڻيءَ جي جنگ ۾ ”تلوار ۽ ڍال سان، بلوچن هڪ ڪان وڌيڪ ڀيرا حملي ۾ برطانوي صف کي لرزائي ڇوڙيٽي ڊڪي ڇڏيو.“ هڪ ٻئي اکين ڏٺي شاهد ايسٽوڪ (Eastwick) لکيو آهي: ”انهيءَ موقعي تي بلوچن جي فيصلي ڪن بهادري ڪان شايد ئي ڪو ڪوهه ڪٿي ويٺي هو. انهيءَ لڙائيءَ ۾ اسان جو ڏاڍو نقصان ٿيو — 62 ڄڻا مارجي ويا، جن مان 6 برطانوي آفيسر هئا، ۽ 194

ڇهه زخمي ٿيا، جن ۾ 13 برطانوي آفيسر هئا. سنڌي لشڪر ۾ 400 ڇهه مارجي ويا. ان کان پوءِ دبي- دوآبي- وٽ هڪ ٻيو مقابلو ٿيو، جنهن جو ڪو چڱو نتيجو نه نڪتو.

سيٺ ناؤنمل جو پيءُ، هوتچند، جيڪو ڪراچيءَ بندر ۾ ٻن هفتن لاءِ خانداني جهاز ”ڪوٽيا هرسپا“ (Cotya Harispa) ۾ انتظار ڪري رهيو هو، هاڻي خوشيءَ وچان لٿو، جنهن جي آجيان هندن توڙي مسلمانن ڪئي. سنڌ ۾ ميرن جو راڄ ختم ٿيو. هنن پنهنجون رکيو تي يادگار شيون ٻوڙيان ڇڏيون — حيدرآباد ۾ پنهنجا قبا، پنهنجا (آپي چوٽيءَ وارا) ٽوپ ۽ پنهنجي هوڏ جي شهرت. سنڌ ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو اڪڙ واري نموني سلوڪ ڪندو آهي ته کيس ٽوڪي چئبو آهي: ”تون سمجهين ٿو ته تون ٽالپور آهين ڇا؟“

چارلس نيپيئر هڪدم گورنر جنرل ڏانهن ”I have Sin(ne)d“ جي بدران لاطيني زبان جي هڪ لفظ ”Peccavi“ ۾ خوشي ڀريو اطلاع موڪليو. هو پوءِ خزاني ۽ محل کي لٽڻ لاءِ اڳيان ٿيو. پر ميرن جو خزانچي، ديوان آوترام ملڪاڻي کيس اڏو آيو. نيپيئر خزاني جون ڪنجيون وٺڻ لاءِ آوترام جي گهر ويو، پر هن کيس چيو ته هو ميرن جي حڪم کان سواءِ ڪنجيون سندس حوالي نه ڪندو. نيپيئر کيس گولي هڻڻ جي ڌمڪي ڏني، پر آوترام پنهنجي ڳالهه تي اٽل رهيو. سندس ڇڙڪ جواب تي نيپيئر ڪنڌ جهڪائي هليو ويو.

ان کان پوءِ نيپيئر، آوترام کي قلعي مان عورتن کي ڪڍڻ جو انتظام ڪرڻ لاءِ چيو، جو رڳو آوترام ئي حرم ۾ وڃي سگهيو ٿي. آوترام خزاني ۽ قيمتي شين سان ڀريل ڏولي پويان ڏولي ٻاهر موڪليندو ويو. جڏهن ٽيرهين ڏولي ٻاهر اچي رهي هئي ته هوا جي لهر سان پردو پاسيرو ٿي پيو، ۽ ڏولي اندر ڪوبه ويٺل نظر نه آيو. پوءِ نيپيئر ڪجهه انگريز عورتن کي بيگمن کي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ موڪليو، جن مان هر هڪ کي

رکيو ٿي وڃا کٽڻ جي اجازت هئي؛

آوترام ۽ شوقي رام آڏواڻي (ساڌو هيرانند جي پيءُ) جي اڳواڻيءَ ۾ ماڻهو هٿ ۾ ترارون کڻي ٻاهر نڪري آيا ۽ چيائون ته اهي واجبي قيمت تي گهربل سيڌو ڏيندا، پر قرلاٽ اُن نه گهرجي. انهيءَ ڳالهه شهر کي قرلٽ کان بچايو.

گهڻن هندن ميرن کي رقمون اڌاريون ڏنيون هيون. مکي تاراچند ۽ ٻين هندن چاهيو ٿي ته نيپيئر اهي قرض، ملڪي ذميواري جي طور واپس ڪري، پر نيپيئر انڪار ڪيو. انهيءَ تي انهن پئسا گڏ ڪيا ۽ لهيڻيدارن کي ڪي قدر قرض پري ڏنائون. نيپيئر جي سلوڪ جي خلاف احتجاج ۾ تاراچند برطانوي جاگير وٺڻ کان انڪار ڪيو، جيڪا پوءِ حيدرآباد جي هيرآباد ٿي.

نيپيئر آوترام جي ذهانت ۽ ديانت کان ايڏو متاثر ٿيو جو کيس نوڪريءَ جي آڇ ڪيائين، پر آوترام انڪار ڪيو. ايتري قدر جو پينشن وٺڻ کان به انڪار ڪيائين، پر پوءِ هن ميرن جي معرفت پينشن وٺڻ قبول ڪئي.

نيپيئر سنڌ هٿ ڪئي، پر جنهن اربهي-زوراوري سان انهيءَ تي قبضو ڪيو ويو، انهيءَ هندستان ۽ انگلنڊ جي معزز انگريزن کي هڪجيترو صدمو رسايو. سنڌين ته کيس "شيطان جو ڀاءُ" ڪوٺيو. ميرن پنهنجي وڪيلن- آخوند حبيب الله، ديوان ميٺارام ۽ ديوان ديا رام -لنڊن (19، هارلي اسٽريٽ) ڏانهن موڪليو، آزاريل بيگمن. راڻي وڪٽوريا کي درخواستون پيش ڪيون، پر هڪ به نه ٻڌي ويئي. کين هلئي وڃڻ ۽ مقامي اختياري وارن سان رجوع ڪرڻ جو چيو ويو. پر جلدئي انگريزن جو غصو پڌرو ڪائي ظاهر ٿي پيو. (The Londn Times 6 مئي 1843ع) ۾ هڪ مک ليک شايع ٿيو، جنهن ۾ "قرلٽ ۽ جلدي ڪارروائي جي قطعي ۽ طئه ٿيل منصوبي" جي مذمت ڪئي. The Bombay Times انهي کي "غير

عقلي جنگ" ڪوٺيو ۽ چيائين ته برطانوي "آفيسرن ميرن جون بيگمات ڪنيون آهن." جڏهن 800 سپاهي ڪراچي ڪالرا ۾ مري ويا ته Dehli Gazzet مري ويلن جي وڏي ڳاڻيٽي، وڏي خرچ ۽ "بي حد خسيس بي عزتين" کي سنڌ جي بي انصافانه فتح سان منسوب ڪيو.

نيپيئر پنهنجي خصوصي قهر سان بدلو ورتو. هن پنهنجي دوست کي بخط ۾ لکيو "جيستائين آئون ڪنهن ايڊيٽر کي قتل نه ڪريان تيستائين مون مان ڪنهن به بهتر مزاج جي اميد نه رکج."

پر انهي هوندي، انهي موضوع تي گورنمينٽ جو 'بلو بوڪ'- 'وائيٽ پيپر' (ڪچو چٺو) جو پراڻو نمونو- تنقيد ڪندو رهيو. برطانوي وزيراعظم پيل (Peel) ۽ گورنر جنرل ايلنبرو (Ellenborough) پريشاني محسوس ڪئي. پيل، ايلنبرو کي (Scinde) سنڌ جي معاملن مان پيدا ٿيندڙ "سرڪار جي بي انتها ۽ وڌندڙ پريشاني ۽ ان جي وجود ۽ عام خلق جي مفاد کي خطري" جي باري ۾ لکيو. ايلنبرو کي سنڌ ميرن کي واپس ڏيڻ تي غور ڪرڻ لاءِ چيو ويو- خاص ڪري انهي حقيقت جي پيش نظر ته سنڌ ۾ فوج تي صوبي جي آمدني کان ڇوڻو خرچ اچي رهيو هو.

پر ڏاڍو مڙس ڊيوڪ آف ويلنگٽن سنڌ کي انگريزي حڪومت سان ڳنڍي ڇڏڻ جي حق ۾ هو. هن ايلنبرو کي "سنيالي رکڻ" ۽ "وڏيڪ بدڪار پريس آف انڊيا جي وڏاءُ ڪيل بيانن تي بحث ڪندڙ 'بدڪار لنڊن پريس" جي باري ۾ گهٽي گهٽي نه ڪرڻ لاءِ چيو. هن مسئلي تي قابو پاتو، جڏهن چيائين: "ڇا اسان جي آئيني انتظاميه اختياري وارا سڪن جي مدد لاءِ سنڌوءَ تي فرينچ جانبازن جي شروع ڪيل ۽ قائم ٿيل بيڙڪ ڏسڻ لاءِ تيار آهن؟" اهي تيار نه هئا ۽ اهڙي طرح سنڌ کي انگريزي حڪومت سان ملايو ويو. برطانيا عام خلق

جي راھ کي ٽڏو ڪرڻ لاءِ ايلنبرو کي واپس گهرائي ورتو. نيپيئر بلڪل درست چيو هو: ”حالتن جي فطرت، سنڌ (Scinde) کي وڏيڪ عرصي لاءِ خودمختيار حڪومت جي حيثيت سان جاري رهڻ کان روڪي رهي آهي. جيڪڏهن 1843ع ۾ ساڻس لڙائي نہ ڪجي ها، تہ اها 1853ع ۾ ڪجي ها.“ هن چيو، بلوچ پڻ ”سنڌ (Scinde) ۾ ڌاريا“ آهن. نيپيئر دليل ڏنو تہ جيئن تہ برطانيا هندستان ۾ هڪ اعليٰ طاقت آهي، تنهنڪري سنڌ جا ماڻهو ”پنهنجي اميدن ۽ خواهشن سان اسان جا پنهنجا“ آهن.

نيپيئر صحيح هو، هندستان جي خودمختياري ورهائڻ جوڳي نہ آهي.

# 11

## ڪراچي: اوڀر جي راڻي

جڏهن مياڻي ۽ دٻي جي لڙائيءَ جي دز ويهي رهي ته برطانيا جي وزيراعظم پيل (Peel) ۽ حزب اختلاف جي قائد، جان رسيل (Johon Russel)، نيپيئر کي برطانوي پارليامينٽ ۾ متفق طور شڪريي جو ووٽ ڏيڻ لاءِ گڏ ٿيا. 'نيپيئر پڻ سٺر هزار پائونڊ اسٽرلنگ جي روڪ رقم جو انعام حاصل ڪري خوش ٿيو. هو هاڻي پنجن سالن تائين ايلنبرو (Lord Ellenborough) جي انهيءَ خواهش کي عملي جامو پارائڻ لاءِ ويهي رهيو ته "اسان کي سنڌ ۾ سيڪجهه مستقبل لاءِ ڪرڻ گهرجي، اسان کي هڪ ٻئي مصر کي جنم ڏيڻو آهي." نيپيئر چيو: "جيڪڏهن ڪنهن مهذب ماڻهوءَ کان پڇجي ته جيڪڏهن تون سنڌ جو حاڪم هجين ته جيڪر ڇا ڪرين، ته سندس جواب هوندو ته مان دريا تان محصول جون چنگيون ختم ڪندس، ڪراچيءَ کي فري پورٽ بنائيندس، سکر کي دريا جي واپاري منڊي بنائيندس. مان دريا جي ٻنهي ڪپن کان ترڪن جا رستا نهرائيندس، مان آگبوٽ آڻيندس." ۽ هن دريا جون چنگيون ختم ڪرڻ جي شروعات سان، انهيءَ تي عمل ڪرڻ شروع ڪيو.

هن هڪدم بلوچ جاگيردارن کي پاڻ وٽ گهرائي، سندن تلوارون کين واپس ڪيون ۽ سندن جاگيرون بحال ڪيائين. ڪن سردارن کي راڻي وڪٽوريا جي تصوير کي سلامي ڏيڻ جي خاص مهرباني جي طور اجازت ڏني ويئي، جيڪا هونئن عام ماڻهن ۽ نوڪرن چاڪرن جي نظر کان بچائي پردي ۾

ڏکي رکي هوندي هئي، نيپيئر کين چيو: ”منهنجو حڪم مڃو! اوهان کي جيڪي وٺي سو ڪريو- ڦريو، قتل ڪريو، جنهن جي مون منع نه ڪئي آهي- سڀڪجهه ڪريو، جيستائين مان منع نه ڪريان.“ برطانيا جي حڪم جي پيروي ڪندي هنن اهو ئي ڪيو. باقي ڳالهين لاءِ قانون سندن طرفدار هو.

عام سنڌي ماڻهو هڪدم انهيءَ رشتي پٺڀجي ويو. هن لاءِ ’لاٽ صاحب‘ (Lord) ۽ ’ليڊي صاحب‘ (Lady) هڪدم وڏي اختيار جا مالڪ هئا. جڏهن کين سندن اڳيان حاضر ٿيڻ جو حڪم ملندو هو ته آهي پنهنجون جتيون ٻاهر لاهي ايندا هئا. ڪنهن به انگريز جو پنهنجي ملاقاتيءَ کان پهريون اهو سوال هوندو هو: ”ڇا تون بدمعاش آهين؟“ ۽ اهو ملاقاتي رڳو وانگر پنهنجي بدمعاشي ۽ پنهنجي اطاعت- ٻئي ڳالهيون ائين چئي تسليم ڪندو هو: ”اسان سرڪاري بدمعاش آهيون.“ سنڌ ۾ ’وڏيري‘ (وڏي زميندار)، واڻيي، پير ۽ (گوري يا ڪاري) ’صاحب‘ جي وچ ۾ اختيارن جو چوڪنڊو ترتيب ڏنو ويو.

نيپيئر ٺاوٽي سورهيائي سان تنهي پريزيڊنسين ۾ان انجنيئر گهرائڻ جو وعدو ڪيو هو ته جيئن سنڌوءَ جو پاڻي، ايرنڊي-ناري مان لنگهي ڪڇ جي هندو ايراضيءَ ۾ وهي وڃي. پر جلدئي هن محسوس ڪيو ته ڪڇ جي قسمت جو فيصلو ڪلهوڙن جي ٻڌايل ’الله بند‘ نه، پر زلزلي کان پوءِ، سنڌوءَ جي اولهائين وهڪري جي ڪري ٿي چڪو هو. تنهن ڪري هن هڪدم پراڻن واهن کي سڌارڻ ۽ نوان واهه کوٽائڻ لاءِ، ’واهن جو کاتو‘ کوليو.

هندن کي متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هن جامع مسجد غزنيءَ جو دروازو ’سومنات جي ڦرلٽ ۾ کسيل دروازي‘ جي طور، هندستان آندو. پر جلدئي هندو ماهرن انهيءَ کي غير اصلوڪو پڌرو ڪيو.

نيپيئر هارين کي 1843ع کان اڳ ۾ ڏنل قرض معاف

ڪري ڇڏيا. هن سنڌ ۾ 'پوليس ڪاتو' کوليو، جيڪو هندستان جي ٻين سڀني صوبن لاءِ مثال بڻجي ويو.

نيپيئر خاص ڪري انصاف جي انتظامي معاملي ۾ نالو ڪڍيو. سندس هدايتون هونديون هيون: "جنهن ڳالهه کي ماڻهو انصاف چون، اُنهيءَ کي وزن ڏيو. نه کي انهيءَ ڳالهه کي وزن ڏيو، جنهن کي قانون، انصاف ٿو ڪوٺي." هن هڪ ڀيري منڇر جي مُهاڻي جو مقدمو ٽي ڏينهن هلائي ۽ فيصلو ڪيائين ته اهي مڇي مارڻ جو رڳو ٽي سيڪڙو محصول ڏين. هن هڪ ٻيءَ ڀيري چتاءُ ڏيندي چيو هو: "ڪاردارن ۽ پوليس وارن مان ڏرجڻ کي پورا پورا ڪندو آهيان. شاهدين هوندي، مان فيصلو غريبن جي حق ۾ ڪندو آهيان."

نئين نظام ۾ جيڪي ٻه طبقا ناراض ۽ ناخوش هئا، اهي هئا: اڳوڻا ٽالپور حاڪم ۽ هندو عامل ملازم. ٽالپورن پنهنجي حڪومت وڃائي هئي ۽ انگريزن عاملن کان اعليٰ انتظامي عهدا کسيا هئا. پر ٽالپور جلدي جاگيرن ۽ پينشنن تي ٻرچي ويا ۽ انتظامي ۽ اقتصادي توسيع سان عاملن اڳين کان به اڳري ترقي ڪئي. [ورهاڱي کان اڳ، سنڌ جي اڳوڻي ڪمشنر، سر پيٽرڪ ڪئڊل (Sir Patrick Cadell)، پاڪستان جي ٿڌهوڪي اطلاعات ۽ نشريات جي وزير، پير علي محمد راشدي کي لکيو هو ته عاملن کي بهترين منتظم سمجهان ٿو، جن سڀني ميدانن ۾ پاڻ موکيو آهي. انهيءَ ۾ اچرج جهڙي ڳالهه ناهي ته چتوڏهن سنڌي، جيڪي سمورا آءِ-سي-ايس ۾ ويٺا، تن مان ٻارنهن عامل هئا.]

انهن سڀني ڳالهين پنجاب کي متاثر ڪيو. انهيءَ مان مراد به پنجاب کي متاثر ڪرڻ جي هئي، جيڪو ان وقت 'سکا شاهي' ۾ ڦاسجي رهيو هو ۽ برطانيا جي جهوليءَ ۾ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي رهيو هو.

پر نيپيئر سنڌ جي ٻهرئين برطانوي حڪمران هئڻ کان سواءِ ٻيو به گهڻو ڪجهه هو. هو وڏي دور رس نگاهه واري

شهنشاهيت جو معمار هو. ”هيرن ۾ جيئن ڪوهنور آهي، قومن ۾ تيئن هندستان آهي. جيڪڏهن مان ٻارنهن سالن لاءِ هندستان جو شهنشاهه هجان ها ته مان منجهس ريلوائي جو ڄار وڇايان، دريائن تي پليون ٻڌايان ها، حڪومت جي گادي دهلي يا ميرٺ يا سملهه يا الله آباد مقرر ڪريان ها. ڪنهن به هندستاني شهزادي جو وجود به نه هجي ها. ’نظام‘ جو نالو به نه ٻڌجي ها. نيپال اسان جو هجي ها ۽ قسطنطنيه ۾ (ترڪي) شهنشاهي دربار سيءَ ٻجي تپ ۾ ورتل هجي ها، جڏهن ته روس ۽ چين جي ٻنهي بادشاهن جي نبض 100 ڪان ڪڏهن گهٽ نه هجي ها!

”جيڪڏهن مان هندستان جو بادشاهه هجان ها ته مان ماسڪو ۽ چين ڪي لوڏي وجهان ها. جيڪڏهن مان انگلنڊ جو بادشاهه هجان ها ته مان دهليءَ جي محل مان روس ۽ فرانس ڪي ڏندڻ وارو ڏونشو لڪاءِ ڪرايان ها. مغرب ۾ سڀڪجهه انگلنڊ جي آرمار هيٺ گهرجي ۽ مشرق ۾ سڀڪجهه هندستاني فوج هيٺ گهرجي.“

پر انهن سڀني لياقتن سان، نيپيئر هڪ منظم يا معمار ڪان وڌيڪ جنگي جوڌو هو. 1850ع ۾ سنڌس وداع ٿيڻ ڪان پوءِ، سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ سان ڳنڍيو ويو ۽ بارٽل فريئر کي ان جو پهريون ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. فريئر کي ڏکڪو رسيو، جڏهن هن ڏٺو: ”هڪ ميل ڊگهو پڪل ذريعي، ڳنڍيل يا پڪو رستو به نه هو؛ ڪنهن به قسم جي صاف ٿيل پنجن ميلن جي رازڪي پل به نه هئي، ڪو ڊاڪ بنگلو، سراءِ، ڌرم شالا يا ضلعي- ڪچهري به نه هئي، ڪورٽ، لاڪ اپ، پوليس ٿاڻو يا ڪنهن به قسم جي آفيس به نه هئي، نه ضلعي حد بنديون، ايتري قدر جو ڳوٺن جي فهرست به نه هئي، نه سروي نه سيٽلمينٽ ڪجهه به نه هو.“

جيتوڻيڪ آن وقت سندس عمر رڳو پنجٽيهه ورهيه هئي، پر پوءِ به فريئر برطانوي صديءَ جو سنڌ جو هڪ بهترين منظم ثابت ٿيو. 1850ع کان 1859ع تائين، نون ورهين جي مختصر عرصي ۾، هن سنڌ جو مهاندبو ئي تبديل ڪري ڇڏيو. 1853ع ۾ هن سنڌ کي پهريون اسڪول ڏنو. 1858ع ۾ هن 'سنڌ ريلوي ڪمپني' کي ڪراچي - حيدرآباد ريلوي ٽرئڪ تي ڪم شروع ڪندي ڏنو. ليفٽيننٽ فائف (Lt. Fife) نالي هڪ انجنير ڪيس نقشو ٺاهي پيش ڪيو، جنهن آخر ۾ عظيم سکر براج ۾ مقصد گولي ورتو ۽ سنڌ کي هڪ ڪارائتي صوبي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. براج پوڻ آئينده واهن کي قابو ڪيو پر ان جي ڪري عام خوشحالي آئي ۽ صوبي ۾ ڏوهن جي رفتار ۾ گهٽتائي ٿي.

فريئر ڪراچيءَ ۾ هڪ 'تجارتي ميلي' جو اهتمام ڪيو، جنهن نه رڳو سموري هندستان، پر وچ ايشيا کي به پاڻ ڏانهن متوج ڪيو.

فريئر وائسراءِ کان اها ڳالهه پڻ مڃائي ته انگلنڊ کان ايندڙ جهاز، بمبئي پهچڻ کان اڳ، ڪراچيءَ ۾ ترسن- جيڪا برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپني اڳ ۾ رد ڪئي هئي- انهيءَ سان ڪراچي، جنهن کي نيپيئر 'اوير جي راڻي' ڪوٺيو هو، دنيا جي هڪ حقيقي گاديءَ واري هنڌ جي صورت ۾ ٽڙي پيئي. اڄ ڪالهه سنڌ ۾ مهاجرن جي خلاف سنڌ جو هڪ اعتراض اهو به آهي ته انهيءَ عظيم شهر جي نالي اچارڻ جي به ڪين سڌ ناهي. اهي 'ڪاراچي' يا 'ڪرانچي' يا ڪجهه ٻيو پر اصلوڪو نالو 'ڪراچي' نٿا ڪوٺين.

جنرل جيڪب سنڌ جي آترئين حصي جو انتظام ايڏو سٺو هلايو ۽ ترقي وٺرائي، جو انهيءَ جو نالو سندس نالي پٺيان 'جيڪب آباد' ضلعو رکيو ويو. ساڳي ريت، پارڪر سنڌ جي ڏکڻ - اوير ۾ ايڏو چڱو ڪم ڪيو(؟) جو 'ٿر' ضلعي

جو نالو ’ٿرپارڪر‘ رکيو ويو. (تازو 1990ع کان ٿرپارڪر ضلعي کي ٻن حصن ۾ ورهائي، ٻراڄ ايراضيءَ ۾ ’ميرپورخاص‘ ضلعو ۽ ٿر ايراضيءَ ۾ ’ٿر‘ ضلعو تشڪيل ڏنا ويا آهن.)

فرينئر سنڌي صورتخطيءَ جو پڻ فيصلو ڪيو- ۽ پوءِ هيٺين سطح تي انتظاميا جي ٻوليءَ جي طور رائج ڪيائين. ايتري قدر جو هن 1852ع ۾ سموري هندستان ۾ سنڌ کي ’سنڌ ڊسٽرڪٽ ڊاڪ‘ (Scinde District Dawk) تحت پهريون ٽپال - ٽڪلي جاري ڪرڻ جو شرف بخشيائين.

1857ع ۾ جڏهن عظيم انقلاب جي باهه ڀڙڪي، تڏهن ميرپور خاص جي مير شير محمد خان انگريزن سان مهاڏو اٽڪايو- ۽ ڪيس ڪراچيءَ جي رام باغ (هاڻي آرام باغ) ۾ توب سان آڏايو ويو. پيو دريا خان جلباڻي، جنهن کي نيپيئر جاگير عطا ڪري پنهنجو ڪيو هو، عظيم انقلاب ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ جي عيوض عدن ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو. پر پوءِ جو باقي عرصو سنڌ ۾ ايڏو امن امان رهيو، جو فرينئر سموريون برطانوي فوجون آتر ۾ مدد لاءِ موڪلي ڇڏيون.

فرينئر پوءِ بمبئي جي گورنر جي عهدي تي به رهيو ۽ آن کان پوءِ وائسراءِ جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو ميمبر مقرر ٿيو. انهيءَ حيثيت سان هن اعليٰ پاليسي ٺاهڻ ۾ حصو ورتو. لارڊ لارينس (Lord Lawrence) جو پنجابي مڪتب - فڪر، هندستان کي يڪسان وحداني ملڪ ۾ يڪجا ڪرڻ جو خواهشمند هو. سنڌن نعرو هو: ’سنڌو ڏانهن واپس هلو‘. سر فرينئر جي سنڌي مڪتب - فڪر، هندستان جي گونا گونيت کي پسند ٿي ڪيو. هنن ڍري گنڍيل سرشتي جي حمايت ٿي ڪئي، جنهن کي ڪنهن به قيمت تي، وچ ايشيا تائين ڪارائتي نموني وڌائڻ سگهجي، جيئن هندستان حڪمت عمليءَ واري مضبوط سرحد قائم ڪري وٺي. پنجابي مڪتب - فڪر انهيءَ ڳالهه کان خبردار ٿي ڪيو، جڏهن ته سنڌي مڪتب - فڪر فارورڊ پاليسي

جي حمايت ڪئي ڪئي. 1876ع ۾، فريئر ڪوئيٽا تي قبضي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ افغانستان جي هرات ۽ قنڌار شهرن ۾ ايجنٽ مقرر ڪيائين.

سيپٽي ڪمشنر، فريئر جهڙا لياقت ڀريا نه هئا. منجهانئن جي. اي. ٽامس (G. A. Thomas) جي ڪنڌ ۾ ڪلي لڳل هئي، جنهن لاءِ 'سنڌ آبزرور' (Sind Observer) اخبار 'ٽامس خدا' ('God Almighty' Thomas) لکيو. پر برطانوي راڄ انفرادي نه، پر ادارياتي هو، جنهن جي عام رواجي انتظام ۾ ڪو به شڪ نه هو. سنڌ ۾ هڪ صديءَ جي ناخوشگوار عرصي جي انگريزي راڄ دوران، هنن سنڌ کي روڊ ۽ ريلوايون، واهه ۽ پليون، اسڪول ۽ اسپتالون، سوچ ۽ آدرش ڏنا، جن صوبي جي چهري کي وچئين دؤر مان ڪڍي جديد دؤر ۾ آڻي بدلائي ڇڏيو.

نيپيئر چيو هو: "اي ڪراچي، تون اڃا اوير جو شان ٿيندينءَ. اي ڪراچي، ڇا تنهنجي شان کي ڏسڻ لاءَ مان وري زنده ٿي اچي سگهندس!" ريو پنجاهه ورهيه پوءِ، ڪراچيءَ جو شان ڏسي، نيپيئر سچ پچ ڏاڍو خوش ٿئي ها. سنڌ ۾ پهريون ڪالهج ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيو، جيتوڻيڪ شاگردن جو وڏو تعداد حيدرآباد کان آيو هو، ڇاڪاڻ ته جيئن رشي ڏيارام چيو هو: "ڪراچي سنڌ کان وڌيڪ اهم آهي."

رابندرناٿ ٽئگور حيدرآباد کي "هندستان جو سڀ کان وڌيڪ فيشن وارو شهر" ڪوٺيو. شڪارپور وچ ايشيا جو بينڪر ٿي پيو ۽ جڏهن روس ۾ انقلاب آيو ته اهو ڏکڻ ايشيا جو پڻ بينڪر ٿي پيو. سکر جو سنڌوءَ جو منظر- مٿان وري زنده پير جو پيٽ، لئنسڊائون پل جي پر ۾ بکر جو پيٽ، وچ ۾ ساڌ ٻيلي پيٽ جو مندر، ۽ هيٺ ستن واهن واري سکر جي پل- دنيا ۾ قدرتي ۽ انساني جوڙيل سونهن جي خوبصورت نظارن مان هڪ آهي. پئڪس برٽينيڪا (Pax Britannica)،

پنهنجي سيتي اوڻائين جي باوجود، حيدرآباد ۽ شڪارپور جي واپارين ڪي ساليانو ادائي ڪروڙ رپيا سنڌ ۾ آڻڻ ۾ مدد ڪئي- جڏهن ان وقت صوبي جي ساليانو بجيٽ رڳو پنج ڪروڙ رپيا هئي. پير علي محمد راشديءَ جي لفظن ۾، ”پر نائون مل جي غداري نه ڪري ها ته سنڌي مسلمان اڃا تائين گهوڙن ۽ اٺن تي سواريون ڪن ها ۽ سنڌي هندو، گڏهن ۽ خچرن تي سواريون ڪن ها.“

پر انگريزن جي ڏنل سڀ کان وڏي سوکڙي جديد تعليم ۽ سيني‌ءَ جي برابري هئي، پوءِ هندو هجي يا مسلمان. مسلمانن جي راڄ ۾ هندن لاءِ گهوڙي جي سواري، زمين جي مالڪي يا لشڪر ۾ ڀرتيءَ جي منع ٿيل هئي. 1843ع ۾، هندو، جيڪي ڪل آدم شماريءَ جو 25 سيڪڙو هئا، وٽن زمين جو هڪ به ايڪڙ نه هو، 1947ع ۾ زمين جي 40 سيڪڙو حصي جا مالڪ هئا. ايتري قدر جو شڪارپور ۾ هڪ ڪيهه واري متراداس جو پٽ ”متراڻي آءِ- سي- ايس“ ٿيو. جڏهن پهريون سنڌي- ايچ- ڪي- ڪرپالاڻي آءِ- سي- ايس لاءِ چونڊيو ويو ته سنڌس پرائمري اسڪول جا استاد سندس ڇوڪرائيءَ ڪي ڇڪڻ لاءِ خوشيءَ مان اڳتي وڌي آيا هئا.

پر اهو خود برطانوي نظام نه هو، جنهن اهي نتيجا پيدا ڪيا. اها اصل ۾ مقامي ماڻهن جي موٽ هئي، جنهن انهيءَ کي حقيقت جو روپ ڏنو، جيڪا هوندن رڳو لڪل هئي.

مسلمانن ۾ آغا خان ۽ محمد علي جناح سنڌ ۾ چاول، جن سياست ۾ نالو پيدا ڪيو. مرزا قليچ بيگ تعليم، انتظاميا ۽ ۽ ادب جو ٿنڀو بڻيو. حسن علي آفندي ڪراچيءَ ۾ مدرسو کوليو، جنهن مان سنڌي مسلمانن جو جيڪو مختصر وچون طبقو اُسريو، انهن مان جي- ايم پرگڙي پهريون سنڌي بئريسٽر ٿيو.

گدو مل، آوتراءِ ۽ نائون مل جي روايت تي عمل ڪندي، هندن بيشڪ اوچ شخصن جي هڪ مڪمل ڪهڪشان پيدا

ڪئي. هي اهي ڏينهن هئا، جڏهن ڪراچيءَ کان بمبئي پهچڻ ۾ چار مهينا لڳي ويندا هئا. (اڳيوٽ جي دؤر کان اڳ وارن ڏينهن ۾ ايئن ورلي ٿيندو هو. ايتري قدر جو انهن ڏينهن ۾ ڪلائيو (Lord Clive) جو جهاز هندستان جي ڏن سفرن مان، هڪ سفرن دوران پلجي ڏکڻ آمريڪا جي رستي ڏانهن هليو ويو هوا) مئٽرڪ جي پهرين ڇهن شاگردن- چوهڙ مل پنجابي، نول راءِ آڏواڻي، ڏيارام جيٺمل ۽ ڪوڙو مل ڪلالاڻي- لاءِ امتحان پاس ڪرڻ ايڏو ڏکيو هو، جو رڳو هڪ شاگرد چوهڙ مل پنجابي امتحان پاس ڪري سگهيو. پر انگريزن سنڌن صلاحيتن ڪي چانتو ٿي. انهن مئٽرڪ ۾ ناپاس ٿيلن کي به نوڪريون ڏيئي سنڌن همت افزائي ڪئي، ۽ انهن ڪيڏو نه نالو ڪڍيو! ڏيارام جيٺمل وڏو وڪيل ٿيو. هن ڊي- جي سنڌ ڪاليج- جيڪو سنڌس نالي پوئيان سڏجي ٿو- جي مالي مدد لاءِ ڪيترن ڏي هندن کان هڪ مهيني جو پگهار چندي ۾ ورتو. نولراءِ هڪ وڏي اسڪول، 'نولراءِ هيرانند اڪيڊمي' جو پايو وڌو، جيڪو سنڌس ۽ ڀائس هيرانند جي نالي پوئيان سڏجي ٿو. ڪوڙي مل (1844ع - 1916ع) 'سامي‌ءَ جي سلوڪن' جي ڪوجنا ڪري اهي ڇپايا، جنهن سامي‌ءَ کي شاهه ۽ سچل سان گڏ، ٽئين وڏي شاعر جي حيثيت ڏني. ڪوڙي مل استادن جي سکيا جي پڻ صدارت ڪئي ۽ سنڌ جي وچولي واري علائقي، 'ساهتي‌ءَ' ۾ نئون روح ڦوڪيو.

چوهڙمل پهريون گريجوئيٽ ٿيو ۽ تارا چند پهريون سنڌي ڊاڪٽر ٿيو. ساڌو هيرانند پهرين سنڌي اخبار/ رسالي 'سنڌ ٽائيمس' (Sind Times) ۽ 'سنڌ سڌار' جو ايڊيٽر مقرر ٿيو ۽ ڪنول سنگهه پهرين سنڌي روزنامه 'سنڌ واسي' (1914) جاري ڪئي. پر برطانوي دؤر جو سڀ کان وڏو سنڌي، جنهن کي اسان سياست کان پاسيرو رکنداسين- رشي ڏيارام هو. (ڏيارام گدومل شاهاڻي کي ڪلهوڙن ۽ ٽالپورن جي دؤر جي مشهور شخصيت گدو مل جي پوئيان سڏجندڙ گدواڻي آکهه

سان مـلائـي منجهايو نـہ وڃي.) هو بيشڪ ’يُگ پـرش‘ (The man of the Age) آهي. هن برطانوي دؤر دوران سنڌ جي روشن ۽ بهترين نمائندگي ڪئي.

ڏيارام (1927 -1857ع) ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج جي عهدي تي رسيو. پر سندس اصلي ڪم ڪورٽ کان ٻاهر هو. ڊي - جي سنڌ ڪاليج قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ کان سواءِ، ڪراچي ۾ هڪ وڏي هاسٽل ’ميٺارام هاسٽل‘ تعمير ڪرڻ لاءِ هن پنهنجي ياءُ ميٺارام کي هڪ هزار گنيون چندي ۾ ڏيڻ لاءِ تيار ڪيو. سندس ٽرسٽ ڊي - جي نيشنل ڪاليج حيدرآباد قائم ڪرڻ لاءِ هڪ لک رپيا چندي ۾ ڏنا.

ڏيارام ’نـاري شالا‘ قـائم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي، جيئن اتي ودائون پنهنجو وقت گرو گرنٿ صاحب پڙهڻ ۾ گذارين ۽ سماجي ڪم ڪن. هن ”اسان جي ڇوڪرين خلاف ستن پاپن“ خلاف مهم هلائي. اهي پاپ هئا: ننڍڙين لاءِ سندن ڇهري ۽ ٻانهن ۾ سڳيون ٽنبڻ؛ کين اسڪول نہ موڪلڻ ۽ راند نہ ڪيڏڻ؛ سندن ٻانهن ۾ ٻانهين جو بوجھ پارائڻ؛ ننڍي پڻ ۾ شادي ڪرائڻ؛ سسن طرفان کين هيسائڻ؛ ننڍي پڻ ۾ ٻار ڄڻڻ؛ ويم دوران موت ـ ان کان پوءِ مرد جو هڪدم ٻي شادي ڪرڻ. هن ڏاج (ڏيتي ليتي) جي رواج خلاف جنگ جوٽي ۽ پنچائت کان وڌ ۾ وڌ پنج سؤ رپيا طئہ ڪرايائين. جڏهن سندس ڌي رڪمڻي جي شادي ٿي تہ ان موقعي تـي هن پاڻ رکو پاپڙ ۽ شربت پياري اهڙو مثال قائم ڪيو. (آگري جي راڌا سوامي پنٿ وارن سنڌي عورت کي پنهي ٻانهن ۾ عاج جي ٻانهين بدران رکو هڪ يا وڌيڪ سونا ڪنگڻ پائڻ لاءِ چيو.) ڏيارام پليگ ۾ ورتل بيمارن جي خدمت ڪرڻ لاءِ ٽي مهينا موڪل ورتي ۽ انهيءَ وقت دوران عيسائي پادرين جي تبليغ ۾ ڦاٿل اٺ سؤ يتيمن کي بچائين.

سندس پيءُ، گدومل ست سال هردوار ۾ سنسڪرت جي

اپيلاس ۾ گذاريا هئا. هن سنڌ ۾ واپس اچي برهمڻن جي ڇوڪرن کي سنسڪرت زبان سيکاري. جڏهن ڇوڪرن ساڻس بحث ڪيو ته ڪين برهمڻن جي حيثيت ۾ ڪانئس. مٿاهين هنڌ تي ورهايو وڃي، جو هو ڀاڻ هڪ معمولي عامل آهي ته هو ڪليو ۽ ڪين مٿاهين هنڌ تي وهاريائين. هو ڪين وظيفو پڻ ڏيندو هو. سندس پٽ ڏيارام انهيءَ مقصد لاءِ حيدرآباد ۾ هڪ 'سنسڪرت پاٺشالا' جي سهڻي عمارت جوڙائي.

ڏيارام کي ماهوار 1120 رپيا ملندا هئا، جنهن مان 150 رپيا پاڻ تي خرچ ڪري، باقي سمورا خيراتي ڪمن ۾ ڏيئي ڇڏيندو هو. ايتري قدر جو هن آرسي خريد ڪرڻ تي چند آنا به خرچ نه ڪيا ۽ پنهنجو پٽڪو دريءَ جي شيشي جي اڳيان ٻڌندو هو. هن انشورنس ڪمپني ۽ پراويڊنٽ فنڊ قائم ڪيا ۽ هوميوپٿي جو اپيلاس ڪيائين ۽ آن کي هٿي ڏنائين.

جج جي حيثيت ۾، ڏيارام تمام اوچي شخصيت جو مالڪ هو. جڏهن شڪارپور جي هڪ سيٺ، ميول داس زوري ڪئي ته هن کيس ست سال جيل جي سزا ڏني، جيتوڻيڪ سيٺ تمام مقبول شخص هو. ٻيو مشهور مقدمو، جيڪو هن فيصل ڪيو، حضوريءَ جو هو. هن مذهبي شخص تي قتل جو الزام هو. هن پنهنجي بچاءُ ۾ چيو ته "مقتول کي قتل ڪرڻ لاءِ مون کي الله جو حڪم (الهام) ٿيو هو." ڏوهاريءَ جي الهام جي باوجود، ڏيارام کيس عمر قيد جي سزا ڏني.

پر هن سڀ کان اهم مقدمو احمدآباد جي جامع مسجد جو فيصلو ڪيو هو. مسجد جا امانت دار مسجد جي زمين جا حصا وڪڻي، پيسا پاڻ هڙپ ڪري رهيا هئا. امام ڪورٽ کي رجوع ڪيو. مقدمو ٻارنهن سالن تائين اينگهجندو رهيو. پر جڏهن ڏيارام ڊسٽرڪٽ جج مقرر ٿي آيو ته هن اهو مقدمو لاڳيتو ٻارنهن ڏينهن تائين هلايو، سيني فارسي دستاويزن جو اپيلاس ڪيائين ۽ وڪرو ڪيل زمين مسجد کي واپس ڪرڻ جو

حڪم ڪيائين. هن پنهنجو حڪم، ڪاغذ تي نه، پر عرصي تائين قائم رهڻ لاءِ، ڪپڙي تي لکيو. ڪيئين ورهيه پوءِ، مسجد جي امام چيو: ”جهڙي ريت ڏيارام مقدمو هلايو، مون محسوس ڪيو ڄڻ پيغمبر خود جج جي ڪرسيءَ تي ويٺو آهي.“ لارڊ ڪرزن (Lord Curzon) جڏهن ڏيارام سان مليو ته هن کيس مبارڪ ڏيندي چيو: ”فاضل جج، اسان کي اوهان جي لياقتن جي خبر آهي.“

برک پارسي سماج سڌارڪ ۽ خلق جي خدمتگار، بهرام جي ملباري، ڏيارام جي زندگيءَ تي هڪ ڪتاب لکيو، جنهن جو پيش لفظ ٻيءَ ڪنهن نه، پر فلارينس نائيٽنگيل (Florence Nightangle) لکيو آهي.

انتهائي ڌرماتما شخص، ڏيارام پنهنجون شامون ڀائي ڪلاچند ۽ ڀائي مولچند گياني وٽ گذاريندو هو، جيڪي ٻئي سنت پرش هئا. سندس ٻيو دوست حيدرآباد جي گر مندر جو ڀائو گرپت صاحب هو. ڏيا رام سنسڪرت ۾ گيتا، عربيءَ ۾ قرآن ۽ عبرانيءَ ۾ بائيبل پڙهي سگهندو هو.

ان وقت، 1878ع ۾ سنڌ ۾ هڪ وڏو واقعو ٿيو. ٿارو نالي هڪ هندو نوجوان هڪ مسلمان ڇوڪريءَ جي عشق ۾ ڦاسي، ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ، پنهنجي زال ۽ ٻارن سميت مسلمان ٿيو. جڏهن شيخ ٿارو پنهنجي مسلمان زال وڃائي ته هن پنهنجي ڪٽنب ۾ واپس موٽڻ چاهيو ۽ هندو ٿي ويو.

شديءَ جي رسم ادا ڪئي ويئي. پر شوقيرام آڏواڻي (نولراءِ ۽ هيرانند جو پيءُ)، جيڪو آوتراءِ ڪان پوءِ پنچايت جو مکي ٿيو هو، کيس هندو جي حيثيت ۾ قبولڻ کان انڪار ڪيو. آوتراءِ، گدو مل ۽ ڀائي گرپت صاحب ساڻس بحث به ڪيو، پر سڀ اجايو ثابت ٿيو. نتيجو اهو نڪتو جو حيدرآباد ۾ ڏڦيڙ پئجي ويو. ايتري قدر جو ٻنهي ڌرين پنهنجا مسات جدا ڪيا. سيٺي سمجهدار هندو گهرانئجي ويا. شوقيرام کي چار پٽ هئا. منجهانئن ٽي بي اولاد ئي مري ويا، ڇوٿون هيرانند هو، جنهن کي ٽي

ڌيئرون هيون، جن مان ٻه ننڍپڻ ۾ ئي مري ويون ۽ ٽين لڇمي ٻي اولاد مري ويئي. سائنس شوقيرام جي ڪٽنب جي خاتمي کي شيخ ٺارو جي معاملي ۾ ٻاڌي گرنٿ صاحب جي بد دعا سان منسوب ڪيو.

ڏيارام پنهنجي فلاحي ڪمن کي سنڌ تائين محدود نه رکيو. هن شملي جي پرسان، ڌرم پور ۾ سؤ ايڪڙ زمين حاصل ڪري، اُتي ٽي - ٻي سئنيٽوريم قائم ڪيو. سندس انهيءَ ڪوشش کي لارڊ هارڊنج (Lord Hardinge) ڏاڍو ساراهيو. هن بمبئي جي باندرا علائقي ۾، ’سيواسدن‘ جو پايو وڌو. 1925ع ۾ امرت سر ۾ ’شانتي آشرم‘ قائم ڪري ’شرومڻي گردوارا پربندڪ ڪاميٽيءَ‘ جي سپرد ڪيائين، جنهن کي پوءِ ’گرو رام داس لئبرريءَ‘ جو نالو ڏنو ويو.

ڏيارام سموري هندستان جو سفر ڪيو ۽ ٻنڪم چندر چٽرجي، ديوندر ناٿ ٽئگور، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ڪرنل اولڪاٽ (Col. Olcott)، ۽ لاهور ۾ مهاتما هنسراج ۽ ديال سنگهه مجيٺيا سان خط و ڪتابت ڪيائين. هو ٽئگور جي شانتي نڪيتن ۽ جگديش چندر بوس کي سندس کوجنائي ڪم لاءِ سانده مالي مدد ڪندو رهندو هو. هن پنهنجي وڏي ڀاءُ جي نالي، پنهنجي سموري ملڪيت جي ’ميٺارام ڌرمادا ٽرسٽ‘ قائم ڪئي. پڇاڙيءَ ۾ هن هڪ سال جي عرصي جو ’مون ورت‘ (چُپ روزو) رکيو. انهيءَ عرصي دوران، گانڌي ساڻس ملڻ ويو، پر هن معذرت گهري- ۽ ڪيس پنهنجي ’مون ورت‘ قائم رکڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ چيائين. هن پنهنجي پٽ ڪيول رام شاهاڻيءَ کي 11 آڪٽوبر 1927ع تي لکيو ته سندس ڊائري Experiments With Truth (سچ جا تجربا) آهن. ٽي ورهيه پوءِ، جڏهن گانڌي پنهنجي آتم ڪٿا لکي ته جمرام داس دولت رام جي چوڻ تي هن پڻ انهيءَ جو عنوان Experiments With Truth

ڏنو. ڏيارام تڏهن کان ٿي ’رشيءَ‘ جي حيثيت سان ڄاتو وڃڻ لڳو.

اهي ٻه اهڙا ماڻهو هئا، جن سنڌ جهڙي ننڍي صوبي کي مهان بڻايو- سنڌ ۾ ثقافتي جاڳرتا ۽ آزاديءَ جي هلچل لاءِ ميدان تيار ڪيو.

# 12

## برهمو سماج کان راشٽريه سيوڪ سنگهه تائين

جڏهن 1843ع ۾ انگريزن سنڌ ڄڻ واڳون ورتيون ته درياهه جي ٻنهي ڪنارن تي ڦهليل واريءَ کان سواءِ ٻيو ٻه گهڻو ڪجهه ڪونه هو، جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي ساوڪ جا ٽڪرا به هئا. ڪراچي هڪ ننڍڙو تجارتي شهر هو ۽ گاديءَ جي شهر حيدرآباد جي صورت، بدحال منهن ۽ لانڍين کان ٿورڙي ڪا بهتر هئي. ڪابه ڏسڻ جهڙي يادگار عمارت نه هئي ۽ نه ئي ميرن جا محل اهڙا عاليشان هئا. زندگي غريب ۽ مختصر هئي، جيتوڻيڪ اها ايتري خراب ۽ ڏکي نه هئي.

1947ع جي سنڌ هڪ تمام نرالو معاملو هئي. اها ڪجهه اهڙي هئي، جنهن کي پراڻي زماني جا هندو، مسلمان ۽ انگريز ساڳي ريت اداسيءَ وچان ياد ڪندا آهن. پير حسام الدين راشدي چوي ٿو: اها ”ڪنوار جهڙي سهڻي“ هئي. اها رڳو وڏن ماڻهن جي ڪرڙي نه هئي، پر اها تبديليءَ جي هوائن جو مجموعي نتيجو هئي، جيڪا سڀني طرفن کان لڳي رهي هئي.

بدقسمتيءَ سان سنڌي مسلمانن کي سٺائي هوا نه ملي— يا انهن پاڻ نه ورتي. مسلم اڪثريت جو سنڌ صوبو، هندو اڪثريت جي بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو بڻجي ويو. بمبئي جو سرڪاري لڏو، پنهنجي سياري جي ڏورن دوران، سنڌ ۾ شڪارگاهه جو سلوڪ ڪندو هو.

وهابي تحريڪ پنهنجي اسلامي بنياد پرستيءَ جي انتهائي سگهه سان، مختلف متن واري سنڌ ۾، گهڻن ماڻهن کي متاثر

ڪري نه سگهي، جيڪي پيرن، مقبرن ۽ تعويذن جي اثر هيٺ هئا. وهابي اڳواڻ سيد احمد بريلوي سنڌ ۾ آيو، ۽ حرن کي دين جي مقصد لاءِ پنهنجي، پير سائن جنون جي حد تائين اريهل جماعت جي طرز تي، وري منظم ڪرڻ ۾ مدد ڪيائين. پر سنڌ جي ميرن ڏٺو ته انگريز، سکن کي سنڌ پهچڻ کان ٽوڪ هٿي، ڪين هيسائڻ لاءِ سيد کي استعمال ڪري رهيا آهن. اهو علائقو اڄ ڪلهه اتر - اولهه سرحدي صوبو سڏجي ٿو. پر سکن سان وهابي ويڙهه رنجيت سنگهه کي سنڌ ۾ وڃي شڪارپور تي قبضو ڪرڻ کان روڪي رکيو هو، جيڪو ڪين افغانستان کان مليو هو.

اڻويهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾، برطانوي راڄ هندستان ۾ ڏاڍو مقبول ٿيو ۽ خاص ڪري لارڊ رپن ته ڏاڍو مقبول هو. بنارس ۾ سنڌس گاڏي ڪاشيءَ جي پنڊتن ڇڪي هئي. سموري ملڪ ۾، ڪيس پيش ڪرڻ لاءِ هزارين آجياڻي تقريرون ڪيون، شهري صحيحون ڪري رهيا هئا. 1884ع ۾، سندس خدمتن جي مڃتا ۾ ڪيس اڳواڻن جو صحيح ٿيل ياداشت نامو موڪلڻ لاءِ 'سنڌ سڀا' پڻ ڪراچيءَ ۾ هڪ ميٽنگ ڪوٺائي. انهيءَ ميٽنگ ۾ خانبهادر حسن علي آفندي انهيءَ تجويز جي مخالفت ڪئي ۽ چيائين ته ڪيس رڳو خط لکڻ ڪافي ٿيندو. ڏيارام ڪاوڙجي پيو ۽ چيائين ته جيڪڏهن سنڌ باقي ملڪ وانگر رپن کي مان ڏيڻ ۾ ناڪام ويئي ته اها لعنت ٿيندي. آفندي ڪاوڙ مان احتجاج ڪندي 'لعنت لعنت' چوندو ٻاهر نڪري ويو. 'سنڌ سڀا' جو وفد، جنهن ۾ ڏيارام، هيرانند، فتح علي ۽ ٻيا شامل هئا، روانو ٿيو، جيڪو بمبئي پهچي رپن جي هڪ عام آجياڻي جي تقريب ۾ پڻ وفدن سان وڃي گڏ ٿيو. پر آفندي انهيءَ وفد ۾ گڏ نه ٿيو، ۽ انهيءَ جي ٻئي سال، 1885ع ۾ مسلمان شاگردن لاءِ سنڌ مدرسو قائم ڪيائين، جيتوڻيڪ مدرسي انگريزن جي تابع داريءَ جي خلاف ناراضپي وچان جنم ورتو هو، پر ڪنهن

صوبي جي سياسي يا ادبي زندگيءَ تي ڪنهن خاص اثر کان سواءِ اهو هڪ عام اسڪول تي اپريو. ڪافي عرصي تائين، انهيءَ اسڪول جا هيڊ ماستر انگريز هئا. مسلمان زميندارن، مسلمانن جي تعليم لاءِ مدد ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، جو ڪين ڊپ هو ته جيڪڏهن سندن پورهيت هارين جو اولاد اسڪول وڃي پڙهي پيو ته اهي سندن پڌا پانها ڪي ته گذاريندا.

اها ڪافي دلچسپ ڳالهہ آهي ته علي ڳڙهہ مسلم يونيورسٽي (AMU) پڻ سنڌ تي ڪو گهڻو اثر نہ ڇڏيو. محمد امين کوسو علي ڳڙهہ جو هڪ ڊي گريجوئيٽ MLA ٿيو، جيڪو ڪانگريس ۾ شامل ٿيو.

سنڌ تي خلافت تحريڪ گهڻو اثر ڇڏيو. اڪثري قبر جو شيخ عبدالمجيد ليلارام، شيخ عبدالرحيم (ڪرپالاڻي) ۽ عبيدالله سنڌي (سک جي گهر ۾ جنميل) ريشمي رومال مقدمي ۾ ملوث ٿيا، جنهن تحت افغان بادشاهہ کي هندستان کي 'آزاد ڪرائڻ' جي دعوت ڏنل هئي. پر انهيءَ ڳالهہ ڪين رڳو ڏکي قيد جي سزا يا جلاوطني ڏياري. هزارين سنڌي مسلمان هجرت ڪري افغانستان ويا، پر ڪين صدمي سان موٽڻو پيو. خليفي ۽ ترڪيءَ جي مسئلي ڪين اولهہ ايشيا جي معاملن ۾ الجهائي وڌو، پر عرب-ترڪي مخالفت سندن ٿيون منجهائي ڇڏيون. ترڪيءَ کي نجات ڏيندڙ جي حيثيت سان ڪمال پاشا جي آمد منجهن خوشيءَ جي لهر پيدا ڪري ڇڏي؛ پر ڪمال پاشا جي 'ملائن، عربي زبان ۽ فيض-ٽوپيءَ دشمني' ڪين ٿڌو ڪري ڇڏيو. اهتو نڪتہ عروج تڏهن مڪمل ٿيو جڏهن ايران، عربستان ۽ ترڪيءَ جي اڳواڻن خلافت تحريڪ کي ڪاٺياب ڪيو ۽ پاڻ کي هندستان ۾ آزاديءَ جي هلچل جي حق ۾ ظاهر ڪيائون.

جڏهن هندستان جا مسلمان اردو ۽ اقبال کي مثاهون ڪري پيش ڪري رهيا هئا ته دورانديش سنڌي مسلمانن اردوءَ کي 'وڙڏو' ڇٽي ڪاٺياب ڪري رد ڪيو. ڪين آچرج لڳي

رهيو هو تہ اقبال، افغانستان جي بادشاهہ امان الله ٽوڙي ڪانئس پوءِ جي تخت ڏني ۽ انگريزن جي چاڙتي نادر خان کي ساراهي رهيو آهي: انهن سموري ڳالهہ کي مفاد پرستيءَ جي انتها سمجهيو.

هڪ وقت ۾، ڌرم ۽ مذهب جي واقعن سنڌي مسلمانن کي جذباتي هٿي ڏني. پر هندو جاڳرتا ۽ آزاديءَ جي هلچل جي تيزيءَ جي ڪري، انهن واقعن کي پڻ پنهنجو اثر ڇڏي ويو.

ڪيترن ورهين تائين، سنڌي مسلمانن، ٻي هر شيءِ جي پيٽ ۾، سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ تي، گهڻو زور ڏنو. سنڌ کي جدا ٿئي اڃا ٻہ سال مس گذريا هئا، جو ٻي عظيم جنگ ڇڙي پئي، جنهن جي دوران ڪانگريس جو 'هندستان ڇڏي وڃو' (Quit India) ۽ مسلم ليگ جو 'سڌو قدم' (Direct Action) جهڙا سياسي طوفان رونما ٿيا. سنڌين کي ان وقت تي، نہ مليو جو هنداڻتا تي پنهنجي مستقبل بابت سوچين. مسلمان هارين پنهنجو پاڻ کي 'لهنڪي' چورائي، مسلم ليگ کي ووٽ ڏنا. پر اها ڳالهہ سندن دل وٽان نہ هئي. بنيادي طور تي، اهي 'پير' جا پوئلڳ هئا ۽ 'وڏيري' سان واڪيل هئا. انهن قرض جي صورت ۾ سونا آنا ڏيندڙ واڻين جي حفاظت ڪئي— ۽ عامل ديوان جي، سندس قابليت ڪري عزت ڪئي. سنڌي مسلمان دل جو سچو هو، پر فرقيوارانہ هوا ڪيس تبديل ڪري ڇڏيو هو. پر انهن هوائن هندن کي اهڙو بدلائي ڇڏيو، جو اهي سچائيءَ کان ٻاهر ٿي ويا.

جڏهن انگريزن سنڌ پنهنجي قبضي ۾ ڪئي تہ هندو نهايت جوکائتي حيثيت ۾ هئا. هو 'ديوان' هئڻ جي حيثيت سان اهم عهدن تي هئا، ۽ 'سيٺ' هئڻ جي حيثيت ۾ خوب دولت ميڙي هئائون. پر ڪنهن بہ وڏي کان وڏي 'ديوان' ۽ وڏي کان وڏي 'سيٺ' کي ڪوبہ 'مير' آرام سان ۽ ڪنهن بہ 'پير' جي فتويٰ سان برباد ڪري سگهيو ٿي. هندو ڌرم، سناتن ڌرم

جي حيثيت سان قائم هو. يوگين جي سفر ۽ گرهستين جي تيرٿ ياترائن، پراڻي روشنيءَ کي قائم رکيو هو، جيڪا ايتري روشن نه هئي. راجا گوپيچند ۽ گرو گورکناٿ جي آکاڻين ماڻهن جي دلين کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو هو. ايتري قدر جو شاهه عبداللطيف ’وندر جي وڻن‘ (ورنداون) کي ڳاتو ۽ ڪنجي تڪر ۾ ڳڻ ڏسي چيائين: ”ڪنجي ۾ ڳڻ گهڻا“، جنهن ۾ اڳاتو ڪاليءَ جو مندر هو. منٽ ۽ منڊهيون، تعويذ ۽ ڀوت، ايتري قدر جو ڏندڪٿائن ۽ معجزن عام ذهن کي قابو ڪري ڇڏيو هو. رڳو روهڙيءَ لاءِ چيو ويندو هو ته انهيءَ سوا لک سنت ڏنا آهن. ان کان پوءِ ٻيا ڪيترائي مقامي سنت جهڙوڪ ڀائي ڪلاچند، ڀائي کلپٽ، ڀائي وسڻ، ڀائي مولچند، پارو شاهه، ٻيلا شاهه کان سواءِ مهان سوامي بنکنڊي صاحب به هو، جنهن 1823ع ۾ سکر ۾ ساڌ ٻيلو مندر قائم ڪيو. ٻيا جهڙوڪ آچاريا جيوترام ڪرپالاڻيءَ جو پيءُ ڪاڪو ڀڳوان داس (1842ع-1922ع)، آديه پور جي شري ناٿ دواري راجا جا چيلا هئا. (هڪ ڀيري، ڪرپالاڻي جيوت جي هڪ سوٽ ناٿ دواري جي ’لڏن جي پرساد‘ کي سخت ڪوڙيو هو ته پوتر پرساد تي رام ڏيڻ جي انهي گستاخيءَ لاءِ ڪاڪو سندس، پوءِ پٺ ڪٽي ڇيو هو.) پر انهيءَ سان گڏ، اها حقيقت آهي ته جڏهن انگريزن سنڌ جون واڳون ورتيون ته هندو پنهنجي ’مندرن‘ ۾ نه ’مورتي‘ رکي سگهيا ٿي ۽ نه ئي گهنڊ وڄائي سگهيا ٿي، پنجاب ۾ سکن جي راڄ سنڌي هندن جي اخلاقي همت ۾ واڌارو آندو، جن جهٽ پٽ ڪچهه ’گرداوارا‘ قائم ڪيا ۽ بس.

پر انگريزن جي اچڻ سان وسيع تون آفق کليا. بمبئي ۾ ضرب ٿيڻ سان، سنڌ هندستان جي هندن سان سرڪاري طور تي ۽ گهرائيءَ سان قريب ٿي ويئي. سنڌ ۾ وڏي تعداد ۾ گجراتي واپاري ۽ برهمڻ ۽ پارسي آيا. ڪراچيءَ جو سڀ کان وڏو اسڪول ’اين-جي-وي گورنمينٽ هاءِ اسڪول‘، هڪ

مرهٽي تعليمي ماهر، نارايڻ جڳن ناٿ جي نالي پويان قائم ٿيو ۽ ڪراچيءَ جو سڀ کان سٺو اسڪول 'شاردا مندر' هو، جيڪو گجراتي خانگي اسڪول هو.

سنڌ جي هندن لاءِ پراڻيون للڪارون ته هيون، پر نيون للڪارون پڻ اڀري آيون. اسلام هميشه هڪ للڪار رهيو هو؛ ۽ هاڻي عيسائيت پڻ للڪار بڻجي اڀري آئي. (امان چوندي آهي ته اڻويهين صديءَ جي موڙ تي، مبلغ (مشنري) عاملن جي گهرن ۾ سندن ننڍين ڇوڪرين کي انگريزي پڙهائڻ لاءِ اچڻ لڳا. اهي مبلغ ڏاڍا سٺا هئا. پر وڏڙن فيصلو ڪيو ته سندن مقصد ڪين عيسائي مذهب ۾ آڻڻ جو هو، ۽ تنهنڪري سندن ٻئي مقصد کي ٽارڻ لاءِ ڇوڪريون ڪٽن هٽان لڪي ويندڙيون هيون.)

'جوت' جو ايڊيٽر ۽ 'انگريزي-سنڌي ۽ سنڌي- انگريزي ڊڪشنرين' جو مصنف پرمانند ميوارام ٿالي هڪ معتبر سنڌي حقيقت ۾ پنهنجو ڌرم ڇڏي وڃي عيسائي ٿيو...

پر انهيءَ کان وڌيڪ گنڀير مسئلو، جديديت جي للڪار هو. بمبئي، ڪلڪتي ۽ لنڊن سان رابطي اهو ثابت ڪري ڏيکاريو هو ته سنڌ هڪ بيٺل پاڻيءَ جو ڊبو هو. هي اهي ڏينهن هئا، جڏهن سنڌي عورتون پردو ڪنديون هيون ۽ ٻارنهن ورهين جون ڇوڪريون مائرون ٿينديون هيون. نوجوانن تعليم جي گهٽتائي ۾ ٽڪا پيا کائيندا هئا. هوليءَ جو ڏينهن شراب پيئڻ لاءِ سٺو موقعو هو. جنم اشٽميءَ تي جوا ڪرڻ ڌرم تي هلڻ برابر هو. سموري سال دوران ماحول گندين گارين سان ڀريل هوندو هو.

سک پنٿ، جيڪو اسلامي راڄ جي آخري ڏينهن دوران آيو هو، انهن للڪارن جو مقابلو نٿي ڪري سگهيو. اهو ماڻهن ۾ ڏاڍو مقبول ٿي جاري رهيو. هزارين ماڻهو گرو نانڪ جي جنم ڏينهن تي ساري رات جاڳڻ لڳا-

جيڪي جنم اشٽميءَ تي ڪجهه نه ڪندا هئا. اهي- گرپرب- جي ڏينهن تي پاڇين تي گذارو ڪرڻ لڳا، جڏهن ته خود سک به اهڙو موقعو ملهائڻ لاءِ گوشت واپرائيندا هئا. پر سک پنٿ نين للڪارن جو جواب نه هو. پر جيڪڏهن سماج ڪي جيئرو رهڻو هو ۽ آسرڻو هو ته ڪو ته جواب ڳولڻو هو.

انهن للڪارن کي، سواءِ شوقيرام تنديرام آڏوائيءَ جي پٽ نولراءِ (1893ع-1843ع) جي، ٻئي ڪنهن به بهادريءَ سان منهن نه ڏنو. هو پنهنجي لياقت، ساک ۽ ارپنا سان ڪلارڪ مان ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو، جيڪو انهن ڏينهن ۾ هڪ هندستانيءَ لاءِ سڀ کان وڏو عهدو هو. نولراءِ 'سک سڀا' جو پايو وڌو، جيڪا گرونانڪ جي معتقد، معتبر هندن تي مشتمل هڪ جماعت هئي. هو 26 ورهين جي ڄمار ۾، مائٽ ميٽ ۾ ڪلڪتي هليو ويو ۽ ڪيشب چندر سين سان مليو. ڪلڪتي ۾ جيڪي ڏهائين، ڪيشب ڪان جيڪي ٻڌائين ۽ برهمو گهرائن جي پنچائتي مرڪز "ڀارت آشرم" ۾ جيڪي آزمودا حاصل ڪيائين، انهن ڳالهين، سنڌ جي ٻيهر اڏاوت بابت سيني سوالن جا جواب ڏنا، جنهن جو نتيجو رشي ڏيارام جي لفظن ۾ "جديد سنڌ جو معجزو" هو.

نولراءِ ۽ سندس سائين 'سک سڀ' جو نالو مٽائي 'سنڌسڀا' رکيو. هو دل و جان سان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي تعليم ڏيڻ جي ڪم ۾ ڪاهي پيو. هو برهمو وارن جي زندگي ۽ سکيائن مان آيترو آتساهت هو، جو پنهنجا پيسا خرچ ڪري حيدرآباد ۾ هڪ بهترين 'برهمو مندر' جوڙايائين. (سول اسپتال جي پرسان، انهيءَ جاءِ تي اڄ ڪالهه حسنين اسڪوائر لبرٽي مارڪيٽ جي عمارت بيٺل نظر اچي ٿي.) هن پنهنجي ڀاءُ هيرا نند (1893ع – 1863ع) کي ڪلڪتي موڪليو جتي هن پنهنجو گهڻو وقت ڪيشب چندر سين سان، سندس گهر جي ڀاتيءَ وانگر گذاريو.

ڪلڪتي ۾، هيرانند کي شري رام ڪرشن پرمهنس جي پوتر سنگ ۾ ٻه رهڻ نصيب ٿيو، جنهن سندس ۽ سوامي وويڪانند جي ٻاري ۾ هڪ ڀيري چيو هو: ”نريندر تمام مٿين سطح جو آهي. هيرانند پڻ انهيءَ سطح جو آهي. سندس فطرت ڪيڏي نه ٻارن جهڙي (معصوم) آهي! ڪيڏو نه مٺو سڀاءُ آهي سندس! مان کيس پڻ ڏسڻ چاهيان ٿو.“ ڪنهن ٻئي موقعي تي چيو هئائين: ”جيڪڏهن شادي شده ماڻهو ايشور لاءِ پيار وڌائيندا ته اهي دنيا سان ڳنڍيل نه رهندا. هيرانند شادي شده آهي. پر آهي ته ڇا ٿيو؟ هو دنيا سان گهڻو ڳنڍيل نه رهندو.“

ڪلڪتي ۾ هيرانند 1883ع ۾ پنهنجي تعليم پوري ڪري ورتي هئي ۽ سنڌ ڏانهن واپس وريو. پر اپريل 1886ع ۾، جڏهن شري رام ڪرشن سخت بيمار ٿي پيو - سندس ديهانت 15 آگسٽ 1886ع تي ٿيو - هيرانند خاص طور تي پنهنجي گروءَ کي ڏسڻ لاءِ ڪلڪتي ويو. رام ڪرشن کيس ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. هن نريندر کي اندر سڏي چيو: ”مان اوهان ٻنهيءَ کي گفتگو ڪندي ٻڌڻ چاهيان ٿو.“ سندن روحاني گفتگوءَ جي آخر ۾ نريندر هڪ گيت هيرانند لاءِ ڳاتو: ”حقيقت ۾ ڌوتي پائيندڙ پاڪ وارو آهي.“

هڪ ڏينهن، انهيءَ آخري ملاقات جي دوران، هيرانند پنهنجي گروءَ جا پير دٻائي رهيو هو ته هن چيس: ”فرض ڪر ته تون سنڌ نٿو وڃين. فرض ڪر تون نوڪري ڇڏي ٿو ڏين، پوءِ تون هتي رهي ڇو نٿو پوين؟“ هيرانند وراڻيو: ”پر منهنجو ڪم ڪرڻ لاءِ اتي ڪوبه ناهي.“ هيرانند رامڪرشن کي سنڌ اچڻ جي دعوت ڏني. رام ڪرشن خوش ٿيو پر چيائين ته مان ڏاڍو بيمار آهيان ۽ سنڌ تمام پري.“ پر رام ڪرشن هيرانند کي ياد ڏياريندي ڪجهه سنڌي پاڄاما موڪلڻ لاءِ چيو، جو سندس ڌوتي ٻڌڻ ۾ ڪسڪي ٿي ويئي.

ٻنهي ڀائرن - نولراءِ ۽ هيرانند - سنڌ ۾ نئون سماج قائم ڪيو. هنن حيدرآباد ۾ يونين اڪيڊمي شروع ڪئي، جيڪا پوءِ ان جي ٻانين جي نالي پويان ”نولراءِ هيرانند اڪيڊمي“

مشهور ٿي. (سوسائٽيءَ ۾ گول بلڊنگ جي سامهون، انهيءَ عمارت ۾ اڄ ڪالهه گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۽ حيدرآباد سنڌ لا ڪاليج قائم آهن.) انهن ڇوڪرين جو پهريون اسڪول شروع ڪيو، ۽ ڪين پڙهائڻ لاءِ لکنوءَ جي ٻن گهوش ڀينرن کي مقرر ڪيائون. هيرانند پنهنجي ٻن ڀينرن کي بهار جي بانڪي پور شهر ۾ اگهور ڪامني پرڪاش راءِ وٽ پڙهڻ لاءِ وٺي ويو، جيڪا ڊاڪٽر بي. سي. راءِ جي ماءُ هئي، جيڪو پوءِ اولهه بنگال جي وزير اعليٰ جي پد تي پهتو. سنسڪرت جي سکيا تي خصوصي ڌيان ڏنو ويو. سنڌ سنسڪرت جي شاگردن مان هڪ روپچند بيلارام هو، جيڪو سنڌ جو واحد هندستاني جوڊيشل ڪمشنر جي عهدي تي رسيو.

هنن ڪراچيءَ ۾ هڪ ’ڪوڙهه - گهر‘ ۽ شڪارپور ۾ ’يتيم خانو‘ کوليو.

تنديءَ جي شاديءَ جي خلاف سنڌن مهم، ڪين مصيبت ۾ وجهي ڇڏيو. نولراءِ هيرانند اڪيڊميءَ جو هڪ شاگرد، هوندومل پنهنجي سرڪاري نوڪريءَ واري چاچي کي چيو ته هو انهيءَ عمر ۾ شادي نه ڪندو، پوءِ ڀلي کڻي سندس پيءُ به ڪيس ڇو نه ڇوي. انهيءَ بنياد تي، بمبئي جي ڊائريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن وٽ شڪايت درج ڪرائي وئي ته هيرانند پنهنجي والدين جي عزت نٿو ڪري. انهيءَ تي ڊي. پي. آءِ هيرانند کي سبب پيش ڪرڻ لاءِ چيو. هيرانند بمبئي پهتو ۽ سنڌي سرڪاري عملدارن جي چوڻ تي هو دبنامي کان بچي ويو!

شراب پيئڻ، جوا ڪرڻ ۽ گارين ڏيڻ خلاف سنڌن مهم سنڌي سماج تي پنهنجو اثر ڇڏيو. بدقسمتيءَ سان ٻئي ڀائر، هڪ ٻئي کان ٿورن ئي مهينن جي فرق سان، جوانيءَ ۾، 1893ع ۾ گذاري ويا. پر انهن سماج ۾ نئون روح ڦوڪيو هو، ۽ آئينديءَ لاءِ مثال قائم ڪري ويا. جڏهن ڪيشب چندرسين کي سنڌ ۾ اچڻ لاءِ وينتي ڪئي وئي ته هن چيو ته سنڌ، جتي

نولراءِ جهڙو ماڻهو آهي، اتي ٻئي ڪنهن جي به ضرورت ناهي.
حيدرآباد جي ڪليڪٽر ڪرنل ٽريور (Colonel Trevor) چيو
هو ته نولراءِ کي، ڪليڪٽر ٿيڻ گهرجي ۽ کيس سنڌس ڪلارڪ!
سنڌ جي هڪ مسلمان عالم، مرزا قليچ بيگ، ساڌو هيرانند جي
جي باري ۾ چيو هو: ”هو انسان نه فرشتو هو.“

ساڌو ڀائرن جي موت کان پوءِ پڻ، حيدرآباد ۾ برهمو
پرچارڪ، ’نو وديالیہ هاءِ اسڪول‘ (جنهن ۾ ورهاڱي کان پوءِ
سنڌ يونيورسٽي قائم ٿي ۽ هاڻي اولڊ ڪئمپس ۽ ماڊل اسڪول قائم
آهن) ۽ برهمو ڪنڊن مل، ’ڪنڊن مل گرلس هاءِ اسڪول‘ (جنهن ۾
ورهاڱي کان پوءِ اڄ تائين جامع عربيه اسڪول قائم آهي)، قائم
ڪيا، پر سنڌ ۾ نولراءِ ۽ هيرانند جي ڏينهن ۾ ٿي برهمو سماج
هلچل عام ماڻهن ۾ ڪامياب نه ٿي. جڏهن سرڪار پنهنجو
هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ اڪيڊمي جي انتظاميا جي تحويل
۾ ڏيڻ چاهيو ته ماڻهن انهيءَ بنياد تي اعتراض ڪيو ته برهمو
وارا اڌ عيسائي آهن. بدقسمتيءَ سان انهيءَ تاثر زور ورتو، جڏهن
اڪيڊميءَ جي هڪ استاد، ڀواني چرڻ بئنرجي 1892ع ۾ عيسائي
مذهب اختيار ڪيو. (1)

---

(1) ڀواني چرڻ بئنرجيءَ جو ٻيو نالو سوامي برهم بنڌو آپاڌيا
هو. هو بنگالي نوجوان هو ۽ ساڌو هيرانند جو ڪلڪتي
۾ دوست ٿيو هو. هو يونين اڪيڊميءَ ۾ مفت پڙهائيندو
هو ۽ رانديڪن جو پڻ نگران هو. جڏهن عيسائي ٿيو ته
ساڌو هيرانند کيس ڏاڍو سمجهايو ۽ ڏيارام گدو مل پڻ
منع ڪيس، پر هن نه مڃيو ۽ اسڪول ڇڏي ويو. سنڌس
وڇوڙي ۾ ساڌو هيرانند روئي ڏنو. آڪٽوبر ع ۾،
هن حيدرآباد مان ’جوت‘ اخبار شايع ڪئي، جنهن جا
هو انگريزي ڪالم لکندو هو ۽ سنڌي حصو ڪيم چند آمرت راءِ
(جنم 1866.1.18ع) سنڀاليندو هو جيڪو پڻ پوءِ عيسائي ٿيو. (جاري)

ان کان اڳ، 1875ع ۾ 'برهمو مندر' جي موقعي تي، ساڌو نولراءِ مختلف مذهبي گروهن جي گڏيل سنگيت جو جلوس ڪڍيو هو، جنهن ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ 'الله اڪبر' ۽ 'لااله الا الله' ڳاتو ويو هو، جنهن کي اهو چئي ناپسنديدگيءَ جو اظهار ڪيو ويو هو ته اهو سمورو 'محرم' وانگر ٿي لڳو.

برهمو سماج جو 'پرارٿنا سماج'، 'ساڌارڻ سماج' وغيره ۾ ورهائجي وڃڻ پڻ برهمو سنگهه کي اڌائي ڇڏيو. پر انهن کان وڌيڪ، اها اسلام اختيار ڪرڻ جي لاڙي کي منهن ڏيڻ ۽ هندو ڌرم جي قوت ۽ شان کي وڌائڻ ۾ به ناڪام ويئي هئي، جنهن برهمو سماج کي، آزادي ملڻ کان اڳ، پوئتي ڌڪي ڇڏيو.

برهمو سماج جون اهي ٽيئي اوڻايون، آريه سماج پاران دور ڪندي نظر آيون. تنهن ڪري جنڌهن، مورج مل، ڏيٺو مل، ٿارو مل ۽ ٻيا کيترائي مسلمان ٿيا ۽ ٻيا گهڻا ڌرم مٽائڻ لاءِ تيار ڏسڻ ۾ آيا ته ڏيارام جي رهنمائيءَ ۾ سنڌي هندو اڳواڻن ترت 1893ع ۾ لاهور جي سوامي شرڌانند کي مدد لاءِ سڏيو.

پنجاب آريه سماج ترت پنڊت ليکرام آريه مسافر ۽ پنڊت پورڻانند کي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو. انهن ٻنهي پرچارڪن نه رڳو هندو ڌرم جي بچاءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو، پر انهن اسلام ۽ عيسائيت جي باري ۾ کيترائي ۽ سينهن قسمن جا اڻ وڻندڙ سوال پڇڻ شروع ڪيا. مولوي مذهبي دليل بازي 'شاسترارٿ' جي صورتحال کان غير مانوس هئا. ڪاوڙ ۾ اچي انهن ليکرام

---

اپاڌيا جي اها اخبار پوءِ اڪيلي سر کيم چند ۽ ان کان پوءِ برهمچاري اينمانند (ريواچند گيان چند ماکيجاڻي) هلائي. 1900ع کان پوءِ انهيءَ اخبار جو ايڊيٽر پرمانند ميورام ٿيو، جيڪو پڻ عيسائي ٿيو. ڪانٽس پوءِ انهيءَ اخبار جو ايڊيٽر فادر ڪوڏوائي ٿيو.

کي قتل ڪري ڇڏيو. اُن کان پوءِ ٻيا ڪيترائي قتل ٿيا. پر آريہ سماج جو پيغام مائٽن ايڏو هيٺين سان هنڊايو جو اهو قتل ٿي نہ سگهيو. نتيجو اهو نڪتو جو اهو تنازعو روزمره جو معمول ٿي پيو. ڪيترائي هندو، جيڪي ڪجهہ وقت اڳ مسلمان ٿي ويا هئا، جن ۾ سموري 'سنجوڳي' برادري شامل هئي، واپس پنهنجي ڌرم جي دائري ۾ آندا ويا. انهيءَ عمل ۾ گهڻين مسلمان ڇوڪرين پنهنجو مذهب ڇڏي هندن سان شاديون ڪيون.

انهيءَ نئين ماحول ۾، هم جنس پرستيءَ جهڙي پراڻي بري عادت جي خلاف مهم شروع ڪئي وئي. جيڪب آباد جو هڪ باعزت پير عبدالحسين، سگهنو نالي هڪ نوجوان خوبصورت ڇوڪري تي چريو ٿي پيو، جيڪو مقامي ناٽڪن ۾ زنانو ڪردار ادا ڪندو هو. پير، دريءَ مان. "سگهنو! سگهنو!" ڪندي هرٽ ڪري پيو، جڏهن هن سگهنو کي ناٽڪ جي ريهرسل ڪندي ڏٺو. اهڙين حالتن هيٺ پير جي موت مقامي مسلمانن کي ايڏو اشتعال ۾ آڻي ڇڏيو جو 1 مئي 1929ع جي شام جو، انهن 12 بور جي بندوق سان ڏهہ هندو ماري وڌا. هن کان اڳ سنڌ ۾ ائين ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو. ايتري قدر جو اها ڳالهہ ڏسڻ لاءِ مدن موهن مالويہ پاڻ آيو هو. ڪيترن ڏينهن تائين ڪاروبار بند رهيو. هڪ پارسي آفيسر، سڪيا کي معاملي جي جاچ ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. (جڏهن بہ سنڌ ۾ هندو-مسلم معاملي جي گنڀير صورتحال پيدا ٿيندي هئي تہ ڪنهن انگريز يا پارسيءَ کي اهڙي معاملي جي بي ريا نبيري لاءِ موڪليو ويندو هو.) سڪيا انهيءَ معاملي جي سازش پويان وڏن زميندارن ۽ مولوين کي ڳولي ڪڍيو. پر کين هٿ بہ نہ لاتو ويو. انهن جي بدران ڄڻتو جوابدارن تي مقدمو هلايو ويو ۽ پوءِ کين آزاد ڪيو ويو. حقيقي ڏوهارين کي، ڪڏهن بہ گرفتار نہ ڪيو ويو.

.... .... .... ....

آريه سماج سنڌ ۾ پاڙ جهاڙ جي حد تائين هڪ مؤثر ڪردار ادا ڪيو. آريه سماجين ڪوبه اسڪول يا ڪاليج قائم نه ڪيو، پر ڪيترا ئي آڪاڙا ۽ ڪنيا-پاٺشالائون کوليائون ۽ انهن هندن کي نئون فخر عطا ڪيو. ڪنهن طرح، آريه سماج سنڌ جي مختلف طبقن ۾ ايتري مقبول نه ٿي، جيتري اها پنجاب ۾ ٿي هئي. انهيءَ جا روشن ستارا هئا تارا چند گاجرا ۽ سوامي ڪرشنانند. اها ڌرم-تبديليءَ جي ماري ۾ ننڍي ڳالهه نه هئي؛ پر آريه سماج سنڌي هندو عوام تي اثر ڪيو. اها چڱي طرح ادا ڪيل سٺي خدمت هئي.

انهيءَ وچ ۾، برهمو سماج کي گرهڻ لڳڻ دوران، سنڌي متمين طبقي جي پر-گهور لاءِ هڪ ٻي هاچار منظر عام تي آئي. اها هئي ٿياسافيڪل سوسائٽي. انهيءَ سوسائٽي بنيادي هندو سوچ کي بين القوامي اصطلاح ۾ نئين سر پيش ڪيو. تعليم يافته سنڌي ماڻهن، جن هندو ڌرم جو قدر ڪيو ٿي ۽ بين القواميت کي گهٽ نٿي ڄاتو، انهيءَ سوسائٽيءَ جي ٻٽي آجيان ڪئي. جيٺمل پرسرام ۽ جمشيد مهتا جهڙيون قداور شخصيتون سنڌ ۾ ٿياسافيءَ جا ٿنڀا بڻجي ويون. 'ٿياسافيڪل لاجز' غير فرقيوارانه دانشورن ۽ ثقافت جا مرڪز قائم ٿيا. ڪراچيءَ جي ٿياسافيڪل سوسائٽي سموري دنيا ۾ سڀنيءَ کان چست شاخ مڃي ويئي. ڏيارام گدومل جو پٽ ڪبولرام مؤثر ٿياسافسٽ ٿيو جنهن حيدرآباد ۾ 'ڏيارام گدومل نيشنل ڪاليج' ۽ ڪراچيءَ ۾ 'شرڌانند-ريسرچ لائبرري' قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

ٿياسافيءَ جي آفاقي اثر نه رڳو پارسي اڳواڻن جهڙوڪ جمشيد ۽ ڪوتوال کي، پر مسلمان دانشورن جهڙوڪ جي-ايم-سيد حيدر بخش جتوئي ۽ اي-ڪي-بروهي کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو، جيڪي سڀ پاڪستاني منظر تي وڏن ڪردارن جي حيثيت سان چانيل آهن.

ٿياسافيءَ جي پوئلڳن عيسائيت کي روڪڻ لاءِ، هندن جو ساٿ ڏنو. ديوان ڏيارام عيسائيت جي اوٿاين تي پنجاهہ دانشورانہ ليڪچر ڏنا، ۽ ڊاڪٽر اني بيسنٽ (Annie Besant) هندن کي پنهنجو ڌرم تبديل نہ ڪرڻ لاءِ اپيل ڪئي. نوَ عيسائي پرمانند ميوارام جي ماءُ ڪاشي آتماهتيءَ تي سوال پڇيو: ”تون هندن کي صلاح ڏين ٿي تہ عيسائي نہ ٿيو؛ اهو ڪيئن آهي جو تون عيسائي ڌرم رد ڪري هندو ٿي آهين؟“ بيسنٽ ٺهہ پهہ وراڻيو: ”مون ائين انهيءَ ڪري ڪيو آهي، جو مان اڳئين جنم ۾ برهمڻ هيس.“

انهيءَ کان پوءِ ڪنهن بہ ٻيو ڪو گهتو نہ پڌو.

روحاني جاڳرتا جي هڪ تمام نمايان هلچل جي اڳواڻي سادو ٽي - ايل - واسواڻي (1879ع - 1966ع) ڪئي. هو وڏو ودوان هو، جنهن ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچي ۽ وديا ساگر ڪاليج ڪلڪتي مان تعليم حاصل ڪئي هئي. پوءِ هو لاهور ۾ ديال سنگهہ ڪاليج، ڪوچ بهار ۾ وڪٽوريا ڪاليج ۽ پٽيالا ۾ مهيندر ڪاليج جو پرنسيپال ٿي رهيو. پر ودوان کان وڌيڪ، هو سنت هو. هن 1910ع ۾ برلن ۾ ڪوئايل ورلڊ ڪانگريس آف رليجينس ۾ هندستان جي نمائندگي ڪئي. سفر تان موٽڻ تي، هن پنهنجي باري ۾ ڇپيل سموريون اخباري تعريفي ڪٽنگس سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيون، جو هن انهن سڀنيءَ کي بيسود سمجهيو.

سنديس ماءُ، دنيا تياڳڻ واري سندس خيال کي برداشت نہ ڪري سگهي؛ هوءِ رڳو ايترو ڪري سگهي جو ڪيس شاديءَ لاءِ زور نہ ڪيائين. پر جڏهن سندس ديهانت ٿيو تہ سادو ريشمي ڪپڙا پائڻ ڇڏي، کاڌي پائڻ لڳو ۽ پٽيالا ۾ پنهنجي شاندار نوڪريءَ تان استعيفا ڏيئي ڇڏيائين. پوءِ هن ماهوار ڏهن روپين تي گذارو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ خاص قسم جي ماڻهن کي ڌرم جي موضوع تي ليڪچر ڏيڻ لڳو. سالن تائين دنيا رڳو ٽن هندستانين کي ڄاتو ٿي — گانڌي، ٽئگور

۽ واسواڻي.

واسواڻي ڏيراڏون پرسان، راءِپور ۾ شڪتي آشرم، حيدرآباد ۾ ڇوڪرن لاءِ شڪتي اسڪول ۽ ڇوڪرين لاءِ ميران اسڪول قائم ڪيا. سندس شاعرانه رچنائون، جيڪي 'نوري ڪرڻٽ' ۾ سهيڙيل آهن، پڙهڻ جوڳيون آهن.

جيئن ورهاڱو ٿيو ته هن شاهه عبداللطيف جي درگاهه تي حاضري ڏني.. هن چيو: ”هن ويراني ۾، پٽ ڪان وڌيڪ ٻي ڪابه مقدس جاءِ ناهي.“

ورهاڱي کان پوءِ، ڪجهه مسلمان ڪيس دادا درويش جي حيثيت سان عزت ڏيڻ آيا. پر ڪي ٻيا پاڪستان ۾ هڪ ڌرمي مرڪز کي برداشت ڪري نه سگهيا. جڏهن قائد اعظم جناح وفات ڪئي ته ساڌو واسواڻي دعا گهري، جنهن جي آخر ۾، حسب معمول 'ڪٿاهه پرساد' ورهايو ويو. پر ڪٽرپنٿين چيو ته هن قائد اعظم جي موت کي 'ملهايو' آهي. حيدرآباد جي اُن وقت جي همدرد مسلمان ڪليڪٽر چيو ته سندس زندگي ايڏي قيمتي آهي جو ڪٽرپنٿين جي جهجهڪيءَ جي رحم تي ڇڏي نٿي سگهجي. 10 نومبر 1948ع تي هن سنڌ کي خيرباد چيو. جلد ئي هن پوني ۾ ميران اسڪول ۽ ڪاليج قائم ڪيا، جنهن مهرشي ڪاروي (Mahrishi Karve) خود دلي آجيان ڪئي.

ساڌو واسواڻي خاص طور تي عورتن کي ڏاڍو متاثر ڪيو، جن کي هن سادگي ۽ روحانيت جو سبق ڏنو. اڄ ڪالهه سندس ڪم سندس پائٽيو دادا جشن واسواڻي خيرخوبيءَ سان سرانجام ڏيئي رهيو آهي.

اڻويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾، سنڌ ۾ هڪ نرالي هلچل، جيڪا هندستان تُوڙي جپان جي اخبارن جي شهه سرخي بڻي، 'اوم منڊلي' هئي، جيڪا هاڻي 'برهم ڪمارين' جي تنظيم جي طور ڄاتي وڃي ٿي. اها هڪ سماجي-ڌرمي تنظيم هئي، جيڪا دادا ليکراج ڪرپالاڻي (1969ع-1876ع) شروع ڪئي هئي،

جيڪو ڪلڪتي ۾ صرافڪو ڪم ڪندو ھو.

اوم منڊلي گھڻو ڪري عورتن کي پاڻ ڏانھن ڇڪيو، جيڪي رڳو حيدرآباد جي ڀائيبند واپاري طبقي سان وابسته ھيون. منجھانئن جيڪي ٻه غير شادي شده ھيون، تن شادي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ شادي شده عورتن پنھنجي مڙسن کي لکي ڏنو ته اھي آزاد آھن ۽ ڀلي وڃي ٻي شادي ڪن. انھيءَ وچ ۾، اوم منڊلي جي باري ۾ جادوگري ۽ عيش عشرت ڪرڻ جون گھڻيون ڳالھيون مشھور ٿي ويون، ۽ ڪانگريس ۽ آريه سماج جھڙين تنظيمن اوم منڊلي کي گھرو سڪون کي برباد ڪندڙ جي حيثيت سان رد ڪيو. موٽ ۾ دادا ليکراج ڪانگريس کي 'ڪنس' ڪوٺي رد ڪيو. ھندو عام راءِ جي دٻاءُ ھيٺ، سنڌ سرڪار ٻي دليو اوم منڊليءَ تي بندش وڌي. اوم منڊلي ڪورٽ کي رجوع ڪيو، جنھن بندش جو حڪم رد ڪيو.

وقت اوم منڊليءَ کي ھڪ سچي پچي سماجي تنظيم ثابت ڪيو. ظاھر آھي ته ڀائيبند عورتون، خاص ڪري ترم ڏانھن گھڻو لاڙو ھئڻ ڪري، اوم منڊلي ڏانھن ڇڪجي ويون ھيون. انھيءَ صورتحال ۾ ٻيو سبب اھا حقيقت ھئي ته سنڌن مرد/مڙس ٽي سال ھانگ ڪانگ کان وٺي سموري دنيا جي اردگرد ھونولولو تائين پرڏيھه ۾ گذارڻ کان پوءِ، رڳو ڇھه مھينا حيدرآباد ۾ گذاريندا ھئا. اوم منڊلي انھن جي زندگي ۾ خال ڀريو.

ھاڻي سنڌ ھڪ باغ ھو، جنھن ۾ ڪيترين ئي لاٽين لنوندڙ پکي ھئا. برھمو سماج وارن پنھنجا راڳ پنھنجي 'مندرن' ۾ ڳاتا ٿي. ٿياسافيءَ جي عقيدتمندن 'تبيٽ جي سوامين' (Masters of Tibet) تي وياکيان ٿي ڪيا. صدين جي رت ۽ رک کان پوءِ، آريه سماجين 'ياجنا' جي جوت کي وري جلايو. سادو واسواڻي، ميران ھلچل جي اڳواڻي ڪئي، جنھن

۾ ويشن ايبل چوڪرين کي ڪاڏي پائڻ، ماس خوريءَ جي بدران ڀاڄيون واپرائڻ ۽ ڀڳتي ڀاوَ تي آماده ڪيو. سنت ڪنور رام نچي نچي ”او نالي الک جي ٻيڙو تار منهنجو“ ڳائڻ لڳو. وشنو ڊگمبر پنهنجي سالياني دؤري دوران، ماڻهن سان گڏجي ”رگهو پتي راگهوَ راجا رام“ ڳائي آرتي ڪندو هو. نمائي فقير سچل جي پيار ۽ دعا جو پيغام ڦهلايو: ”ڏکين منهنجا ڏولڙا، عيب نہ ڦولڙا، ننگڙا نمائي دا، جيوين تيوين پالڙا“ ۽ رام پنجواڻي، ڪاليج هال کان وٺي صوفين جي درگاهن تائين، ماڻهن جي ميڙ اڳيان گهڙي تي راڳ ڳاتا.

پر جنهن هلچل سچ پچ طوفان ڪڙو ڪيو، اها هئي: ”راشٽريہ سيوڪ سنگهہ“ (RSS). اها هلچل سنڌ ۾ سيالڪوٽ جي رهواسي، راجپال پوري (1917ع - 1977ع) شروع ڪئي، جيڪو پوءِ پوڙهپڻ ڀاران ’شري گروُجي‘ جي نالي سان سڏجڻ ۾ آيو. RSS کان اڳ ۾ ’سنگهہ‘، ’سنگٺن‘ ۽ ’سنسڪرتي‘ جا لفظ سنڌ ۾ اڻاٺل هئا. شروع ۾ ڪي ماڻهو ’سنگهہ‘ کي ’سنگ‘ اچاريندا هئا. پر 1942ع ۾ RSS اهو لفظ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکيڙي ڇڏيو. RSS جي باني ڊاڪٽر هيڊگيوار (Dr. Hedgewar) شهري مرڪزن جي بالغ مرد آدم شماريءَ جو ٽي سيڪڙو ۽ ڳوٺاڻي ايراضين جو هڪ سيڪڙو RSS ۾ ڀرتي ڪرڻ جي حد مقرر ڪئي ۽ سنڌ اها حد حاصل ڪرڻ ۾ منفرد حيثيت حاصل ڪئي.

شري گروجيءَ جا سنڌ جا ساليانا (1943ع - 1947ع) دؤرا صوبي جي عوام جي زندگيءَ ۾ اهم واقعا هئا. هر ڀيري هو حيدرآباد ۽ ڪراچي- ٻنهي شهرن جو دؤرو ڪندو هو. هو هڪ ڀيرو سکر، شڪارپور ۽ ميرپور خاص ۾ ويو. انهن دؤرن دوران هو مختلف ميدانن جي اڳواڻن سان مليو- جن ۾ ڌرمي اڳواڻ- ساڌو واسواڻي ۽ رنگانات نند، ڪانگريس اڳواڻ- ڊاڪٽر چوئٿرام، پروفيسر گهنشيام ۽ پروفيسر ملڪاڻي، عوام دوست واپاري-

لالجي مهروترا، شو رتن موهٽا، ڀائي پرتاب، سنڌ سرڪار جا وزير ـ نهچلداس وزيراڻي، ڊاڪٽر - هيمن داس واڌواڻي، مکي گوبندرام، ۽ ٻيا ڪيترائي وڏا وڪيل ۽ تعليمي ماهر اچي وڃن ٿا.

پهرئين دوري دوران، جڏهن سنڌوءَ تي ٻڌل ڪوٽڙي پُل تان ريل گذري رهي هئي ته شري گروجي پنهنجي پرائيويٽ سيڪريٽريءَ ڊاڪٽر ابا ٿاٽي (Dr. Aba Thatte) کي مرڪيءَ ۾ چيو : ”ابا، ڀها سنڌوا“ (ابا، سنڌوءَ کي ڏس!) اهي لفظ ته سادا آهن، پر اهي عرصي کان وڇايل ماءُ لاءِ ازلي جذبي سان ڀريل هئا.

شري گرمک سنگهه جيڪب آباد جو هڪ سک سوئم سيوڪ هو. هو وڏو پٽڪو ٻڌندو هو. 1945ع ۾، شڪارپور ۾ هڪ سوال - جواب جي ويهڪ دوران، گرمک سنگهه ڪانئس پڇيو، ”گروجي، اوهان پنهنجي مٿي تي تمام گهڻو بار کڻو ٿا؟“ شري گروجي خوش ڪُن لهجي ۾ ورندي ڏني : ”اوهان ته مون کان به گهڻو بار پنهنجي سر تي کنيو آهي.“ گرمک سنگهه ۽ ٻيا سڀ انهيءَ تي کل ۾ اچي ٽهڪيا.

شري گروجي ڪراچيءَ جو آخري دورو ورهاڱي کان رڳو نو ڏينهن اڳ يعني 5 آگسٽ 1947ع تي ڪيو هو. هڪ گڏجاڻيءَ ۾، ’سنڌ آبزرور‘ (Sind Observer) جي ايڊيٽر، برک شهري، شري ڪي - پنيها (K. Punniah) ڪانئس پڇيو : ”جيڪڏهن اسان خوشيءَ سان ورهاڱو قبول ڪنداسين ته نقصان ڪهڙو آهي؟ جيڪڏهن بيمار عضوو ڪٽي ڇڏينداسين ته نقصان ڪهڙو آهي؟“ ـ گروجي ٺهه پهه ورائيو : ”جيڪڏهن نڪ ڪپي ڇڏينداسين ته نقصان ڪهڙو آهي؟ ماڻهو پوءِ به زنده رهندو!“

هڪ ڀيري جڏهن اسان گروجيءَ کان حيدرآباد ريلوي اسٽيشن تي موڪلائي وياسين ته اسان ڏٺو ته هڪ مسلمان وزير سا گڏهي گاڏي ۾ هو. ٻنهي جو هڪ ٻئي سان تعارف ٿيو. وزير چيس : شيخن، شيخن سان ئي ملڻ چاهيندو آهي. تنهن

تي گروجي ڪليو ۽ چيائين، ”پر مان شيهن تاهيان.“

RSS عاملن ۽ پاڳيمنڊن، حيدرآبادين ۽ غير حيدرآبادين، شهرين ۽ ڳوٺاڻن، سناتنين ۽ سماجين - پوءِ چاهي اهي آريہ سماجي هجن يا برهمو سماجي- جي اڳوڻي فرق کي دور ڪيو. ڪانگريس ۽ مها سڀا جي پوئلڳ ڪٽنبن جا ڇوڪرا گڏ ڪيڏيندي ۽ ساڳئي ’ڳوار واج‘ کي نعندي ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا. RSS، سنڌي هندن کي هندوپڻي جو احساس ڏياريو. اڳ ۾، 90 سيڪڙو شاگرد فارسي پڙهندا هئا، RSS جي اچڻ کان پوءِ 95 سيڪڙو شاگرد سنسڪرت پڙهڻ لڳا. ايتري قدر جو گهڻن شاگردن ’سنڌيءَ‘ جي بدران هندي ڪئي، جو آنهن مطابق، انهن سنڌي اڳيئي چڱي طرح چاتي ٿي. RSS، سنڌي نوجوانن کي سياست ۽ ريڊيڪلزم ڏانهن مائل ڪيو. ڀارتيہ سنڌو سڀا جي صدر جي-ٽي - واڌواڻي ۽ وويڪانند ايڊيوڪيشن سوسائٽي بمبئي جي باني، حشو آڏواڻي، RSS جي ترغيب تي عوامي زندگي اختيار ڪئي. ڀارتيہ مزدور سنگهہ جو صدر منهر ميهتا سنڌ جي RSS جي پيداوار آهي. لال ڪشن آڏواڻي جهڙو هيرو سنڌ جي RSS جي پاران هندستاني عوامي زندگي کي تحفو آهي. اهو ائين ئي ڄاهي جو جنارڌن ٺاڪر 1977ع ۾ پنهنجي ڪتاب All The Janata Men ۾ سندس باري ۾ لکيو آهي:

”جنهن شخص پنهنجي پذيرائيءَ کان سواءِ، ’جنتا پارٽيءَ‘ جي حصي ’جن سنگهہ‘ لاءِ گهڻي عزت حاصل ڪئي آهي، اهو آهي لال ڪشن آڏواڻي، جيڪو اڄ ڪالهہ هندستاني سياست ۾ ’صاف سترو ۽ سٺون سڌو اڳواڻ آهي. صاف، نفيس، ڪاروباري، ڏسڻ ۾ نرم، پر ضرورت وقت سخت، هيءُ (نڌهوڪو) اطلاعات و نشريات جو وزير گهڻو ڪري اڄ جي سياسي دنيا ۾ پورالو آهي. جيتوڻيڪ هو اڳين صف ۾ نہ رهيو آهي، پر پوءِ بہ اونداهي آمندي ۾ هو هڪ روشن شمع وانگر ٻيٺل آهي.“

برهمو سماج کان وٺي RSS تائين اهي سڀ هلچلون هيون، جن سنڌ کي هڪ نمايان صوبي ۾ تبديل ڪيو ۽ اهي هلچلون ڏي هيون، جن آزاديءَ جي هلچل کي گرمي بخشي.



سورهه سنڌي ادب




صاحب خان سورهه ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# 13

## سنڌ ۾ آزاديءَ جي هلچل

”نادر شاهه هيءُ ملڪ هڪ ڀيرو لٽيو هو، پر انگريز اسان کي روز لٽين ٿا. اسان جو رت چوسي، هر سال 45 لک ڊالرن جيتري دولت ملڪ کان ٻاهر نيئي وڃي ٿي. انگريزن کي هڪدم هندستان ڇڏي هليو وڃڻ گهرجي.“ — اهي لفظ انڊين نيشنل ڪانگريس جي جنم (1885ع) کان هڪ ورهيه اڳ ۽ گانڌيءَ جي ’هندستان ڇڏي وڃو‘ (Quit India) هلچل جي سوچ کان پورا 58 ورهيه اڳ، 20 مئي، 1884ع تي ’سنڌ ٽائيمس‘ (Sind Times) اخبار لکيا هئا.

بنگال ’ونگا ڀنگا‘ — جي ورهاڱي. سوديشي هلچل کي هٿي ڏيڻ سان، ملڪ جي ڪنهن به هنڌ وانگر، سنڌ ۾ آزاديءَ جي هلچل کي وڏي مدد ڪئي. جڏهن کوديرام بوس کي 1908ع ۾ ڦاسي ڏني ويئي ته سنڌس تصوير سيني محب وطنن جي گهرن ۾ پنهنجو رستو ڳولي ورتو. ساڳئي سال، ويرومل بيگراج (1874ع - 1955ع) سکر ۾، ۽ لوڪرام شرما حيدرآباد ۾ سوديشي اسٽور قائم ڪيا. انهن پوءِ سکر ۾ آل سنڌ پولٽيڪل ڪانفرنس ڪوٺائي.

جڏهن 1907ع ۾ ڪراچيءَ جي سنڌ ڪاليج جي پرنسيپال جيڪسن (Jackson) چيو، ”اوهين هندستاني ڪوڙا آهيو“، ته مکيه شاگرد جهڙوڪ جيوت، جواهر ۽ نارايڻ ڪاليج ڇڏي بڙودي ۽ پوني جي ڪاليجن ۾ هليا ويا، جن مان پوءِ ٽن چڱن — آچاريه جيوترام ڀڳوان داس ڪرپالاڻي، سوامي گووندانند

۽ پروفيسر نارائڻ داس رتن مل ملڪاڻي وڏو نالو ڪيو.

1908ع ۾ جڏهن بال گنگاڌر تلڪ کي ڇهه سال قيد جي سزا ڏني ويئي ته گهڻن نوجوانن فرش تي سمهڻ شروع ڪيو- جيڪا صوبي ۾ غير معمولي ڳالهه هئي، جتي فقير به کٽن تي سمهندا هئا.

1988ع ۾ شڪارپور ۾ پريتم ڌرم سڀا قائم ٿي، جنهن نه رڳو گهڻا سماجي سڌارا آندا، پر سوديشي ڪنب، صابڻ ۽ ڪپڙي جون ملون قائم ڪيون. انهيءَ سڀا طرفان، جيڪو ادب پيش ڪيو ويو، اهو ايتري قدر انقلابي سمجهيو ويو، جو 1909ع ۾، سيٺ چيتومل، ويرو مل ٻيگراج ۽ گووند شرما- سڀني کي پنج سال سخت پورهئي سان قيد جي سزا ڏني ويئي. جج بوائڊ (Boyde) پنهنجي فيصلي ۾ چيو: ”اهي نوجوان مذهبي تنظيم جا ميمبر آهن، تنهن ڪري انهن جو ماڻهن تي اثر ٿيندو. سندن لکيون ۽ سرگرميون ايڏيون فتنه انگيز آهن، جو اهي موت جي سزا جي لائق آهن. پر سندن ننڍي عمر جي پيش نظر مان کين نسبتاً گهٽ سزا ڏيان ٿو.“

1910ع ۾ آچاريا ڪرپالاڻي، ڪاڪا ڪاليلڪر، سوامي گووندانند، ڊاڪٽر چوئٿ رام ۽ ٻين حيدرآباد ۾ ’برهم چريه آشرم‘ قائم ڪيو، جيڪو اپرندي ڪڇي ۾ ڊاڪٽر تارا چند جي اسپتال جي پرسان هو. اهو آشرم راڳ، ناٽڪ ۽ ورزش وسيلي نه رڳو محب وطن نوجوان پيدا ڪرڻ جو ادارو هو، پر ٻين محب وطن سرگرمين جو فورم پڻ هو، جنهن ۾ روپوش انقلابين کي پناهه ڏيڻ شامل هو. ڊاڪٽر چوئٿ رام، سوامي آلا رام، دين ديال ورهسپتي ۽ سوامي ستيه ديو، ’گئور رڪشا‘ -(ڏڳين جي بچاءُ) مهم تي ’ٻيل صاحب ڪو ڪرو سلام‘ ڳائيندا، سنڌ جي دوري تي ’برهم چريه آشرم‘ لاءِ ٽي هزار رپيا گڏ ڪيا.

بابا گردت سنگهه جي سر تي چاليهه هزار رپين جو انعام مقرر ٿيل هو. هن ڪئنيڊا ڏانهن لڏي وڃڻ لاءِ جاپاني جهاز

’ڪوما گاتا ماروُ‘ ٻاڙي تي ڪيو، پر اتي لنگر انداز ٿيڻ جي اجازت نه ملڻ سبب ڪلڪتي پهتو، جتي کين زمين تي پير رکڻ نه ڏنو ويو. انهيءَ ڳالهه تي گوليبازي ٿي، جنهن ۾ ڪافي ماڻهو مري ويا. گردت سنگهه کي سنڌ ۾ ٽي سال پناهه ڏني ويئي. انهيءَ ساڳئي ’ڪوما گاتا مارو‘ جهاز جي واقعي ۾، گوونداننَد کي پنج سال سخت پورهئي سان قيد جي سزا ڏني ويئي.

1913ع جي هڪ آڌي رات جو، هڪ هندو مسلمان پيٺ جي سور جي شڪايت سان، ڪوٽڙيءَ کان هڪ ٻيل ڳاڏيءَ ۾ حيدرآباد ۾ لوڪرام شرما جي گهر پهتو. جڏهن هو اندر آيو ته خبر پيئي ته هو مشهور رُوپوش انقلابي راش بهاري بوس هو، جنهن 1912ع ۾ دهليءَ جي چانڊي چوڪ ۾ لارڊ هارڊنج تي بم اڇلايو هو.

راش بهاري، لوڪرام شرما (1890ع - 1933ع)، ۽ سندس ڀاءُ وشنو شرما بم اڇلائڻ واري ڏينهن دهلي ۾ هڪ ئي گهر رهيل هئا. ڊاڪٽر چوئٿرام، راش بهاريءَ لاءِ پيسن جو بندوبست ڪري کيس افغانستان رستي جاپان وڃڻ لاءِ امرت سر روانو ڪيو.

ان کان اڳ، شڪارپور وارن گساڻديءَ کي سندس ڏکڻ آفريقا جي هلچل لاءِ ڏهه هزار رپيا موڪليا هئا. حيدرآباد وارن پنڊت مدن موهن مالويه جو شاندار آدرياءُ ڪيو هو ۽ کيس مانُ - پتر سنسڪرت ۾ پيش ڪيو ويو هو.

جڏهن ڊاڪٽر ايني بيسنٽ ڪانگريس جي صدر مقرر ٿي ته هن سنڌ جي قوم پرست مسلمان، غلام محمد ڀرڳڙي (1878ع - 1924ع) کي ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو.

جڏهن ڪرپالاڻي بهار ۾ مظفر پور جي جي- بي- بي ڪاليج تان استعيفا ڏني ته هن پروفيسر نارايڻ داس رتن مل ملڪاڻي

وٺ، انقلابين جي مدد لاءِ ۾ هزار رپيا ڇڏيا.

1919ع ۾ وطن دوست عوامي راهه ڪسي تيز ڪرڻ ۽ حرڪت ۾ آڻڻ لاءِ هڪ روزنامه 'هندو' شايع ٿي.

سنڌ وارا پيرس ۾ ان وقت هندستان جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪندڙ مئڊم ڪيما (Madam Cama) کي مسلسل مالي مدد ڪندا هئا.

اچا جڏهن گانڌي جنگ کي 'جنگي ڀرتيءَ جا ميلا' (War recruitment Mela) ڪوٺيندو هو ته نوابشاهه جي ڊاڪٽر تلچارام ڪلاڻي، کلئي عام 'وارلون بانڊ' (War Loan Board) جي خلاف مهم هلائي. سنڌ تڏهن بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو هئي ۽ سنڌ ڪانگريس، بمبئي پراونشل ڪانگريس ڪاميٽيءَ (PCC) جو حصو هئي. جڏهن گانڌي بمبئي PCC کان آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي (AICC) جي چونڊ حاصل ڪئي ته سنڌ جي وفد برطانيا جي جنگ جي ڪوشش جي سندس حمايت جي پيش نظر، سندس چونڊ جي مخالفت ڪئي.

1920ع ۾ جڏهن لوڪمانيه تلڪ سنڌ ۾ آيو ته نوجوانن سندس گاڏي ڇڪي، عورتون ڀريون ڀرو پنهنجي گهرن مان ٻاهر نڪري آيون ۽ ڪيس آرتي پيش ڪيائون. تلڪ ڏاڍو خوش ٿيو. هن پنهنجي اخبار 'ڪيسري' ۾ لکيو: "جيڪڏهن هر صوبي ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام جهڙا ماڻهن هجن ته جيڪر اسان غلاميءَ جون زنجيرون بنان دير ٽوڙي سگهون ٿا."

آگسٽ 1920ع تي جيڪڏهن تلڪ جو ديهانت ٿيو ته جئرام داس ۽ ٻين سنڌي اڳواڻن پنهنجي مٿي جا وار ڪوڙايا هئا. ڪين دپ هو ته آزاديءَ جي هلچل ٻهڻي رهندي. پر ڪين تڏهن خوشي ٿي، جڏهن انهن 'ڪرم وير' گانڌيءَ کي جيڪو تڏهن انهيءَ نالي سان ڄاتو ويندو هو، هلچل کي نين بلندين تائين کڻي ويندي ڏٺو.

جڏهن گانڌي رولٽ ائڪٽ (Rowlatt Act) جي مخالفت ۾ سڏ ڏنو ته سر گرم ٿياسافسٽ، چيٿمل پرسرام ماڻهن کي مصيبتن ۽ قربانين جي راڪ ـ ’ڪال جي هٽ ڪسڻ جو ڪوپ وهي‘ ـ ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت ڏني، جنهن ڪري کيس ٻه سال سخت پورهئي سان قيد جي سزا ڏني ويئي: جڏهن ڪانگريس جو امرت سر وارو اجلاس ٿيو ته سنڌ وارن پنهنجا وفد جليانوالا اسپيشل ٽرين ۾ موڪليا. جڏهن 17 مارچ 1922ع تي پرنس آف ويلس ڪراچيءَ آيو ته سنڌ مان هڪ ٻه ماڻهو سندس استقبال لاءِ نه ويو. ان ڏينهن شهر ۾ سگريٽ يا چانهه به نٿي ملي.

ڪراچي پڻ پنهنجي تاريخ ٺاهي. جڏهن 26 سيپٽمبر 1921ع کان 4 نومبر 1922ع جي دوران، ’پريءَ جي انقلابي شنڪر آچاريه پارٽي ڪرشن تيرٿ جي خلاف مولانا محمد علي، مولانا شوڪت علي ۽ ڪچلو سان گڏ ڪراچي سازش جو تاريخي مقدمو خالقڏني هال ۾ هلايو ويو. گانڌي انهيءَ مقدمي کي ”سيني جديد مقدمن ۾ سينيءَ اهم مقدمن مان هڪ“ ڪوٺيو.

انتظاميا طاقت جي نشي ۾ ايڏو ڏٽ هئي، جو هن سرڪار جي حمايتي ملائن کي پيسن تي خريد ڪرڻ شروع ڪيو. ۽ جڏهن حقيقي ملائن کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿي ته لهي پيدا ڪرڻ ۾ ٻه ڏريغ نه ڪيائين. رانجهي خان جمعدار کي ’امن موبل‘ جي لالچ جي عيوض ڪجهه ملائن کي پيش ڪرڻ لاءِ چيو ويو. ناڪام ٿي، هن ’پير ٽڳڙيل‘ ۽ ’پيرلپڪرانو‘ جا نالا پيش ڪيا. انهن خدمتن جي عيوض کيس ڪليڪٽر بولس (Bolus) اڳيان پيش ڪيو ويو، جنهن کيس صوبيدار جي عهدي تي ترقي ڏني!

انتظاميا هندن کي، ڪانگريس جا حمايتي هئڻ سبب هراسان ڪرڻ لاءِ ڏاڙيلن کي پڻ نظر انداز ڪيو. جڏهن ماڻهن احتجاج ڪيو ته کين چيو ويو ته ”گانڌي وٽ وڃو“ ـ ۽ ڏاڙيل پڪڙڻ لاءِ چئوس.

32 ـ 1930ع جي 'ستياگره' هلچل سنڌ ۾ وڏي ڪاميابي حاصل ڪئي. ماڻهو شهر شهر وچي ولايتي ڪپڙو گڏ ڪري، گڏهن تي ڍوئي، تيلي ڏيندا هئا ۽ تماشبين پنهنجا ٽوپلا وغيره لاهي ٻرندڙ باھ ۾ اڇلائيندا هئا. جيڪب آباد جي هڪ غريب مسلمان هاري وٽ ڏيڻ لاءِ رکيو هڪ سونتي هئي، جيڪا 250 رپين ۾ نيلام ڪئي ويئي.

سنڌي عورت پڻ وڏي پئماني تي جلوس ۽ بهشڪاري ٽولين ۾ حصو وٺڻ لاءِ ٻهريون پيرو گهر جي چوديوارين کان ٻاهر نڪتي. اُن کان ٽوروٽسي پوءِ، بمبئي پريزيڊنسيءَ ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد وڏي ۾ وڏا طوفاني مرڪز ٿي پيا. تڏهن سنڌ جي آدم شماري چاليهه لکن کان به گهٽ هئي، جنهن جو 30 سيڪڙو هندو هئا، جيڪي ئي هلچل ۾ حصو وٺندا هئا. انهيءَ جي باوجود 1930ع ۾ 427 ماڻهو جيل ويا.

سنڌ ۾ پنهنجي سرگرميءَ کي غلط سمجهندي، ڪانگريس 1931ع جي آدم شماريءَ جي ڪم جي بهشڪار ڪرڻ جو پڻ فيصلو ڪيو. پر اهائي اميد هئي ته سنڌ آدم شماري واري بهشڪار جي پروگرام ۾ گهڻا ماڻهو حصو نه وٺندا.

ڪراچيءَ جي فائرنگ ۾، جنهن ۾ دتاتريه ماني ۽ ميگهراج ريواچند مارجي ويا، ڄيرام داس جهڙي اڳواڻ کي پڻ گولي لڳي. سموري ملڪ کي صدمو پهتو. گانڌي 20 اپريل 1930ع تي تار ڪئي: "ڄيرام داس کي خوش قسمت سمجهو. گوليءَ جو ستر وارو زخم، جيل کان بهتر آهي. اجا به دل جو زخم وڌيڪ بهتر آهي." هن پوءِ لکيو: "مون کي اهو ٻڌي خوشي ٿي ها ته ڄيرام داس جهڙي سائي ـ ڪارڪن کي گولي هڻي ماريو ويو. مان ڄيرام داس کان وڌيڪ صاف دل ٻئي ڪنهن شخص کي نه سڃاڻان. اهڙن هندستانين جي رت مان ئي سوراج جو مندر تعمير ٿيندو."

جيل سپرنٽنڊنٽ جي هفتيوار چڪاس جي وقت، ڄيرام داس

جهڙي شخص کان گوڏ ڀڏي حاضر ٿيڻ ۽ 'سرڪار سلام' چوڻ جي توقع ڪئي ويندي هئي. جڏهن هن ائين ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته کيس ڏنڊا - بيڙي لڳائي قيد - تنهائي ۾ رکيو ويو.

جئرام داس کي گولي لڳڻ جو پڙاڏو برطانوي پارليامينٽ ۾ گونجيو، جتي هڪ ميمبر پڇيو ته عامل طبقو، جيڪو سرڪاري نوڪريءَ ۾ وفادار ۽ اڳڀرو آهي، اُن جو هڪ روشن ستارو آزاديءَ جي هلچل ۾ ڪيئن گهڙي پيو آهي. هندستان جي اسٽيٽ سيڪريٽري انهيءَ تي ڏک جو اظهار ڪيو ۽ چيائين ته هو خود حيران آهي. سندس حيراني اجا وڌي ويئي هوندي جڏهن ايچ - بي - شوداساڻي I.C.S قومي هلچل سان همدرديءَ ۾ بهشت جهڙي نوڪريءَ تان استعيفا ڏني هئي.

جيل کان ٻاهر ننڍين اڳواڻن کي ايذو هراسان ڪيو ويو، جنهن جي انتها ناهي. سرڪار انهيءَ ڳالهه جو پورو پورو ڌيان رکيو ته کين ڳوٺن ۾ وڃڻ لاءِ نه ٽانگو ملي ۽ نه ئي بيل گاڏي. سندن جلسن ۾ گڙٻڙ ڪرائڻ يا کين مارڻ ٽائون سرڪاري غنڊن کي موڪليو ويندو هو. گانڌي 'سنڌ ۾ دٻاءَ جي حقيقت کي' ڌيان ۾ رکيو. هن چيو "تمام سخت ڪهر حالتن هيٺ سنڌين همت ۽ صبر لاءِ، مان کين واڌايون ڏيان ٿو. جيڪڏهن انهن ڏيرج ۽ سورهيائيءَ سان ڏک سهڻ جاري رکيا ته انهيءَ بي لغام ۽ بي اصولي دٻاءَ جو پاڻ جلدي خاتمو ٿيندؤ."

سنڌ ۾ ستياگرهه جي باري ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي (AICC) 1932ع ۾ پنهنجي رپورٽ ۾ لکيو آهي: "ڏسجي ٿو ته صوبو پنهنجي ڪارڪردگيءَ ۾ چڱو پيو وڃي. سنڌ ۾ قيدين جي درجي بندي هڪ ڪارو داغ آهي. ايتري قدرجو آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي جنرل سيڪريٽري، جئرام داس کي- 40 ستياگرهي عورتن مان 37 کي پڻ 'سي' ڪلاس ۾ رکيو

ويو آهي. گھڻين جوان ستياگرهين کي پٿر ٽوڙڻ جي ڪم تي لڳايو ويو آهي. منجهائن ٻارنهن ڄڻين مان هر هڪ کي ٻارنهن ڦٽڪا هنيا ويا آهن.“

1930ع جي هلچل، گانڌي ـ اروِن ٺاهه جي صورت ۾ ختم ٿيڻ کان پوءِ، مارچ 1931ع ۾ ڪانگريس جو اجلاس ڪراچيءَ ۾ شروع ٿيو. اهو اجلاس 90 هزار رپين جي لاڳت سان رکيو ٽن هفتن ۾ شاندار نموني منظم ڪيو ويو هو. مهاديو ديسائي اهو ڏسي ايڏو بي اختيار ٿي ويو، جو چئي ڏنائين: ”تاريخ ۾ پهريون ڀيرو سرڳ جي ڇٽيءَ هيٺ ڪانگريس جو اجلاس ٿي رهيو آهي.“ گانڌي چيو ته ”ٿورائتو آهيان جو استقباليا ڪاميٽي (انهيءَ شاميانې جي) ڇتيءَ کي هيٺيان کوليو آهي ۽ اسان کي ايشور سان سڌي رابطي ۾ رکيو آهي.“ اهو شاميانو انهيءَ ٽڪريءَ تي لڳايو ويو هو، جتي هاڻي جناح جو مقبرو آهي. انهيءَ اجلاس جو انتظام ٽڏهوڪي ڪراچيءَ جي ميئر ۽ استقباليا ڪاميٽيءَ جي چيئرمن جمشيد مهتا ڪيو هو.

پر ڪانگريس جو اهو تاريخي جلسو ٻن سانحن ڪري ڍڪجي ويو. انهيءَ اجلاس جي موقعي تي، گانڌيءَ جي انتهائي ڪوشش جي باوجود، انگريزن پنهنجي ڌاڪ ويهارڻ لاءِ، سردار ڀڳت سنگهه، ۽ سندس ساٿين ـ سکديو ۽ راج گروءَ کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ۽ جڏهن ڪانپور جي مسلمانن، ڀڳت سنگهه جي مانَ ۾ پنهنجا دڪان بند ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته فساد ڇڙي پيو. يو پيءَ جي پراونشل ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي صدر ۽ ’پرتاب‘ جي ايڊيٽر گنيش شنڪر وديارٿي، جيڪو فساد بند ڪرائڻ لاءِ ويو هو، پنهنجي سورميائيءَ جي ڪوشش ۾ جان ڏني. ڪراچيءَ ڏانهن ويندي، گانڌيءَ جو هر اسٽيشن تي ڪارن جهنڊن، ڪپڙي جي ڪارن گلن ۽ ’واپس وڃ‘ جي نعرن سان استقبال ڪيو ويو. ڪراچي شهر ۾ مشتعل انبوهه کان بچڻ لاءِ حقيقت ۾ کيس ڊرگ روڊ اسٽيشن تي گاڏيءَ

مان لاڙو ويو. گانڌي چيو ته هو ڪارن جهنڊن کي ورثي
آيل شيءِ طور پاڻ وٽ ڏيستائين رکندو جيستائين نعري باز پنهنجي
غلطي محسوس نه ڪندا ۽ کين موٽي وڃڻ لاءِ چوائين. هن کين
ڪانگريس جي اجلاس ۾ گڏ ٿڻ کان پاسو ڪرڻ ۽ ”سنڌ جي
ڪارڪنن جي شاندار ڪم کي ضايع نه ڪرڻ“ لاءِ منٿ
ڪئي. ان کان پوءِ ڪراچيءَ وارو اجلاس خير خوبيءَ سان
گذريو. انهيءَ اجلاس جي خاص ڳالهه اها هئي ته خان عبدالغفار
جي اڳواڻيءَ ۾ ’فرنٽيئر ريڊ شرٽس‘ وارن انهيءَ ۾ ڀرپور
ڀيرو شرڪت ڪئي.

ڪراچيءَ جي اجلاس جي صدارت وڏي شخصيت سردار
ولڀ ڀائي پٽيل ڪئي. انهيءَ ئي اجلاس ۾ ڪانگريس ٻي
رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.
انهيءَ اجلاس بنيادي حقن تي مشتمل 20 نڪاتي ٺهراءُ پاس
ڪيو، جنهن ۾ عالمگير بالغ راءِ دهي، مفت پرائمري تعليم،
هندستان جي سيني رهاڪن کي گذاري جيتري اجرت، جو
وچن ڪيل هو.

انهيءَ اجلاس ۾ هڪ دلچسپ ساهي ٿي، جڏهن لاهور
جي اخبار ’زميندار‘ جي ايڊيٽر، مولانا ظفر علي خان نماز لاءِ
اجلاس ملتوي ڪرڻ لاءِ چيو. گانڌي نماز جي دوران رکيو
اهو قبول ڪندي ته ڪانگريس گهڻ اهم اسمن جو اڪلاءُ
ڪري، انڪار ڪيو. مشتعل مولانا ٻاهر نڪري سڌو ريلوي
اسٽيشن ويو، جتان ڀرين گاڏيءَ ۾ لاهور ڏانهن روانو ٿي ويو.

32 - 1930ع جي هلچل کان اڳ ۽ پوءِ ڪانگريس ايڏو
مقبول هئي، جو چونڊن ۾ مڪيءَ جي سامهون موچيءَ کي
بيهاري کيس کٽائي سگهي ٿي. 1937ع جي چونڊ ۾، ايوان
جي ڪل 60 نشستن مان ڪانگريس جا 7 MALs هئا، جيڪي
توازن رکڻ لاءِ ڪافي هئا.

1942ع جي هلچل جي صورتحال پنجاب ۽ ٻين گهڻن صوبن جي ڀيٽ ۾، سنڌ ۾ بهتر هئي. انهيءَ هلچل ۾ ٻه قيمتي جانيون قربان ٿيون- هيمون ڪالاڻي ريل جون پٽڙيون اکيڙيندي پڪڙيو ويو ۽ نرمل جيوتاڻي ڪي- جيڪو شاعر هو- ڦٽڪا هنيا ويا، جنهن ڪري سندس جلدي ديهانت ٿي ويو. وڏو وزير الهه بخش سومرو ڪانگريس سان ايترو ويجهو هو جو هو کاڏيءَ جو ڪپڙو ڪلهي تي کڻي، هڪ گهر کان ٻئي گهر تائين هوڪو ڏيئي وڪڻندو هو. 'هندستان ڇڏي وڃو' هلچل دوران هن ڪراچيءَ جي خوبصورت بيچ- ڪلفٽن تي واقع پنهنجو بنگلو انهيءَ شرط سان آڇيو ته ڪافي ساريون عورتون ستياگره ۾ حصو وٺنديون. اها ڪانگريس سان سندس قربت ئي هئي، جنهن کيس معزول ڪرايو ۽ جلدئي پوءِ کيس پراسرار طور قتل ڪيو ويو. سنڌ انهيءَ سانحي مان ڪڏهن به پاڻ پوري نه ٿي، ۽ انهيءَ ئي ورهاڱي لاءِ رستو هموار ڪيو- جيئن ته 1946ع جي چونڊن ۾ ڪانگريس 22 نشستون حاصل ڪيون هيون.

اهو هو سنڌ ۾ آزاديءَ جي هلچل جو مختصر تسلسل. هتان جا اڳواڻ، لياقتي طور، ملڪ جي بهترين اڳواڻن مان هئا. منجهانئن چڱي طرح ڄاتل سڃاتل، آچاريا جيوت رام ڪرپالاڻي (1888ع-1982ع) گانڌيءَ کي شانتي نڪيتن ۾ ڏٺو هو، ۽ سموري زندگيءَ لاءِ ساڻس واڳجي ويو هو. هن پنهنجي زندگي 'چرخا سنگهه' ۾ ڊگهي عرصي تائين ڪانگريس جي جنرل سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. هو تاريخي سٺ سالن جي عرصي جي پهرين صف وارن اڳواڻيءَ جو نرالو مثال آهي.

عالم مان ڦري جوشيلو ديش ڀڳت ٿيل، جئرامداس دولترام عالم چنداڻي (1891ع-1978ع) سنڌ جي ڪانگريسين جو وڏو گانڌي پرست هو. هن ڪجهه وقت لاءِ 'هندستان ٽائيمس'

(The Hindustan Times) جي ايڊيٽر ۽ پوءِ ڪانگريس جي جنرل سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون. آزاديءَ کان پوءِ، جئرام داس ٻهار جو گورنر، ڀوڄن فوڊ منسٽر، آسام جو گورنر ۽ گانڌيءَ جي Complete Works (مڪمل تحريرون) جو ايڊيٽر ٿيو.

ڊاڪٽر چوئٿ رام (1957ع - 1889ع) سموري زندگي عوامي ڪارڪن ٿي رهيو، جنهن ملڪ جي خدمت ڪرڻ ننڍپڻ کان شروع ڪئي هئي، جڏهن ڪانگريس جو نالو به ٻڌڻ ۾ نه ايندو هو. بنگال جي ورهاڱي سان شروع ڪري، هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ، هن ديس جي سيوا جاري رکي. ورهاڱي جي موقعي تي، هن سنڌ جي ماڻهن کي تحفظ ڏيڻ ۽ مدد ڪرڻ لاءِ، مهاراڻا آديپور جي مدد سان 40 نوجوانن لاءِ چتور قلعي ۾ هڪ سکيا ڪئمپ منظم ڪئي. اهو چوئٿ رام ئي هو، جنهن جواهرلال نهروءَ کي شرنارٿين جي مدد ڪرڻ لاءِ سڏايو، جيڪي پنهنجون ملڪيتون لٽائي آيا هئا. سنڌس ٻاري ۾، 1924ع ۾ گانڌي 'ينگ انڊيا' (Young India) ۾ لکيو هو: "پنهنجي ملڪ جي مفاد لاءِ، ڊاڪٽر چوئٿ رام پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪري فقير بڻجي ويو آهي."

آچاريه آسودومل ٽيڪچند گدواڻي (1935ع - 1890ع) پنهنجي وڏي پگهار واري دهليءَ جي رام جس ڪاليج جي پرنسپال جي عهدي تان استعيفا ڏيئي، اڳوڻي پگهار جي پنجين حصي جيتري رقم تي گانڌيءَ سان گڏ ڪم ڪرڻ لڳو. جڏهن ڪانگريس چونڊن جي اڳواڻن کي سرڪاري عهدن تي نامزد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته پنڊت نهرو الهه آباد ميونسپالٽيءَ جو چيئرمن، سردار پٽيل احمدآباد ميونسپالٽيءَ جو چيئرمن ۽ سڀاس چندر بوس ڪلڪتي ڪارپوريشن جو چيف آفيسر ٿيا ته گدواڻي ڪراچي ڪارپوريشن جو چيف ايڊيوڪيشن آفيسر ٿيو. 1617ع ۾ سنڌس اوچتي موت سنڌس روشن مستقبل کي روڪي ڇڏيو.

پروفيسر گھنشيام شوداساڻي، جيڪو سموري زندگي عوامي ڪارڪن ٿي رهيو ۽ 1937-47ع تائين سنڌ اسيمبلي ڪانگريس پارٽيءَ جو اڳواڻ رهيو، مٿيو آرنولڊ (Mathew Arnold) جي ڪلچر جي وصف 'مٺاس ۽ روشنيءَ' جو مجسمو هو.

هرچند راءِ وشن داس ڀارواڻي (1862ع-1928ع) 1913ع ۾ ڪانگريس جي ڪراچيءَ واري اجلاس جي استقباليا ڪاميٽيءَ جو چيئرمن هو. انهيءَ اجلاس ۾، ٻاهريون پيرو، هن سنڌ جي بمبئي کان علحيدگيءَ ۽ صوبي جي جدا آئين جي گهر جو آواز اٿاريو. هو 1911ع کان 1920ع جي دوران، ڪراچي ڪارپوريشن جو صدر هو. 1920ع ۾ کيس سينٽرل ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. جليانوالا باغ جي سانحي جي باري ۾ ڳالهائيندي چيائين: "جيڪڏهن اوهان جي اکين ۾ ڳوڙها آهن ته اهي ڳاڙها لاءِ تيار ڪريو." جيتوڻيڪ هو موت جي بستري تي هو، پر پوءِ به سائمن ڪميشن جي خلاف ووٽ ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ کان دهلي ويو. هو پنهنجو ووٽ استعمال ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي لاڏاڻو ڪري ويو، جتي موتي لال نهرو، پنڊت مدن موهن مالويه، لالا لجپت راءِ ۽ ولڀ ڀائي پٽيل سندس ڪانڌي ٿيا.

جمشيد ميهتا جيتوڻيڪ ڪانگريس جو ميمبر نه هو، پر 1937ع ۾ ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي دادوءَ مان چونڊجي آيو. هو جديد ڪراچيءَ جو معمار هو. هو سڀني تنازعن جو، جيڪي عام زندگيءَ ۾ ٿيندا هئا، منصف ٿيندو هو.

نارائڻ داس رتن مل ملڪاڻي (1860ع-1974ع) 1917ع ۾، جڏهن ڄُفر پور جي جي-بي-بي ڪاليج جو پروفيسر هو ته گانڌي چمپاران ڏانهن ويندي وٽس ڪجهه ڏينهن لاءِ ترسيو هو. هڪ ڏينهن شام جو سير ڪندي گانڌي کانئس پڇيو: "پروفيسر هن کان پوءِ ڇا ڪندين؟" انهيءَ ڳالهه ملڪاڻيءَ جي زندگيءَ

۾ موڙ آندو. هن نوڪريءَ تان استعيفا ڏني، گجرات ودياپيٺ ۾ شامل ٿيو، پوءِ دهليءَ ۾ هريجن ڪالونيءَ جي تعمير ڪرڻ ۾ مدد ڪيائين، ۽ پوءِ ٻه سنڌ ۾ جلد تعميري ڪم شروع ڪيائين. هن الله بخش سومري کي ڪانگريس جو حمايتي بنائي ڪيس متاثر ڪيو- ايتري قدر جو ڪانگريس کي سنڌس چرخي سميت حرن جي روحاني پيشوا، پير پاڳاري جهڙي ڳوڙهي مخصيت سان متعارف ڪيائين.

عورت - اڳواڻن ۾ آچاريا ڪدوائي جي زال- گنگا ڀيڻ، ڪرپالانيءَ جي ڀيڻ- ڪڪي ڀيڻ، ڪوڙي مل جي نهڻ- امبي ڪلثاڻي ۽ ڪماري جيٺي سپاهي ملاڻي سنڌ جي عوامي زندگيءَ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو.

آزاديءَ جي هلچل دوران، قومي اڳواڻن جي سموري ملڪ ۾ عزت ٿيڻ لڳي. گانڌي، پنڊت نهرو ۽ سڀاس چندر بوس سنڌ ۾ خاص ڪري مشهور هئا. پر پنڊت نهروءَ کي سنڌ لاءِ بلڪل ڪشش نه هئي، جيتوڻيڪ سنڌواسي ٻنهي پرستار هئا. هن 16 جولاءِ 1936ع تي پدماجانائيڊو کي لکيو: ”مان سنڌ نه سڄاڻان. مون کي انهيءَ لاءِ ڪشش محسوس نٿي ٿئي.“ هن 26 جولاءِ 1936 تي هڪ ٻئي خط ۾، سنڌ جي شهر نوابشاهه مان پدماجا کي لکيو: ”سنڌين ۾ سٺا ڪي آهن ۽ مان ڪين پسند ڪريان ٿو. پر اهي مسلم جاگيرداري طبقي ۽ هندو واڻئي طبقي جو هڪ عجيب ميلاپ آهن. اهي طبقا جيئن آهن، گهڻو سارا جو ڳا ناهن. پوءِ به منجهن همت ۽ قوت آهي، جيڪا اهڙي ڳالهه آهي، جنهن لاءِ ٿورائتو ٿيڻو پوندو. منجهن انفرادي طرح ڪوبه فنڪارانه احساس ورلي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پنهنجي پٽا پٽي پاجامي ۾ جيڪي رنگ پسند ڪن ٿا، ڪين انهن مان پرکجي ٿو.“

1936ع ۾، ڊنبياري جي پنچايت پنڊت نهروءَ کي ڀيسن جي ڳوڙهي پيش ڪرڻ کان تڏهن انڪار ڪري ڇڏيو، جڏهن

هن ٽڪ سبيان شهر مان گهوڙي تي سوار ٿي هلڻ کان انڪار ڪيو هو. پوءِ شام جو جڏهن نهرو ”اڇا پاڻي“ ڇڏي هليو ته، پوءِ پنچايت آدر ڀاءُ سان گڏ پيسن جي گوٿري پيش ڪئي.

سڀاس بوس جي معاملي ۾، پنهي طرفن کان محبت هئي. 1938ع ۾، پٽاڀي سيتا راميا جي مقابلي ۾، سنڌ سڀاس کي ڪانگريس جي صدر جي حيثيت ۾ ٻيهر چونڊڻ ۾ متفق طور ووٽ ڪيو. هڪ ڀيري جڏهن سڀاس بوس حيدرآباد مان ريل رستي روانو ٿي رهيو هو ته ڪنهن مذاق ۾ کيس صلاح ڏني ته کيس ڪنهن سنڌي ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان کيس قومي مقصد لاءِ چڱو ڏاج ملي ويندو. سڀاس ورائيو ته هو ائين ڪرڻ لاءِ تيار آهي، بشرطيڪ ڊاڪٽر چوئٿ رام رهنمائي ڪري. پڇا مان پتو پيو ته جيڪي ڀاتي ان وقت موجود هئا، اهي سڀ غير شادي شده هئا. انهيءَ تي سڀاس چيو: ”اڇو ته، هندستان جي ڪنوارن جي هڪ پارٽي ٺاهيون، جنهن جو صدر چوئٿ رام ٿئي ۽ سيڪريٽري مان. اسان انهيءَ پارٽيءَ کي ’جئه هند پارٽي‘ ڪوٺينداسين. اسان جو مقصد ملڪ جي خدمت جي خوشيءَ لاءِ شاديءَ جي مزن کي قربان ڪرڻ هوندو.“ ظاهر آهي ته انڊين نيشنل آرمي (INA) جي بنياد وجهڻ کان گهڻو اڳ سڀاس جي ذهن ۾ ’جئه هند‘ جي سوچ هئي.

جڏهن سڀاس بوس ڏور-اوڀر ۾ INA قائم ڪئي ته هندستان ۽ وڏا حمايتي اتي جا سنڌي واپاري هئا. سڀاس بوس ۽ گانڌي، ٻنهي، سنڌين کي بين‌الاقوامي شهري ڪوٺيو آهي، جو اهي هر هنڌ موجود ملن ٿا.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته گانڌيءَ جا سنڌ ۽ سنڌين سان تعلقات سڀنيءَ کان وڌيڪ قريبي هئا. هن پنهنجي 27 مئي 1947ع جي پرارٿنا ۾ چيو هو: ”سنڌ جي هندن کي ڇو ڀڄڻ گهرجي؟ کين هراسان ڇو ٿيڻ گهرجي؟ ڀڄڻ جي بدران، اهي

رام جو نالو ڇو نٿا وٺن؟ ”سنڌ واسيءَ چاهين ٿا ته مان وڃن وڃان. مان گهڻن سالن کان سنڌ نه ويو آهيان، پر مون سنڌواسين سان اهڙا ويجها رشتا رکيا آهن، جو ڪنهن وقت مان پاڻ کي سنڌي سڏائيندو هوس.“ سنڌ سان گانڌيءَ جا سنبنڌ خود هڪ تاريخي داستان جوڙين ٿا.

# "مان سنڌي آهيان" — گانڌي

1929ع ۾ سنڌ مان واپسيءَ تي گانڌيءَ لکيو: "هندستان جي هر شيءِ مون کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي. پر 1916ع ۾ جڏهن مان پهريون ڀيرو سنڌ ويس ته انهيءَ مون کي پاڻ ڏانهن خاص نموني ڇڪيو ۽ سنڌين ۽ منهنجي وچ ۾ هڪ رشتو قائم ٿي ويو، جنهن سخت سٽ کائڻ جي اهل هجڻ جو ثبوت ڏنو آهي. مان سنڌين وٽ پاڻ کي غلط سمجهائڻ کان سواءِ، ڪين ڪوڙيون سچايون پيش ڪري سگهيو آهيان."

حقيقت ۾ گانڌي سنڌ کي، ڪوڙين سچاين جي پيٽ ۾ منيون سچايون وڌيڪ پيش ڪيون هيون. ۽ ڪنهن نه صورت ۾، انهن سڀني سچاين سچ پچ گانڌي ۽ سنڌين وچ ۾ هڪ نهايت گرمجوشيءَ وارو رشتو قائم ڪيو هو. هو سنڌ ۾ ست ڀيرا 1916, 1917, 1920, 1921, 1929, 1931 ۽ 1934ع ۾ آيو هو. اهو هڪ سنڌي سڄڻ هو، جنهن گانڌيءَ کي، لنڊن ۾ قانون جي تعليم لاءِ لنڊن پهچڻ تي، وڏي مسواڙي هوٽل مان ڪفايتي اگهه واري گهر ۾ منتقل ڪرائي رهايو هو. 1893ع ۾، سي. ايل. لڇيرام نالي هڪ سنڌي واپاري ڪيس نيٽال انڊين ڪانگريس کي منظم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي هئي. 1899ع ۾، بئريسٽر گانڌي سٽن سنڌي واپارين جو مقدمو ڪاميابيءَ سان وڙهيو، جن تي ڏکڻ آفريڪا ۾ داخل ٿيڻ تي بندش وڌي وئي هئي.

جڏهن وشنا شرما گانڌيءَ جي ڏکڻ آفريڪا جي ستياگره،

جي باري ۾ ڪتاب لکيو ۽ ان جي ڪاپي ڪيس موڪلي ڏنائين ته هن نهايت ٿورن سان پهچ موڪلي هئي. سنڌ ۾ اچڻ تي، گانڌيءَ ڪن سينڌيءَ طريقي سان نهايت هنرمنديءَ سان مڙهيل مانپتر پيش ڪيو ويو هو. گانڌي کي اهو ايڏو پسند آيو جو هن اهو پاڻ وٽ ورهين تائين سانديءَ رکيو. ۽ پنهنجي ملاقاتين کي هندستاني فن جي بهترين مثال طور ڏيکاريندو هو. ۽ اهو جئرام داس ئي هو، جنهن 1930ع ۾ ڪيس سپ ڪجهه هڪ پاسي ڇڏڻ ۽ پنهنجي آتم - ڪٿا My Experiments with Truth مڪمل ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو هو.

پر گانڌيءَ جي زندگي ۽ ڪارنامن ۾ سڀني کان اهم سنڌي اڳواڻ هو آچاريا جيونت‌رام ڀڳوان داس ڪرپلاڻي. 1915ع ۾ شانتي‌نڪيتن ۾ سندن پهرين ملاقات ايتري ڪامياب نه ٿي هئي. ڪجهه ڏهاڪن کان پوءِ ڪرپلاڻي لکيو: ”سندس باري ۾ هر ڳالهه عجيب ۽ وهمي ڏسڻ ۾ آئي.... مون وچئين طبقي جو اهڙو پڙهيل ماڻهو نه ڏٺو هو، جيڪو بادامن جي ڳوري مانيءَ خاص ڪري سٺين بادامن ۽ ڀستن جي ماني کائيندو هجي.“ آچاريا اڳتي لکيو: ”هو مون کي چاڙهڻ ۽ منهنجي ٺور ٺڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. مان به پنهنجي طور ساڳي ڳالهه ڪري ڙهيو هوس.“

ڪجهه مهينن کان پوءِ، گانڌي احمد آباد ۾ هڪ آشرم قائم ڪيو ۽ ڪرپلاڻيءَ کي ان جي قاعدن جي هڪ ڪاپي موڪلي ڏنائين. ڪرپلاڻي انهن قانونن کي، انهيءَ قانون سميت ته زال ۽ مڙس پاڻ ۾ ڀاءُ - ڀيڻ وانگر رهن، ’تمام عجيب‘ چاتو، هن اهي غير عملي سمجهي اڇلائي ڇڏيا.

۽ پوءِ 1917ع ۾ هڪ شام جو دير سان، ڪرپلاڻيءَ کي مظفرپور ۾ گانڌيءَ جي تار ملي، جنهن ۾ ڄاڻ هو ته هو انهيءَ رات جو وٽس پهچي رهيو آهي. هو نير اپائيندڙن جي استحصال خلاف هاچل جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ چمپران ڏانهن ويندي وٽس اچي

رهيو آهي. غير شادي شده پروفيسر ۽ جي- بي- بي ڪاليج جي هاسٽل جي سپرنٽينڊنٽ جي حيثيت سان ڪيس پنهنجو گهر به نه هو. هن، تنهن ڪري، ڪيس پنهنجي دوست ۽ ساٿي پروفيسر نارائڻ داس رتن مل ملڪاڻيءَ سان گڏ رهائڻ جو فيصلو ڪيو. پر ڏکڻ آفريڪا جي جدوجهد جي 'مهان ماڻهو' گانڌيءَ جي آجيان ڪيئن ڪجي؟ هاسٽل جي شاگردن سندس آرتيءَ سان آدرڀاءُ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. پر رات جو مناسب آرتيءَ لاءِ ناريل ڪٿان آڻجي؟ شاگرد اچا گڏٻوت ۾ ئي هئا ته ڪرپالاڻي هاسٽل جي حاطي ۾ بيٺل ناريل جي وڻ تي چڙهي ويو ۽ هڪ جي بجاءِ وڏيڪ ناريل لاهي کڻي آيو. گانڌيءَ جي جوڳي آجيان ڪئي ويئي- ڪيس ڪرپالاڻي جي زميندار دوست جي ڏنل گهوڙي گاڏيءَ ۾ ڪاليج ڪئمپس آندو ويو. اها گاڏي گانڌيءَ جي خواهش جي خلاف، شاگردن ڇڪي هئي.

گانڌي پنهنجي آتم- ڪٿا ۾ لکيو آهي: ”آچارياڪرپالاڻيءَ سان جڏهن مان 1915ع ۾ پهريون پيرو مليس ته هو اڳيئي هڪ پڪو سورمو هو. کيس تڏهن درماهه چار سوَ رپيا ملندا هئا، پر هو برهمچاري هو ۽ پاڻ لاءِ رکُو چاليهه رپيا رکندو هو ۽ باقي ڊاڪٽر چوئٿ رام کي موڪليندو هو، جيڪو تڏهن حيدرآباد سنڌ ۾ 'برهم چريه آشرم' هلائيندو هو. سالن کان پوءِ گانڌي مظفرپور جي ملاقات جي باري ۾ لکيو: ”جيئن ته ڪرپالاڻيءَ کي پنهنجو ڪمرو نه هو، تنهن ڪري پروفيسر ملڪاڻي منهنجو ميزبان بڻيو. انهن ڏينهن ۾ سرڪاري پروفيسر لاءِ مون جهڙي شخص کي پاڻ وٽ رهائڻ غير معمولي ڳالهه هئي.“ هن اڳتي لکيو ته ”ڪرپالاڻي، سنڌي هئڻ جي باوجود اصلوڪي بهاريءَ کان وڌيڪ بهاري هو. هو منهنجي در جو وڏو دربان هو. هن وقتي طور مون کي ملاقاتين کان بچائڻ پنهنجي زندگيءَ جو مول مقصد بنائي ڇڏيو هو. هو ڪڏهن ڪل يوڳ ۾ پنهنجي مددگار بڻڻ سان، ڪڏهن اڻ ايذائيندڙ

ڏمڪين سان ماڻهن کي ڌاريندو هو. رات پوڻ تي، هو پنهنجو ماستري وارو پيشو اختيار ڪندو هو ۽ پنهنجي تاريخي ايماس ۽ مشاهدي سان پنهنجي ساٿين سان شاناٺتو سلوڪ ڪندو هو ۽ کنهن به ڪمزور ملاقاتيءَ کي بهادر ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو هو."

هن دوستاڻي ملاقات کان پوءِ به، گانڌي۔ ڪرپالاڻي ڳالهيون خوشگوار، مسلسل رفتار پڪڙڻ ۽ قائم ٿيڻ ۾ ڪجهه عرصو ورتو. مثال طور، ڪرپالاڻي کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته اهنسا (عدم تشدد) ذريعي آزادي ڪيئن حاصل ٿيندي؟ گانڌي مطابق، هندستاني تاريخ جو رستو اهنسا وارو هو، پر ڪرپالاڻيءَ جو خيال ان جي ابتڙ هو. ڪجهه وقت کان پوءِ، ڪرپالاڻي گانڌيءَ کان سوال پڇڻ ڇڏي ڏنا ۽ انهن جا جواب خود ڏيڻ لڳو. پوءِ هن ڏٺو ته هندستاني، حقيقت ۾، ٻين ملڪن کان گهٽ تشدد پسند هئا. روايتي طرح، هندستان جي پيشه ور سورمن ويڙهه ۾ برابر حصو ورتو، پر هتان جي هارن وٽن تي چڙهي پکين جا آکيرا تباهه نه ڪيا. دنيا جي کنهن به ملڪ جي ڀيٽ ۾، هتان جا ماڻهو عقيدي جي طور ويشٽو (ڀاڄي خور) هئا. انقلابي ڪرپالاڻي اهڙي طرح اهنسا جو پنٿ اختيار ڪيو.

جيتوڻيڪ هنسا ۽ اهنسا (تشدد ۽ عدم تشدد) جي معاملي جي ڇنڊڇاڻ تي ويٺي، پر پوءِ به ڪرپالاڻي، گانڌيءَ کي 'مهاتما' جي طور قبول نه ڪيو. هن چيو: "گانڌيءَ کان به بهتر ۽ وڏا برهم چاري موجود هئا. مون ساڻس ڪڏهن به روحاني رمز واري گفتگو نه ڪئي هئي. هو مون کي 'پروفيسر' چوندو هو ۽ مان کيس 'شري گانڌي' چوندو هوس. سالن کان پوءِ، مان کيس يا ته 'باپو' چئي مخاطب ٿيندو هوس يا 'گانڌي جي' چوندو هوس. مان 'مهاتما' لفظ ورلي استعمال ڪندو هوس. حقيقت ۾، مان ماڻهن کي به کيس 'مهاتما' کوٺڻ کان منع ڪندو هوس." گانڌيءَ جي گهڻ ـ مذهبي عوامي پرارٿنا کي پڻ ڪرپالاڻي

پسند نہ ڪندو هو، هو پرارٿنا کي ساٿهوءَ ۽ آن جي مالڪ جي وچ جو نجي معاملو سمجهندو هو.

ڪرپالاڻي، گانڌيءَ جي 'خلافت تحريڪ' جي اوستائين حمايت ڪئي، جيستائين انگريزن خليفي کي قائم رکڻ جو وعدو ڪيو هو. پر هو گانڌيءَ جي انهيءَ ڳالهہ سان سهمت نہ هو تہ جيڪڏهن مسلمانن جي ناراضگي، عدم تعاون تحريڪ ۾ تبديل نہ ٿئي ها تہ اها گهڻي تشدد کي هٿي ڏئي ها.

ڪرپالاڻي مسلمانن جي حمايت حاصل ڪرڻ کي، آزاديءَ جي تحريڪ لاءِ خود غرضي سمجهيو ٿي. ڪرپالاڻيءَ کي انهيءَ ڳالهہ جو افسوس هو تہ 1944ع ۾، گانڌي - جناح گڏجاڻيءَ ۾ مسلم ليگ جي اڳواڻ ٿي چڙهي ويٺي هئي. هن محسوس ڪيو تہ دنيا ۾ ڪنهن بہ خطي جي مسلمانن جي ڀيٽ ۾، هندستان جا مسلمان وڌيڪ مذهبي هئا، جاڪاڻ تہ هندو پڻ گهڻو مذهبي هئا ۽ هن هڪ ٻيري مون کي ٻڌايو تہ مسلمانن جو ظلم ۽ ڪٽرپڻو سندن موسيقي، رقص، مصوري ۽ مجسمہ سازيءَ جي فنون - لطيفہ کي 'غير اسلامي' ڪوٺي ڏڪارڻ ۾ لڪل آهي.

ڪجهہ سالن کان پوءِ، 'گجرات وديا پيٺ' جو آچاريا ڪرپالاڻي ڪُل وقتي سياست ۾ آيو ۽ ڏهن سالن کان وڌيڪ عرصي لاءِ ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو. هو انهيءَ خيال تي پختو هو تہ ورهاڱو ٿئي ئي نہ ها، جيڪڏهن اسان گانڌي جي پوئلڳي ڪريون ها. گانڌي، گڏيل هندستان لاءِ آزاديءَ جي معنيٰ ڦيرائڻ لاءِ ٻي جدوجهد شروع ڪرڻ گهري ٿي، پر گهڻا اڳواڻ ايترا ٿڪجي پيا هئا، جو حڪومت ڪرڻ لاءِ وڌيڪ ترسي نٿي سگهيا. گانڌي پوءِ ”صلاح ڏني تہ برطانوي حڪومت، مسلم ليگ جي ڀيٽ ۾، ڪانگريس جي حمايت ڪرڻ لاءِ وڌيڪ بي چين ٿيندي. تنهنڪري - جناح کي شهہ مات ڏيڻ لاءِ اسان لاءِ بهتر ٿيندو تہ انهيءَ ڏس ۾ ڪوشش ڪريون.“

پر وري ٻه ٽيا اڳواڻ انگريزن سان هٿ ۾ هٿ ڏيڻ تي راضي نه ٿيا ۽ جناح کي پنهنجي ڳالهه تي بيٺل رکيائون.

پنڊت نهرو ته ايتري قدر سوچيو ته ورهاڱي جي عمل ۾ 'گهٽ ۾ گهٽ ڏهه سال' لڳندا - هندستان کان برما کي جدا ڪرڻ ۾ ايترو ئي وقت لڳو هو. ڪرپالاڻيءَ جو 'ماڻهن جي خودبخود مٽاسٽا' جو دليل پڻ نظرانداز ڪيو ويو.

جڏهن مارچ 1947ع ۾ پنجاب ۾ فساد ڇڙي پيا ته ڪانگريس صوبي ۾ انتظامي ورڇ ڪرڻ لاءِ چيو. ڪرپالاڻي انهيءَ ۾ ورهاڱي جو ٻج صاف ڏٺو - ۽ هن فون تي گانڌيءَ کي انهيءَ ڳالهه جي مخالفت ڪرڻ لاءِ چيو. پر ڪرپالاڻي افسوس ڪري ٿو: "بدقسمتيءَ سان هو پرتشدد ساٿين سان گهيريل هو، جن سياست کي بلڪل نئين سمجهيو. فون منجهانئن هڪڙي ساٿي کنيو، جنهن جو انهيءَ ڳالهه تي اصرار هو ته رکو مان ئي سائس ڳالهايان. پر مان هن موڪي سان ڇا ٿي ڳالهائي سگهيس."

هندستاني اتحاد جي قسمت مهر بند ٿي چڪي هئي.

گانڌيءَ جا ڪرپالاڻيءَ سان لاڳاپا عوامي معاملن تائين محدود نه هئا. شروع کان وٺي گانڌي ڪرپالاڻيءَ جي سموري ڪٽنب ۾ دلچسپي وٺندو هو. هن ڪرپالاڻيءَ جي ڀيڻ ڪاڪي ڀڳوانَ داس کي هڪ ڏيارينڌي لکيو هو ته آشرم ۾ سنڌس ڀوڻي گرڌاريءَ جي سٺي ڪارڪردگي آهي. ڪيس آچاريا جي اڪيلي ڀيڻ - ڪڪي ڀڻڻ جي صحت جو هميشه اونو رهندو هو.

ڪرپالاڻي جڏهن سچيتا سان شادي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته سندس چمار پنجاهه ورهين تائين پهتل هئي. "اسان جي ساٿي ٿي رهڻ کان سواءِ ٻي ڪا مراد نه هئي. اهو ئي سيڪجهه آهي، جيڪو اسان ڪندا رهيا آهيون." پر رسمي شاديءَ جي پنڌنن کان سواءِ گڏجي رهڻ، ماڻهن جون آگريون کڄڻ جو سبب بڻجي ها. انهيءَ شاديءَ لاءِ گانڌي آشيرواد نه ڏنو. ڪيس

ڏيپ هو ته ڪانگرس ڪرپالاڻيءَ جهڙو آزمايل ۽ ڀروسي جوڳو ساٿي ڇڏائجي ويندو. جڏهن سچيتا ڪيس ڪ ڏياري ته شاديءَ جي صورت ۾، ڪين (سچيتا جي) هڪ ٻنهن هٿ جو فائدو ٿيندو، تڏهن هن پنهنجو آشيرواد ڏنو.

هو پنهنجي پياري دوست آچاريا سان چرچو ڪرڻ کان به نه مڙيو. هن 1942ع جي شروع ۾ لکيو هو: "ڪرپالاڻي اڳ ۾ رڳو هوندو هو، جاڪاڻ جو مان سمجهندو هوس ته هو غير شادي شده آهي. پر هاڻي جڏهن هو شادي شده آهي ۽ سائس زندگيءَ جو بهترين ساٿي ساڻ آهي ته مون کي سندس مزاج جو رکي رکي خيال ايندو آهي."

جڏهن گانڌي 1946ع ۾ ڪانگريس جي صدارت لاءِ ڪرپالاڻيءَ کي تجويز ڪيو ته سيد محمود ۽ يونس- جهڙا نهروءَ وٽ ترسيل هئا- مخالفت ڪئي. خود نهرو پڻ انهيءَ بنياد تي مخالفت ڪئي ته ڪرپالاڻي چڙاڪ طبع آهي. گانڌي ان جي ابتڙ چيو: "پر تون پنهنجي چڙاڪ طبع لاءِ ڇا چوندين؟"

معاملو قابو ۾ اچي ويو. ڪرپالاڻي ڪانگريس جي ميرٺ واري اجلاس جي صدارت ڪئي. اهو حڪومت جي منتقليءَ جو وقت هو ۽ گانڌي چيو ته ڪرپالاڻيءَ کي "نه رڳو ڪنڊن جو تاج پاتڻو آهي، پر ڪنڊن جي سيج تي پڻ سمهڻو آهي. ڪئبنيٽ جا ميمبر جيڪا مشڪل جاءِ ڀري رهيا آهن، اها ان کان به وڌيڪ مشڪل آهي."

پرٿورن ٿي مهينن ۾ ڪرپالاڻي استعيفا ڏيئي ڇڏي، جاڪاڻ جو ڪانگريس جا وزير، نهرو ۽ پٽيل، ڪانگريس جي صدر سان خاص معاملن ۾ پڻ مشورو نه ڪندا هئا.

انهيءَ موقعي تي گانڌي سچيتا کي چيو ته ڪرپالاڻي قومي معاملن ۾ هڪ وڏو ڪردار ادا ڪرڻ وڃي رهيو آهي. هو درست هو. 1947ع کان 1977ع تائين ڪرپالاڻي ملڪ

جو ضمير ٻڌيو.

گانڌيءَ جا واسطا آچاريا ڪدوائيءَ سان پڻ اوترائي پيار ڀريا هئا. پر ڪدوائيءَ جو جلدئي 1935ع ۾ ديهانت ٿي ويو. ڪدوائي ’گجرات وديا پيٺ‘ جو صدر ٿيڻ لاءِ، دهليءَ ۾ رام جسس ڪاليج جي پرنسيپال جي عهدي تان استعيفا ڏني. سندس باري ۾ گانڌي چيو ته هو ”نه رڳو محقق هو، پر اخلاق جي سون جي ڪسوٽي هو.“

نابا جي محب وطن شهزادي کي راڄ-گديءَ تان لاهڻ جي خلاف، 1923ع ۾ سک احتجاج ڪري رهيا هئا. نهرو، آچاريا ڪدوائي ۽ ڪي. سنٿانم سندن مظاهرو ڏسڻ ويا ته کين گرفتار ڪيو ويو ۽ سزا ڏيئي ٻاهر موڪليو ويو. جڏهن ظلم جاري رهيا ته موتي لال، ڪدوائيءَ کي تار ڪئي ته نابا جي سرحد تي وڃي ۽ ڏسي ته اتي ڇا پيو ٿئي. هڪ موقعي تي نه رڳو هڪ ستياگرهيءَ کي گولي هڻي ماريو ويو، پر سندس ٻار کي، جيڪو پنهنجي ماءُ جي ٿڃ ڌائي رهيو هو، پڻ گولي هڻي ماريو ويو. انهيءَ تي ڪدوائي گوليبازيءَ جي هنڌ تائين ڊوڙندو ويو، جيڪو نابا رياست جي سرحد اندر هو. کيس هڪدم جهٽ هڻي سال کن لاءِ جيل ۾ رکيو ويو. نهروءَ پنهنجي آتم-ڪٿا ۾ لکي ٿو: ”منهنجي دل چاهيو ته مان به نابا هليو وڃان-ته، جيئن (برطانيا) انتظاميا مون سان به اهڙو سلوڪ ڪري جهڙو ڪدوائيءَ سان ڪيو هئائين ۽ سائيءَ سان سچائيءَ جي اها ٿي گهر هئي. پر ڪجهه دوستن جو خيال ان جي ابتڙ هو ۽ مون کي منع ڪيائون. مون دوستن جي صلاح جي اوٽ ورتي ۽ پنهنجي ڪمزوريءَ کي لڪائڻ لاءِ اهو بهانو بنايم.“

گانڌي لکيو آهي: ”هن نابا سرحد پنهنجي مرضيءَ سان پار نه ڪئي هئي. سندس انسان پرستي کيس اوڏانهن ڌڪيو هو.“ جڏهن گانڌي، شريمتي ڪدوائيءَ سان ملڻ کان پوءِ ٻڌو ته ڪدوائيءَ کي بند ڪيو ويو آهي، سندس ڪپڙا ميرا آهن، ۽

سٽن ڏينهن کان ورت هڻي ڪري هو ڪمزور ٿي ويو آهي ته منهنجي اندر جو احتجاج ڪنڌر ماٺهو اٿي بيٺو ۽ مون پنهنجو پاڻ کي جنگ جوڙڻ لاءِ تيار محسوس ڪيو. پر مون پنهنجي بي همتيءَ کي محسوس ڪيو ۽ شرم وچان پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيم. پاڻ ۾ وڙهندڙ پارٽين ۾ تقسيم ٿيل ۽ هندو - مسلم فسادن ۾ ٽڪرا ٿيل هندستان ۾، شهري احتجاج هڪ اڻ ٿيڻي ڳالهه ڏسڻ ۾ آئي. رڳو انهيءَ ڳالهه جي خوشي آهي ته آچاريا گدواڻي هڪ بهادر شخص آهي ۽ ڪيس ڪهڙيون به تڪليفون درپيش ايندريون ته به هو انهن مان پار لنگهي ايندو. شال ايشور ڪيس باهه مان لنگهي پار پوڻ جي سگهه بخشي!“

جڏهن وقت کان اڳ گدواڻيءَ جو ديهانت ٿيو ته گانڌي لکيو: ”انسان پرستيءَ جا ههڙا پاتها ڪڏهن مرٺا ناهن. هو پنهنجي خدمتن وسيلي زنده رهن ٿا. هن ’گدواڻي يادگار فنڊ‘ گڏ ڪيو ۽ سندس مان ۾ گجرات جي ڪهڙا شهر ۾ ’هريجن هاسٽل‘ جوڙايائين.

هن گدواڻيءَ جي ڪٽنب کي پڻ نه وساريو. هن گنگا ڀيڻ کي ’بهاڌر مڙس جي بهادر زال‘ ڪوٺيو ۽ کيس تعارفي خط ڏنائين، جنهن ڪيس انشورنس جو ڪاروبار چمائڻ ۽ پنهنجي اولاد جي پرورش ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

ڪئين ورهيه اڳ، گدواڻي گانڌيءَ کي چيو هو ته هو خسيس ذاتي ڳالهين لاءِ فڪرمند ٿيندو نه ڪري. پر گانڌي کيس چيو هو: ”جن ذاتي ڳالهين کي تون خسيس ٿو چوين، منهنجي لاءِ اهي اوترو ئي دلچسپيءَ جو سبب آهن، جيترو باردولي، جو مون کي پنهنجي ساٿي- ڪارڪنن جي معلومات رکڻي آهي.“ هن اڳتي لکيو هو: ”گنگا ڀيڻ کي چئج ته هوءَ پنهنجي گجراتيءَ کي نه وساري!“

گانڌي پروفيسر ملڪاڻيءَ کي مظفرپور ۾ سائنس ترسڻ جي وقت کان وٺي سڃاڻيندو هو. ملڪاڻي ’گجرات ودياپيٺ‘ ۾

پڙهائيندو هو، ته 1927ع ۾ پنهنجي زال جي زور ڀرڻ تي ۽ حيدرآباد سنڌ جي ڊي- جي نيشنل ڪاليج حيدرآباد جي ڌڌهوڪي پرنسيپال اين- وي- ٿڌاڻيءَ جي چوڻ تي، گانڌيءَ سان صلاح ڪرڻ ڪان سواءِ احمدآباد ڇڏي آيو.

گانڌيءَ ڪي ايڏو صدمو پهتو جو پنهنجي زندگيءَ جا ڏاڍا دلسوز خط ڪيس لکيائين. هن 26 جون تي ملڪاڻيءَ ڪي لکيو: ”مون ڪي انهيءَ جو ڏک ناهي ته مهاوديالي جو ڇا ٿو ٿئي، پر مون ڪي انهيءَ ڳالهه جو ڏک آهي ته هڪ شخص ڪي ڇا ٿيو آهي. شال ايشور تنهنجي ۽ منهنجي مدد ڪري.“

ڪرپالاڻيءَ ڪي جيڪو ان وقت وديا پيٺ جو پرنسپال هو، گانڌي 10 جولاءِ تي لکيو: ”انهيءَ (خبر) مون ڪي قريب قريب ٿڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو، جو مون ملڪاڻيءَ ڪي پنهنجي اڻ ڇڄندڙ حصن مان هڪ سمجهيو هو.“ ۽ پرنسپال ٿڌاڻيءَ ڪي پنهنجي 19 جولاءِ واري ٻئي خط ۾ هن لکيو: ”ملڪاڻي گجرات ۾ پنهنجي ٻڏندڙ جهاز جي سکان تي بيٺل آهي. هو پاڻ بڪايل آهي، سندس زال ۽ سس ڏسن ٿيون ته مٿس خنجر ڪڇيل آهن. سندس دوست ڪاوڙ ۾ اچي، سندس ڇرپائيءَ جي ڪري مٿس ڀونڪي رهيا آهن. تنهنجي ٻارن ۽ هندستان جي شاندار سبق لاءِ هو هڪ آدرشي پروفيسر ٿيندو.“

هن اڳتي لکيو، ”منهنجي زندگي اهڙن ڪيترن ئي (وديا پيٺ جهڙن) ادارن جي اوسر ۽ خاتمي جي شاهد آهي، جن مان ڪن سان مان خود ويجهڙائيءَ سان وابسته رهيو آهيان. منهنجي لاءِ، انهن جي اهميت سندن نائڪن کي مٿي اڇلائڻ ۽ اهڙي طرح پنهنجو ڪم پورو ڪرڻ ۾ آهي.“ هن پڇاڙيءَ ۾ لکيو: ”مان تو ڪي ٻڌايان ته مان انهيءَ صدمي مان لنگهي پار نه پيو آهيان. مون ڪي ڪڏهن باردولي هلاڪ نه ڪيو آهي، پر ملڪاڻي ڪيو آهي.“

گانڌي ملڪ کي ايترا سارا بهترين پروفيسر ڏيڻ لاءِ سنڌ کي ساراهيو آهي. 'گجرات-سنڌ ناهه' هيٺ، گجرات وديا-پيٺ جي سنڌي پروفيسر جو حوالو ڏيندي، هن گجرات جي شاگردن کي چيو ته اهي پوڙهن جي سنڌين جي امدادي ڪارڪنن جي حيثيت سان سنڌ وڃن ۽ 'سنڌ جو قرض' ادا ڪن.

پر سنڌس سڀ کان محبت ڀريا ناتا جئرام داس سان هئا. 1919ع ۾ ڪانگريس جي امرتسر واري اجلاس ۾، هڪ پاسي گانڌي ۽ ٻئي پاسي تلڪ، سي-آر-داس ۽ محمد علي جي وچ ۾ ٺهرائن جي نهراءَ تي شديد اختلاف ٿي پيا. ڪئين ورهيه پوءِ، گانڌي ان ڳالهه کي ساريندي لکيو: "تڏي دماغ وارو سنڌي شخص جئرام داس مدد لاءِ اڳيان آيو. هن مون ڏانهن هڪ رقعو اڳيان وڌايو، جنهن ۾ ٺاهه ڪرڻ لاءِ صلاح ۽ زور ڏنل هو. مون ڪيس نٿي سڃاتو. سنڌس اکين ۽ چهري ۾ اهڙي ڪا ڳالهه هئي، جنهن مون کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو. مون صلاح پڙهي. اها سٺي هئي. مون اهو رقعو ديش بنڌو ڏانهن وڌايو. هن ورائيو: 'بيشڪ، بشرطيڪ منهنجي پارٽي قبول ڪري'. لوڪمانيه چيو: 'مان اهو ڏسڻ نٿو چاهيان. جيڪڏهن داس منظور ڪيو آهي ته اهو مون لاءِ ڪافي آهي.' مالويه (جيڪو صدارت ڪري رهيو هو، تجسس وچان) اهو پڌو، منهنجي هٿن مان ڪاغذ کسيائين ۽ تاڙين جي پوڙو ڪندڙ گونج ۾ اعلان ڪيائين ته ٺاهه ٿي ويو آهي."

1930ع ۾، جڏهن گانڌي 'لوڻ ستياگرهه' شروع ڪري رهيو هو ته جئرام داس کي، جيڪو تڏهن بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر هو، لکيائين: "مون وديسي ڪپڙي جي بهشڪار جي ڪاميٽيءَ جي واڳ سنڀالي آهي. جيڪڏهن انهيءَ کي فعال بنائڻو آهي ته مون کي هڪ 'ڪل-وقتي سيڪريٽريءَ' جي ضرورت پوندي ۽ مان تو جهڙي لائق ماڻهوءَ کان سواءِ

ٻئي ڪنهن جو سوچي ٻه نٿو سگهان.“ جئرام داس هڪدم پنهنجي نشست تان استعيفا ڏيئي، نئين ذميداري سنڀالي، ۽ وديسي ڪپڙي جي بهشڪار کي حيرت انگيز طور ڪامياب ڪيائين.

جڏهن ڪجهه مسلمانن جئرام داس تي فرقي پرستيءَ جو الزام هنيو ته گانڌي کين چيو: ”مون کي جئرام داس جو قسم آهي، مون کي هن کان وڌيڪ سچي ماڻهوءَ سان ملڻ جي عزت حاصل نه ٿي آهي. هو مسلمانن جو مخالف ناهي. مان هن — يا ڊاڪٽر چوئٿ رام — جي باري ۾ هندو-مسلم اتحاد جي حامي هجڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به سوچڻ کان انڪاري آهيان.“

1941ع ۾، جڏهن سنڌ پراونشل ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي صدر، ڊاڪٽر چوئٿ رام ڪنهن خاص مسئلي تي گانڌيءَ سان مشورو ڪيو ته گانڌي کيس چيو: ”جيئن جئرام داس چوي ٿيئن ڪر. سندس ڏاهپ ۾ منهنجو وشواس هڪ دائمي عنصر آهي.“

گانڌي پنهنجي پاڻ کي رڳو اڳواڻن ۾ دلچسپي وٺڻ تائين محدود نه رکيو. هن ڪڏهن به اهو نه وساريو ته هن 1919ع ۾ ننڊ ۾ سمهي پوڻ سان ٻڌ عيدن جي ماڻهن کي نراس ڪيو هو. ڏهن سالن کان پوءِ جڏهن هو وري سنڌ ۾ آيو ته انهيءَ هنڌ وري وڃڻ لاءِ نشان دهي ڪيائين! ۽ هن آنند هنگوراڻي ۽ سندس زال وديا ڏانهن، سندن باري ۾ ۽ سندن صحت، ڪم ۽ پلائيءَ جي سلسلي ۾ ڪيترائي خط لکيا. جڏهن وديا جو ديهانت ٿيو ۽ آنند کيس ڀوڳڻ شروع ڪيو، ته گانڌي کيس لکيو: ”وديا سٺي هئي، پر ايشور جي جاءِ نٿي وٺي سگهي. مان بُت شڪن آهيان. تون جيڪڏهن کيس آسانيءَ سان وساري سگهين ٿو ته ائين ڪر. پوءِ وديا مٺيري ٿيندي ۽ تون پڻ.“

ڪانگريس جون ڪارڪن شريمتيون، ڳانڌيءَ جي مزاح
مان محظوظ ٿينديون هيون. ڳانڌي هڪ ڀيري 1936ع ۾
گنگا ڀيڻ گدواڻي کان – جيڪا انشورنس جو ڪاروبار ڪندي
هئي– چرچي ۾ پڇيو ته منهنجي زندگيءَ جو ’ويمو‘ ڪير ڪندو.
گنگا ڀيڻ پڻ چرچي ۾ وراڻيو: ”نه، مان اوهان جهڙيَ ڀڙيَ جو
ويمو نه ڪنديس.“ هڪ ڀيري ملڪاڻيءَ سان مانيءَ کان پوءِ
شريمتي ملڪاڻيءَ کان ’دڪشڻا‘ گهريائين، جنهن تي هن وراڻيو:
”مون اوهان کي ملڪاڻي ڏيئي ڇڏيو آهي. اوهان کي ٻي
’دڪشڻا‘ ڪهڙي گهرجي؟“

ماڻهن ۾ سندس اهي سموريون دلچسپيون نه رڳو گهرائيءَ
سان انساني هيون، پر انهن مقصدن کي ترقي وٺرائڻ جي ڳڻپ
ڪيل هئي، جيڪي کيس سڀ کان عزيز هئا. سوراج کان
قطع نظر، اهي مقصد ’کاڌي‘ ۽ ’هندي‘ هئا. جڏهن آچاريا گدواڻي
گرو گرنٿ صاحب کي رسمي طرح ريشمي ڪپڙي ۾ ويڙهي
رکڻ بدران ’کاڌيءَ‘ ۾ ويڙهي رکيو، تڏهن ڳانڌيءَ کي
ڏاڍي خوشي ٿي هئي. هن چيو ته اهو انهن ماڻهن لاءِ وڏو
مثال آهي، جيڪي پريءَ جي مورتين کي ولايتي ڪپڙي ۾
ويڙهي رکن ٿا.

1924ع ۾ ڳانڌي ڏٺو ته سنڌي کاڌيءَ جي باري ۾
گنڀير ناهن. هن ڏٺو ته سنڌ ۾ سُٽ ڪتڻ جي عمل جو ورلي
ڪو اهڃاڻ هو، جيڪا افسوسناڪ صورتحال هئي. ڪيترا سال
پوءِ به هن لکيو: ”ڪن معززين کان سواءِ، باقي ماڻهن جي
کاڌيءَ ۾ دلچسپي ورلي آهي. عقيدي جي ضرورت ڪيترن ٿي
شڪ ۽ گمان کي جنم ڏئي ٿي.“ هن ڏٺو ته ڪوٽڙيءَ ۾
ڪانگريس جا ويهه ميمبر هئا، جن جو تعداد گهٽجي ٻن تائين 1
پهچندو، جيڪڏهن کاڌي پائڻ تي زور ڏنو ويو. کاڌيءَ جي
هنداڻ کان پاسو ڪرڻ ۾، جنهن ڳالهه، کيس وڌيڪ حيران
ڪيو هو، اها هئي ڪپهه جي گهٽ پيداوار– ۽ گهڻي غربت.

سنڌ جي غربت جي ثبوت ۾ هن پاڻ جي گهٽي تعداد جو حوالو ڏنو، جيڪي ڪيس چندي ۾ مليون هيون. ”اوڙيسا کان سواءِ، مون پنهنجي چندي جي وصوليءَ ۾ سنڌ جيتريون گهٽيون پايون ڪڏهن به نه ڏٺيون آهن. هڪ هنڌ چندي ۾ مون کي ڪوڏيون به مليون. (پراڻي رپئي ۾ 64 پيسا هوندا هئا؛ هڪ پيسو برابر هوندو هو ٽن پاڻ جي؛ ۽ 5 ڪوڏيون برابر هيون هڪ پائيءَ جي.) اهاڳالهه ڪنجوسيءَ سان منسوب نٿي ڪري سگهجي. مون سنڌ ۾ ڪڏهن به ڪنجوسائي نه ڏٺي آهي. جن ماڻهن (لالا لجپت راءِ جي يادگار فنڊ جي پنج لک رپين لاءِ) پارنهن ڏينهن ۾ ستر هزار رپيا ڏنا هجن، انهن کي چندو ڏيڻ ۾ ارهو نٿو سمجهي سگهجي.

گانڌي خاص ڪري تڏهن پريشان ٿي ويو، جڏهن ڪراچيءَ جو ميئر ۽ ڪانگريس جو وڏو همدرد، جمشيد ميهتا 1928ع ۾، ڪراچي ڪارپوريشن جي 1924ع جي اڳ واري ٺهراءَ کي رد ڪرڻ لاءِ ٺهراءُ پيش ڪيو، جنهن موجب ڪارپوريشن جي پٽيوالن ۽ پنگين لاءِ ڪاڌيءَ جي وردي مقرر ڪئي ويئي هئي. جمشيد جو دليل اهو هو ته گذريل ٽن سالن دوران، ڪارپوريشن کي ڪاڌيءَ تي هڪ لک رپيا خرچ ڪرڻا پيا هئا، جنهن جو 85 سيڪڙو ضايع ويو. هن چيو ته ڪاڌيءَ جو ڪپڙو مهرو به جلدي ٿئي ٿو ته ڦاٽي به جلدي ٿو– ۽ ويچارن پٽيوالن ۽ پنگين کي سال ۾ رکو به ورديون ملن ٿيون. جمشيد چيو: ”مان اوهان کي ٻڌايان ٿو ته اهو ظلم آهي. جيڪا شيءَ پنهنجي پٽيوالن کي ڏيون ٿا، آها سنڌن اکين ۾ ڳوڙها آڻڻ لاءِ ڪافي آهي.“

گانڌي لکيو: ”جمشيد ميهتا ڪراچيءَ جي هڪ سچي ماڻهوءَ جي حيثيت سان صحيح طور مڃيل آهي. گهڻو ڪري آڌان جي هر سٺي عوامي تحريڪ کيس پنهنجو هٿڻ جي دعوي ڪري ٿي.... سندس ايمانداري ۽ خود مختياري،

سنڌس وطن دوستي وانگر غير مشڪوڪ آهي.“ پر جمشيد جو ڪاڏيءَ جي باري ۾ فيصلو ”بلڪل آنهيءَ نازڪ عورت جي فيصلي جهڙو آهي، جيڪا پنهنجي موسم جي سٽيل مهمانن جي بڪي جو اندازو پنهنجي ’بڪ‘ سان لڳائيندي آهي.“

ڪارپوريشن جي ڪانگريسي ميمبرن جي اعتراض تي ويچاري جمشيد اهو ٺهراءُ ته اڳ ۾ ئي واپس وٺي ڇڏيو هو، پر ڪجهه سالن کان پوءِ، ڪراچيءَ ۾ هريجنن جي رهائش جي موضوع تي، گانڌي خود جمشيد وارو دليل ڏنو. 1934ع ۾ هن استقباليا ڏي تقرير جي جواب ۾، ڪراچي ڪارپوريشن کي ٻڌايو: ”شهر جي مکين کي اهو ڏسڻ گهرجي ته هڪڙي به هريجن کي اهڙي ڪوارٽر ۾ نه رهايو وڃي، جنهن ۾ آهي پاڻ رهڻ لاءِ تيار نه هجن.“ پوءِ هن ڪراچيءَ ۾ عام ميڙ کي چيو: ”اهو سهرو ڪراچيءَ جي سر تي ناهي ته انهيءَ جي حدن اندر هڪ به اهڙي هريجن کي اهڙي گهر ۾ رهڻ تي مجبور ڪيو وڃي، جنهن ۾ وڏي کان وڏو شهري خوشيءَ سان رهڻ قبول نه ڪري.“

جمشيد به سنڌن ڪپڙن لاءِ ٻي ڪنهن مختلف ڳالهه جي تقاضا نه ڪري رهيو هو.

1934ع ۾، انهيءَ ساڳئي دوري دوران، گانڌي ڪراچيءَ جي صحافين سان مليو. جڏهن ’سنڌ آبزرور‘ (Sind Observer) جي ايڊيٽر ڪي۔ پنيا ڪانگس سنڌ جي بمبئي کان عليحدگيءَ جي باري ۾ پڇيو ته گانڌي معذرت ڪئي ۽ چيائين، ”هاڻي توهان مون کي پنهنجي آپي مان ٻاهر ٿو ڪيڊين.“

جڏهن ڪانگس سنڌ جي باري ۾ سنڌس تاثرات بابت پڇيو ويو ته چيائين: ”منهنجا سنڌ جي باري ۾ تمام خوشگوار تاثرات رهيا آهن. مان تمام خوش ٿيندس، جيڪڏهن مون کي گهڻي رقم ملندي.“ انهيءَ ڳالهه تي صحافين خوشيءَ سان آتي جو آتي ٽهڪ رهيا گڏ ڪري ورتا. گانڌي چيو: ”اوهان کي جڪي

ڪجهه ملي ٿو، مان اوهان کان اهو ڦرڻ نٿو چاهيان. گهٽ ۾ گهٽ اوهان پنهنجون پينسلون ڏيئي ڪٿي مون کي ڏيو.“ اهڙي طرح گانڌي سيٺي جي لهڪڻ جي گونج ۾ ڏيهه ريپا ۽ پينسلون ڪاٺئن ورتيون.

گانڌي ور ور ڪري اڳواڻن ۽ سنڌن زالن ۽ ٻارن کي ۽ ٻيو جيڪو به سندس ڳالهه ٻڌندو هو ـ هندي زبان سکڻ ۽ استعمال ڪرڻ لاءِ چوندو هو. سن 1945ع ۾ سُچيتا کي پڻ لکيو ته هوءَ ڪرپالاڻيءَ کي چوي ته ”هو مون ڏانهن هندي يا اڙدو يا سنڌيءَ ۾ لکندو ڪري. هو مون ڏانهن انگريزيءَ ۾ ڇو ٿو لکي؟ پروفيسر آهي ان ڪري؟“

هو خاص ڪري عاملن ۾ ڏيتي ـ ليتي (ڏاج) جي سنڌي رسم کان ڪافي هراسيل هو. سن 1934ع ۾ ڊي ـ جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ جي شاگردن کي چيو: ”هتي هو صاحبلوڪن ۽ پارسين جي نقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. جڏهن مون سنڌ جي پهرئين دوري دوران ڇوڪرين کي ڏٺو ته مان حيران ٿي ويس ته آهي ڪيئن نه پارسي ڇوڪرين ۾ گهيريل آهن. پوءِ مون کي خبر پيئي ته اهي عامل طبقي جون ڇوڪريون آهن. مون کي ’پائيبندن‘ جي باري ۾ خبر هئي. پر البت ’عامل‘ نالي کان ٻنل هئس. مون کي تجسس هو ته اهي الائجي ڪهڙي قسم جا ماڻهو هوندا. جڏهن مون عاملن کي ڏٺو ته اهي بلڪل صاحبلوڪن جهڙا هئا.“

گانڌي وڌيڪ چيو: ”سنڌ جا عامل گهڻو ڪري انهيءَ صوبي جي سيٺي ذاتين کان ترقي يافته آهي. پر سندن سموري ترقيءَ جي باوجود، منجهن ڪجهه اهڙيون گنڀير خرابيون آهن، جيڪي رکيو ولن ٿي ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. انهن خرابين ۾ ڏيتي ليتيءَ جي رسم گهٽ گنڀير ناهي.... مائٽن کي پنهنجي ڌيئرن کي اهڙي تعليم ڏيارڻ گهرجي جو اهي اهڙي نوجوان سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪن، جيڪو شادي ڪرڻ جي قيمت وصول

ڪري، ۽ انهيءَ نيچ رسم ۾ حصيدار ٿيڻ بدران غير شادي شده رهي."

جڏهن ملڪاڻي کيس اطلاع ڪيو ته هن پنهنجي ڌيءَ منيءَ جي شاديءَ ۾ ٢٠ هزار رپيا خرچ ڪيا آهن ته گانڌي موٽ ۾ 4 آڪٽوبر 1928ع تي کيس خط ۾ لکيو: "جيڪڏهن اهو دڪدائڪ ناهي ته مون کي ٿنهنجي ٢ هزار رپين جي خرچ ڪيي نندي ڳالهه سمجهي دل کولي ٺهڪ ڏيڻ گهرجي ها. رامداس جي شاديءَ جو شايد مون تي هڪ رپيو خرچ آيو هو، يعني هڪ يا ٻه ناريل، ۽ گهوٽ ۽ ڪنوار لاءِ ٻه پوريون، 'گيتا' جون ٻه ڪاپيون ۽ 'ڀڄناوليءَ' جون ٻه ڪاپيون. گجرات ۾ ٻه هزار رپيا، آشرم جي حدن کان ٻاهر پڻ هڪ چڱي وڏي رقم سمجهي ويندي. مان نٿو سمجهان ته جمنا لال ٻه ڪملا جي شاديءَ تي ٻه سال اڳ ٻه هزار رپيا خرچ ڪيا هوندا. پر مون کي خبر آهي ته جيڪڏهن مان سنڌ کي گجرات جي فوٽ- ڪٽيءَ سان ماپيندس ته اها ناراسائيءَ جي حد تائين غلط ماپ ٿيندي. مان ٿنهنجي لاءِ اها ويهن هزارن کان ٻن هزارن تائين ترقي سمجهان ٿو. شايد تو کي پنهنجي سَسُ کي ڇڏڻو پوي ۽ پنهنجي زال جو ڏيا ڳڻ ڪرڻو پوي. انهيءَ نُڪتي کان غور ڪندي، ٻه هزار رپين ۾ شايد خراب سؤدو ناهي."

هاسانند جادوگر کي اهو ڪم سونپيو ويو ته هو بغير ڏاج جي شاديءَ جا مثال قائم ڪري. هن پنهنجي ڌيئرن کي فقط پنج 'ڇ' ڏنا: چرخو، چاڏي، چڪي، چلهه ۽ چؤنري.

جڏهن اڳوڻي وڏي وزير الله بخش سومري جي قتل جو الزام مسلم ليگ جي وزير کهڙي تي لڳو ته هن پنهنجي بچاءَ جو وڪيل جناح کي مقرر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر جناح انڪار ڪيو. 27 مارچ 1983 جي 'انڊين ايڪسپريس' (Indian Express) مطابق (اتفاق سان اهو سنڌي وسنت- ٽي- ڪرپالاڻي هو، جنهن جناح کي سندس زندگيءَ جو

آخري مقدمو ڪٽڻ تي آماده ڪيو - ۽ اهو پڻ رکيو آگري جي سٽي مئجسٽريٽ جي ڪورٽ ۾ 1) ڪهڙي ڀوء پولاپائي ديسائي سان رابطو رکيو، جنهن سندس مقدمو هلائڻ قبول ڪيو. انهيءَ لاءِ ڊاڪٽر چوئٿ رام گانڌي وٽ احتجاج ڪيو. جنهن تي گانڌي پولا پائي کي لکيو: "مون کي تو کي اها گذارش ڪرڻ ۾ هٻڪ نٿي ٿئي ته ڪهڙي جي مقدمي جا ڪاغذ چڪاسڻ کان پوءِ، جيڪڏهن توهان محسوس ڪريو ٿا ته هو بي گناهه آهي ته پوءِ توهان بيشڪ هن لاءِ وڙهو، پر جيڪڏهن توهان محسوس ڪريو ٿا ته هو ڏوهاري آهي ته ڪيس ڏوهه قبولڻ جي صلاح ڏيو يا ڪيس توکي معاف ڪرڻ لاءِ چئو." پولا پائي مقدمو ڇڏي ڏنو. پر ڪهڙي کي ڏيئل مل نالي هڪ هندو وڪيل ڦاسيءَ کان بچايو. جلدئي سيشن جج ويلس (Wells)، جيڪو اهو مقدمو هلائي رهيو هو، وقت کان اڳ ۾ پُرسرار حالتن هيٺ رٽائر ڪيو ۽ برطانيا هليو ويو.

1920ع جي ڏهاڪي جي موڙ ۾ گانڌي بيان ڪيو: "مون کي اجهو هائي ڊاڪٽر چوئٿ رام کان سنڌ ۾ هڪ هندوءَ جي زوري مسلمان ڪرڻ جي ڪوشش جي مبينه حقيقتن جي خبر پئي آهي. انهيءَ شخص لاءِ چيو وڃي ٿو ته ڪيس سندس مسلمان سائين قتل ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته هو اسلام نه قبوليندو. اهي حقيقتون جيڪڏهن سچيون آهن ته پيانڪ آهن." گانڌي انهيءَ ڳالهه جي باري ۾ سنڌ جي مسلمان اڳواڻ سر عبدالله هارون کي چيو. هن انهيءَ کي مبينه خودڪشي ڪوٺيو ۽ معاملي جي پڙتال ڪرڻ جو وعدو ڪيائين، پر پوءِ خاموشي اختيار ڪيائين.

جڏهن 1939ع کان وٺي سنڌ ۾ فساد ڇڙي پيا ته گانڌي انهن جي خلاف آواز اٿاريو. هن چتاءُ ڏنو ته "جيڪي هندستان ۾ ٿي رهيو آهي، هڪ حصي ۾ ٿي سهي، ڇاهي اهو سٺو آهي يا خراب، پر هندستان تي ان جو اثر لازمي پوندو".

ڍڪاءُ جو سنڌس ’حقيقي حل‘ اهو هو تہ، ڪانگريس جي MLAs ڪي پنهنجي نشستن تان استعيفا ڏيڻ گهرجي ۽ الله بخش وزارت کي مستعفي ٿيڻ گهرجي، ۽ انهن سڀني کي ”هڪ امن فوج ٺاهي، بلا خوف ڌڙن جي وچ ۾ آباد ٿيڻ گهرجي.“ سنڌين انهيءَ ڳالهہ کي بلڪل غير عملي ڄاتو، جو سيٺ تلسي داس نالي هڪ MLA اڳ ۾ قتل ٿي چڪو هو. هڪ اخباري خاطو پڻ گنديءَ کي لکيو: ”سنڌي MLAs کي استعيفا ڏيئي ڌڙن وٽ رهڻ جي چوڻ بدران، اوهين خود پنهنجي سکيا ورتل ستياگرهين جي ’ڪمپني‘ کي ڇو نہ موڪليو ۽ پنهنجن اصولن کي آزمايو؟.... يا ڇا اهو اوهان جو معاملو آهي تہ اوهان جا ستياگرهي ٻئن خطري کي منهن ڏيندا، جڏهن اهو اوهان جي آشرم ڏانهين پهچندو؟“

جڏهن 1939ع ۾ هندن پنهنجي خلاف مسلسل منظم تشدد جي شڪايت ڪئي تہ هن کين ”پنهنجو پاڻ بچاءُ ڪرڻ جو فن سکڻ“ جو چيو ۽ ”جيڪڏهن هو پاڻ کي محفوظ نہ سمجهن ۽ ايڏا ڪمزور آهن جو پنهنجو بچاءُ ڪري سگهن تہ پوءِ کين اهو هنڌ ڇڏي وڃڻ گهرجي، جيڪو نہ رهڻ جوڳو ثابت ٿيو آهي.“ هن جنوري 1940ع ۾ ساڳئي موضوع تي موٽي لکيو آهي: ”مون ’هجرت‘ تجويز ڪئي آهي. مان اها تجويز ورجايان ٿو. اها غير عملي نہ آهي. ماڻهو انهيءَ جو قدر نٿا ڄاڻين. عظيم ۽ طاقتور هستين اهو رستو اڳ ۾ اختيار ڪرڻ لاءِ هاڻي ڄاتو آهي. ’پراڻي عهدنامي‘ جو ’ٻيو ڪتاب‘ جيڪو ’ايڪسوڊس‘ (Exodus) جي طور ڄاتو وڃي ٿو، اسرائيلن جي رٿيل لڏ پلاڻ جو هڪ داستان آهي. جلاوطنيءَ ۾ انهن پنهنجي لاءِ فوجي جيون-مارڳ تيار ڪيو. تنهنڪري انهيءَ غلطي، بي عزتي يا پاڻ-مڙهيل جلاوطنيءَ ۾ ڪابہ بزدلي ناهي. هندستان وڏو ملڪ آهي — جيتوڻيڪ غربت آهي، پر

اندروني لڏپلاڻ کي قبولڻ لائق آهي، خاص طور تي انهن لاءِ، جيڪي اهل، محنتي ۽ ايماندار آهن."

1947ع ۾ جڏهن سنڌي هندن لڏڻ شروع ڪئي ته گانڌي لکيو: "جيڪڏهن هڪڙو به سنڌي سنڌ مان لڏي ٿو ته گورنر جنرل جي حيثيت سان مسٽر جناح لاءِ اها شرم جي ڳالهه آهي." هن وڌيڪ لکيو: "سنڌي - هندو اول درجي جا واپاري آهن. اهي بمبئي، مدراس يا ٻين هنڌن ڏانهن ڇو ٿا ڀڄن؟ ڪين ڪو به نقصان نه رسندو، پر سنڌ گهاٽي ۾ رهندي، ڇاڪاڻ ته هو ڪٿي به ويندا، اتي پنهنجي لاءِ پيسا ڪمائيندا. سنڌي ڏکڻ افريقا ۾ موجود آهن. دنيا جو اهڙو ڪو هنڌ ناهي، جتي سنڌي نه هجن. هو ڏکڻ افريقا ۾ تمام گهڻو پيسو ڪمائين ٿا ۽ انهيءَ مان فراغ دليءَ سان غريبن تي به خرچ ڪن ٿا."

جيتوڻيڪ سنڌي اڳواڻن جا گانڌيءَ سان محبت ڀريا ناتا هئا، پر ڪين اها معتبري حاصل هئي، جو اهي جڏهن ڪيس غلطيءَ تي ڏسندا هئا ته ڪيس چوڻ کان نه هٻڪندا هئا. چيئمل پرسرام 'خلافت' کي 'آفت' ڪوٺيو ۽ جڏهن 1930ع ۾ گانڌي چوئٿ رام کان پڇيو ته مجوزه 'لوڻ ستياگرهه' جي باري ۾ چيئمل ڇا ٿو چوي ته هن ڪيس چيو: "چيئمل چوي ٿو ته 1920ع ۾ اوهان سٺ جي ڏيڍن سان آزادي گهُري ٿي، هاڻي اها اوهان لوڻ جي لَڏن سان ٿا چاهيو." چوئٿرام ٻڌايو ته اهو جملو ٻڌي گانڌي ظاهري طرح سُسي ويو.

مسٽر ڊي (Mr. De) نالي هڪ انگريز کي گوپيناٿ گولي هڻي ماري وڌو. آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي (AICC) جي ٺهراءَ جي مسودي گوپيناٿ جي انهيءَ عمل جي مذمت ڪئي. گوپيناٿ جي اها سورهيائي، هڪ ترميم ذريعي ساراهي ويئي. جڏهن گانڌي انهيءَ ترميم جي مخالفت ڪئي ته موتي لال نهرو ۽ چت رنجن داس واڪ آئوٽ ڪري ويا. گانڌي - پنهنجي ڳالهه مڃائي، پر واڪ آئوٽ جي حوالي سان چيائين ته ترميم

کي منظور ٿيل سمجهڻ گهرجي. انهيءَ تي چوئٿ رام 'پوائنٽ آف آرڊر' تي اُٿي بيٺو ۽ چيائين: "هڪ رد ٿيل ترميم منظور ٿيل ڪيئن ٿي سمجهي سگهجي؟" گانڌي لرزي ويو. هن اکين ۾ پاڻي آڻي چيو: "چوئٿ رام، جيڪو مون لاءِ پيار وانگر آهي، مون سان 'پوائنٽ آف آرڊر' تو اٿاري. اچ مان اڪيلو بيٺو آهيان." پوائنٽ آف آرڊر "گانڌي، چوئٿ رام ۽ محمد عليءَ جي لڙڪن ۾ ٻڏي ويئي، جنهن پنهنجي ٽوپي گانڌيءَ جي پيرن ۾ رکي ڇڏي.

جڏهن لارڊ ارون کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ته گانڌي چاهيو ٿي ته آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي اُن جي مذمت ڪري. سوامي گووندانند مخالفت ڪئي. راءِ شماريءَ ۾، گانڌي 700 ڇٽن جي ايوان ۾ رڳو 38 ووٽن تان ڪٽيو. گانڌي فراغ دليءَ سان قبول ڪيو: "اخلاقي سوڀ سوامي گووندانند جي ٿي هئي."

آڪٽوبر 1934ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ گانڌي 'يونائيٽيڊ پراونسز' (يو-پي) کي 'هند' ۽ 'سينٽرل پراونسز' (يو-پي) کي 'مهاڪوشل' جا نوان نالا ڏيڻ لاءِ، ڪانگريس جي آئين ۾ ترميم جي رٿ پيش ڪئي. ڊاڪٽر چوئٿ رام انهيءَ ترميم جي مخالفت ڪئي ۽ چيائين ته 'يو-پي' کي 'هند' ڪوٺي نٿو سگهجي، جو 'هند' سموري ملڪ جو نالو آهي. سي-راج گوپال آچاري چوئٿ رام جي حمايت ڪئي.

گانڌي چيو ته هن اها تبديلي رڳو انهيءَ ڪري قبول ڪئي هئي، جو ماڻهن شڪايت ڪئي آهي ته 'يو-پي' هندستاني نالو ناهي. جيئن ته انهيءَ ڳالهه تي اعتراض اٿيو، تنهنڪري هن ترميم جي رٿ واپس ورتي. پر ميمبرن نشان دهي ڪئي ته ڪين 'سي-پي' جو نالو 'مهاڪوشل' ڪوٺڻ ۾ ڪو اعتراض ناهي. گانڌي نئين ترميم قبول ڪئي ۽ مهڙ جي ڍڪن جي

گونج ۾ چيائين: ”اوهان جو جواهرلال سان ويڙ ٿو ڏسجي، جيڪو نيني جيل ۾ آهي. هن ئي صلاح ڏني هئي ته ’يو-پي‘ کي ’هند‘ ڪوٺيو وڃي.“

گانڌيءَ جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾، نارٿ-ويسٽرن-ريلوي جو اڳوڻو ڊپٽي جنرل مئنيجر پي-بي-چندواڻي برلا هائوس ۾ ساڻس گڏ رهيل هو. 20 جنوري 1948ع تي، پرارٿنا جي دوران بم ڦاٽو، ۽ برلا هائوس جي چوديواري جو هڪ حصو تباهه ڪري ڇڏيائين. پرارٿنا جي ڪڏجاڻيءَ جي آخر ۾، گانڌي چيو ته ڪيس لڳو ته پري ڪان فوجي گوليمار جي مشق ٿي رهي آهي. انهيءَ تي چندواڻي چيو: ”باپو، اهو نه سچ آهي ۽ نه اهنسا.“ شايد آشرم واسين ۾ اهو سنڌي ئي هو، جيڪو ايڏو بي باڪ هو.

گانڌيءَ جي هوندي، جڏهن ورهاڱو ٿيو ته هن شرنارٿين لاءِ سيڪيجهه ڪرڻ لاءِ هند سرڪار تي زور آندو. هن ڪڇ جي مها راءُ سان ڳالهايو ۽ سنڌو ريسيلٽمنٽ ڪارپوريشن کان ڪنڊلا جي زمين ورتائين. 30 جنوري 1948ع تي، چوئٿ رام جي اڳوانيءَ ۾ آيل سنڌي وفد کي چيائين: ”جيڪڏهن ڪشمير لاءِ جنگ ٿي سگهي ٿي ته پاڪستان ۾ رهيل سنڌي هندن جي حقن لاءِ پڻ جنگ ٿي سگهي ٿي.“

گانڌيءَ کي گولي لڳڻ کان ڪجهه ڪلاڪ ڪن اڳ پروفيسر ملڪاڻي ساڻس مليو هو. ملڪاڻيءَ کي سنڌ مان ٽيل لڏ پلاڻ کي منظم ڪرڻ لاءِ ان وقت ايڊيشنل هاءِ ڪمشنر مقرر ڪيو ويو هو. گانڌي گونجندڙ پني-ٽپر سان لفظ چيا هئا: ”سينني کي ٻاهر ڪيڄ. اهو ڏسڄ ته ٻاهر نڪرندڙن ۾ نون آخري هجين ۽ ڪهڙي کي چئج ته امن جي بحاليءَ لاءِ مان سنڌ اچڻ چاهيان ٿو. هو پلي جناح سان صلاح ڪري ۽ مون کي تار رستي اطلاع ڪري.“ جڏهن ملڪاڻي ڪيس ٻڌايو ته سنڌ ۾ هندو ڪيئن پنهنجي بچاءَ لاءِ مسلمانن وانگر

’جناح ٽوپي‘ پائڻ ٿا ۽ ڪيئن ڪا اردو اخبار يا ’ڊان‘ ڪٿي هلن ٿا ته گانڌي ڇپس ته هو انهيءَ شام جو پنهنجي پرارٿنا جي گڏجاڻيءَ ۾ انهيءَ ڳالهه جو ذڪر ڪندو. افسوس، سنڌ وچڙ– يا انتي جي زيادتين کي پڌرو ڪرڻ کان اڳ سندس ديهانت ٿي ويو.

# 15

## بگھڙن جي وچ ۾

هندستان کي آزادي ملي، پر اها ڌار وڏل آزادي هئي. هندستان جي انسانيت کي ولوڙڻ مان، اسان نه رکيو آزاديءَ جو آب حيات پاتو، پر ورهاڱي جو زهر پيڻ نصيب ٿيو. ڇا پاڪستان اٽل هو؟ الٽر هو به ـ ۽ نه به.

مجموعي طرح ڪُل هندستان جي ورهاڱي جا ڪارڻ ڇڱي طرح ڇاڻيل آهن. انهن جي تهه تائين وڃبو ته اهي تاريخ جو حصو آهن. هندستان ۾ هندن کي مسلمانن جي تمام ڪَسَ گرفت لاءِ بيحد دک جو احساس هو. پر ٻئي طرف مسلمانن کي ڏپ هو ته اسلام، جيڪو هر هنڌ آهي، هندستان ۾ اُن کي شهه مات ڏني ويئي هئي. اڙدوءَ جي شاعر حاليءَ جي مشهور لفظن ۾:

وه دينِ حجازي ڪا بيباڪ بيڙا
نشان جس ڪا اقصائي عالم مين پهنچا
ڪيا پس، پار جس ني ساتون سمندر
وه ڏوبا دهاني مين گنگا ڪي آڪر.

(اسلام جو بي ڊپو بيڙو، جنهن جو جهنڊو سموري دنيا ۾ ڦڙڪيو ٿِيءِ اهو بيڙو، جيڪو ست سمنڊ پار ڪري آيو هتي پهتو، گنگا ۾ ٻڏي ويو.)

اڻويهين صديءَ ۾، هندو سماج ـ الڪ ڪان ڪٽڪ تائين ۽ دهليءَ کان دکن تائين ـ گذريل صدين جو زهر ’نيل ڪنٺ‘ وانگر پي، سوپارو ٿي بيٺو. اسلام ٽڙوڻي ويو هو ـ ۽ هندستاني شڪل اختيار

ڪري ورتي هئائين. پوءِ سال 1761ع آيو ۽ پاڻيپت جي ٽين لڙائيءَ ۾ مرهٽن جي خودمختيار حڪومت جي زوال، هندستان ۾ انگريزي راڄ لاءِ رستو کولي ڇڏيو. انهيءَ ڳالهه وهابين ۽ ولي الله وارن جي پڻ تجديد ڪئي، جنهن اسلام کي، اسلامي تجديد جي توقع ۾، واپس بنياد پرستي ۽ وڌيڪ مذهبي ڪٽرپڻي ڏانهن آندو.

انهن سڀنيءَ کان وڌيڪ، ترڪيءَ جي معزول سلطان کي دنيا جي مسلمانن جي روحاني اڳواڻ جي حيثيت سان وري خليفو قائم ڪرڻ لاءِ، گانڌيءَ جي خلافت تحريڪ شروع ٿي. انهيءَ ڳالهه سياست کي فرقيوارانه شڪل ڏني ۽ مذهبي اڳواڻن کي سياسي اڳواڻن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. راتو رات، ملان اڳواڻ بڻجي ويا. سنڌ جو چيتمل پرسرام اهو چوڻ ۾ بلڪل صحيح هو ته ”خلافت آهي آفت“. هندستاني مسلمانن جو مذهبي ڪٽرپڻو هڪدم گهڻو وڌي ويو هو ۽ سنڌن دائرو ملڪي حدن کان ٻاهر ڦهلجي ويو هو. انهيءَ ڪري، خلافت جي احتجاج، هندو - مسلمانن جي ويڇي کي وڌيڪ وڌائي ڇڏيو.

گانڌيءَ جي اپيل پڻ هندن جي مذهبي جذبن کي متاثر ڪري مسئلن کي سلجهائڻ ۾ مدد ڪري نه سگهي. سچ، اهنسا، برهم چريه ۽ رام راڄ جي ٻاري ۾ سندس ڳالهه هندن جي موٽ ڏيندڙ دلين تي اثر ڪيو، پر انهيءَ ڳالهه، مسلمانن کي ڊڄو ڪري ڇڏيو. ڪانگريس جون گهڻيون گڏجاڻيون ڀاڙي واري گردواري ميان ’ڪٺاهه پرساد‘ ورهائڻ سان ختم ٿينديون هيون. خلافت تحريڪ جي ختم ٿيڻ کان پوءِ، ڪانگريس ڏي ته انهيءَ جو هڪڙي سرگرم ڪارڪن ڪراچيءَ جو مولوي محمد صادق هو. پوءِ شڪارپور ۾ ڪامريڊ تاج محمد ڪانگريس ۾ شامل ٿيو. ڪانگريس جو رڳو هڪ مسلمان MLA جيڪب آباد جو محمد امين کوسو هو، جيڪو علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ جو گريجوئيٽ هو. پر ضلعي ڪانگريس ڪاميٽيءَ

۾ هن لاءِ جدا پاڙيءَ جي صراحي رکيل هوندي هئي! ان ۾ عجب ناهي ته سپني محسوس ڪيو ته ”ڪانگريس هڪ هندو هلچل آهي.“

تلڪ جيڪڏهن ڪجهه هو ته گانڌيءَ کان وڌيڪ گهڙهي گيان وارو هندو هو. پر جدوجهد کي سياسي، سڪيولر رکيو هئائين — ۽ هندن ۽ مسلمانن کي يڪسان متاثر ڪيائين. گانڌيءَ جدوجهد کي آتاهين تائين وٺي ويو — پر کين ورهائي ڇڏيائين.

۽ ٽيون عنصر هو — انگريزن جي موجودگي. انهيءَ ٻنهي طرفن ڪان ڪم ڪيو.

مسلمانن جي حڪمرانيءَ دوران هندن کي هيٺ رکيو ويندو هو. جڏهن مسلمان مسلمان جي هٿ جي جاءِ ٻي ريا هٿ وُرتي ته معاملا ڊراماڻي نموني تبديل ٿي ويا. هندو پاڻ پرا ٿي پيا. رفته رفته، برهمڻ ۽ وٽش اسلام اختيار ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ لڳا. سندن عام پرانڻ ۽ واپار ڪرڻ جون روايتون اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ ۽ وڏا واپار ڪرڻ جي صورت ۾ رنگ لائڻ لڳيون. هندو سماج جا وڏا حصا مسلمانن کي پوئتي ڇڏي اڳتي وڌڻ لڳا.

سنڌ جهڙي معاملي تي نظر رکندڙ هڪ ڄاڻو نشان ڏهي ڪئي: ”افسوس هندن سان پريل آهن ۽ جيل مسلمانن سان پريل آهن.“ وچئين دوُر ۾ پاڙون ڪتل مسلمان ذهن ۽ اڃا تائين مغل شهنشاهيت جي ليهندڙ سج تي. هٿ سوڪيندڙ، جديد دوُر جي تيز رفتار سگهه کي سمجهي نه سگهيو. هن آزاديءَ جي هلچل ۾، هنگامو ڪرڻ يا پانو اچلائڻ هڙتال ڪرڻ سان، نئين صورتحال تي پنهنجو رد عمل ظاهر ڪيو.

ٻئي طرف، جڏهن هندن آزاديءَ جي گهر ڪئي ته انگريزن مسلمانن کي نوازشن ۽ عنايتن جي عيوض پنهنجي پاسي ڪيو. ۽ پوءِ هندستان جي آزاديءَ کي روڪڻ لاءِ مسلماني مت پيد کي ويٺو طور استعمال ڪيو. آن وقت هندن مسلمانن کي ٻئي

جي هٿ جو ڪيڏوٺو ۽ غدار جي روپ ۾ ڏٺو.

اهو هو سموري هندستان جو تناظر، جنهن ۾ آزادي ملي. پر انهيءَ ۾ مقامي سنڌي تناظر پڻ هو، جنهن ٻي معاملن کي خراب ڪيو.

سنڌ ۾ هندو - مسلم ڇڪتاڻ ۾ وڏي ۾ وڏو واحد عنصر مذهب متاثر جو هو، جيڪو برطانوي راڄ ۾ پڻ جاري رهيو. انهن واقعن صوبي کي جهنجهوڙي ڇڏيو ۽ پنهي فرقن جي ناتن کي زهريلو ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڏس ۾ جيڪو سڀ کان سنسني خيز واقعو ڄاتو ويو ۽ شايع ٿيو، اهو هو 'شيخ جو مقدمو' (The Great Shaikh Case). 1891ع ۾، حيدرآباد جي هندن جي مکي، شوقيرام آڏواڻيءَ جو سؤٽ، موڙج مل آڏواڻي مسلمان ٿيو. ساڻس گڏ سندس ٻي پٽ پڻ مسلمان ٿيا. منجهانئن هڪڙي ميوارام، پنهنجي زال مٺي ٻائي سندس ڇهن ٻارن سميت — خوشحالي، نهالي، پرمانند ۽ هيميءَ کي پاڻ سان شامل ٿيڻ لاءِ چيو. پر هن انڪار ڪيو. ميوارام گارجين اينڊ وارڊس ائڪٽ هيٺ حيدرآباد جي انگريز سيشن جج وٽ ٻن وڏن ٻارن جي قبضي لاءِ مقدمو داخل ڪيو. هندن انهيءَ ڳالهه کي پنهنجي لاءِ للڪار ڄاتو. شوقيرام جي پٽن نيولراءِ ۽ تاراچند مقدمي کي منهن ڏيڻ لاءِ 25,000 رپين جي رقم گڏ ڪئي. چيو وڃي ٿو ته مسلمانن 40,000 رپيا گڏ ڪيا. هندن ٻارن، جيرام داس جي پيءُ دولت رام مقدمي جي پيروي ڪئي ۽ مسلمانن ڪراچيءَ جي مدرسةالسلام جي حسن علي آفندي کي وڪيل ڪيو. باهه تي تيل پئجي چڪو هو.

خوشحالي، جيڪا ان وقت اٺن ورهين جي هئي، ڪورٽ اڳيان چيو ته هن لاءِ سندس پيءُ ٽڏهن ٻي مري چڪو هو، جڏهن هن پنهنجو ڌرم ڇڏيو هو. هن چيو ته جيڪڏهن ڪورٽ کي ڪيس پٽس جي حوالي ڪرڻو ٿي آهي ته اول کيس ڦاسي ڏيڻ جي مهرباني ڪئي وڃي. ڪورٽ فيصلو ڏنو ته پنهي

چوکرين کي ميورام جي حوالي ڪرڻ ڏوھ ڏيندو. ميورام
ھاء ڪورٽ ۾ ويو، پر انھيءَ وچ ۾ ٻنھي چوڪرين جي شادي
ڪرائي ويئي ۽ ڪورٽ اپيل رد ڪري ڇڏي. ميورام پوءِ
چاليھه آئن تي ھٿياربند مسلمان آندا ته جيئن ٻنھي چوڪرين
کي زوري ڪڍائي وڃي سگھي، پر پئي پئين در سان نڪري
پچي ويون. مٿي ٻاڻي ۽ سندس ٻار پوءِ امرتسر دربار جي سنڀال
۾ ھليا ويا، جو مسلمانن سکن کان ڪن ٿي ھنيو. سندس پٽ
پرمانند (P.M. Advani) ڪراچيءَ جي انڊن جي اسڪول جي
پرنسيپال جي حيثيت سان نالو ڪڍيو.

جلد ئي پوءِ، آچاريا ڪرپالاڻيءَ جو وڏو ڀاءُ ڏيئو مل
مسلمان ٿي شيخ عبدالرحمان ٿيو. جيئن ته ھن پنھنجي وڏي
ڀاءُ، ٺاڪرداس جي جيٽري مسلمان ٿيڻ جي ھمٿ نٿي ڪئي
تنھنڪري ھو ڪيس پنھنجي مسلمان دوستن سان گڏ ڦليلي واھ
۾ ترڻ لاءِ وٺي ويو ۽ اتي ڪيس ٻوڙي مارياڻين. ڪجھه وقت
کان پوءِ، جڏھن سندس ودوا ڀاڄائي پنھنجي ماءُ سان ملڻ جي
خواھش ڏيکاري ته ڪيس زوري ڇڪي ٻاھر آيو– ۽ ڪيس مسلمانن
جي پاڙي ۾ وٺي ويو. ان کان پوءِ سندس ڪابہ سڌ نہ پيئي.
جلدئي پوءِ، ڏيئومل پاڻ مسلمان ٿيو. پوءِ ھن پنھنجي ٻارنھن
سالن جي چمار واري ننڍي ڀاءُ ناٺڪ کي اسڪول مان اغوا
ڪيو ۽ ڪيس مسلمان ڪرائي، سرحد ڏانھن موڪلي ڇڏيائين.
ناٺڪ 1911ع ۾ اٽليءَ جي خلاف ترڪن لاءِ وڙھندي مارجي ويو.

انھن نؤ مسلمانن لاءِ اھو مسئلو ھو ته ھنن پراڻن مسلمانن
سان سنگن جي ڏي - وٺ ڪرڻ نٿي گھري، تنھن ڪري انھن
گھڻن ھندن کي مسلمان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي– ته جيئن
سندن سنگاوت جو دائرو وڏو ٿئي. 1908ع ۾، نئي جي رھاڪو
چيٺانند ليلارام مسلمان ٿي شيخ عبدالمجيد ٿيو. جيئن ته ھو
ان وقت ويھن ورھين کان ٿپي ويو ھو، تنھن ڪري ھو مقدمو
ڪٿي ويو. پر مقدمي جي وڪالت غلام مصطفيٰ پرگڙيءَ کي

سياسي اڳواڻ ٺاهي ڇڏيو.

لاڙڪاڻي جي پرسان، امروٽ جي رهاڪو، مولانا تاج محمد امروٽي، جيڪو خلافت تحريڪ جو وڏو اڳواڻ هو، ٻهراڙيءَ جي ست هزار هندن کي مسلمان ڪيو، جن جي فهرست اڄ تائين امروٽ ۾ سنڀالي رکيل آهي.

1927ع ۾ لاڙڪاڻي جي ڪريما، ننهنجي ڇهن ٻارن سان هڪ هندوءَ سان ڀڄي ويئي ۽ ساڻس هندو ٿي گڏ رهڻ لڳي. هن مقدمو ڪيو. مسلمانن دڪانن ۾ ڦرلٽ ڪئي. هندن 80 مسلمانن کي ذميدار ٺهرايو، جن ۾ کهڙو پڻ شامل هو، جيڪو پوءِ سنڌ جو وڏو وزير ٿيو. سيشنءَ کي آزاد ڪيو ويو. پر تلخي وڌي ويئي.

سکر جي پرسان واقع ساڌ ٻيلي جي ٻاوي هرنامداس اهڙي صورتحال پوري طرح جناح کي ٻڌائي، جڏهن 1930ع ۾ هو انهيءَ ٻيٽاريءَ جي مندر ۾ ساڻس ملڻ آيو ۽ سؤ رپيا پيٽا ڏني هئائين. جناح ڪانگس سنڌ ۾ فرقيوارانه ڇڪتاڻ جو ڪارڻ پڇيو. ٻاوي سنڌيءَ ۾ ورائيو: "شيخ ڀٽ شيطان جو، نه هندو نه مسلمان جو."

وڌيڪ ڇڪتاڻ بحث مباحثن ۽ مناظرن سان وڌي. هندو ڌرم تي مُلائن جي حملن جي جواب ۾ نٿو رام 'اسلام جو اتهاس' لکيو. ڪيس ارڙهن مهينا جيل جي سزا ۽ هڪ هزار رپيا ڏنڊ وڌو ويو. هن سنڌ جي چيف ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي. ڪن مسلمانن کي ڊپ هو ته ڪيس آزاد ڪيو ويندو، تنهن ڪري عبدالقيوم ڪُٽلي ڪورٽ ۾ ڪيس خنجر هڻي قتل ڪري ڇڏيو. جڏهن او سُليوان (O Sullivan) جج ڪانگس انهيءَ جو ڪارڻ پڇيو ته عبدالقيوم ورائيو ته اسلام جي بي حرمتيءَ جي سزا رکيو جيل نه، پر موت هئڻ گهرجي. قيوم کي ڦاسي ڏني ويئي ته حڪومت قيوم جو لاش مسلمانن کي ڏيڻ کان انڪار ڪيو، جن انهيءَ جي باوجود، لاش قبر مان کوٽي ڪڍيو ۽ جلوس

ڪيائون. اهو 1934ع جو زمانو هو، جڏهن انگريز قانون سان هٿ چراند ڪرڻ جي اجازت نه ڏيندا هئا. تنهن ڪري مچريل سنڌ جي ڪمشنر گبسن (Gibson) مشين گن چوڙڻ جو حڪم ڏنو، جنهن سان چوهٺ مسلمان مارجي ويا، جنهن هندو - مسلم تعلقات کي خراب ڪيو.

ٽيون منجهائيندڙ عنصر سنڌ جي صوبائي حال جو هو. سنڌ بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو هئي. انهن ڏينهن ۾ وڏا صوبا تمام ٿورا هئا. پر مختلف جاگرافيائي ۽ ٻوليءَ جو صوبو هجڻ ڪري سنڌ پاڻ کي ڏورانهين هنڌ واري حيثيت سان نظرانداز ٿيل محسوس ڪيو. 1913ع ۾، هرچند راءِ وشن داس ڪانگريس جي ڪراچيءَ واري اجلاس جي استقباليا ڪاميٽيءَ جي چيئرمن جي حيثيت سان، سڀ کان پهرين سنڌ جي عليحدگيءَ جو سوال اٿاريو. پر جڏهن 1925ع ۾ مسلم ليگ جي علي ڳڙهه واري اجلاس ۾ اهو سوال کنيو ويو ته انهيءَ 'سنڌي گهر' کي 'مسلمان گهر' ۾ تبديل ڪيو ويو. پر جڏهن اها صلاح ڏني ويئي ته سنڌ جي مسلم اڪثريت کي ڏورانهين بمبئي جي هندو اڪثريت کان جدا ڪري، پر واري پنجاب جي مسلم اڪثريت سان ڳنڍيو وڃي ته سنڌي مسلمانن انڪار ڪيو جو هنن 'وڏي ڀاءُ' جي پاڇي هيٺ رهڻ نٿي گهريو.

شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي اڳواڻيءَ ۾، مسلمانن جي اڪثريت عليحدگيءَ جي حمايت ڪئي. پر اهم اڳواڻن جهڙوڪ سر شاهنواز ڀٽو (ذوالفقار علي ڀٽو جو پيءُ) ۽ سر غلام حسين هدايت الله مخالفت ڪئي - ۽ اهڙي طرح ڪجهه عرصي تائين 'سنڌ مسلم ايسوسيئيشن' مسلمانن جي روشن خيال طبقي جي نمائندگي ڪئي. ڪين صوبي جي پاڻ - پرڻي هئڻ جي پڪ نه هئي جو منجهس ته ڪروڙ رپين جي کوٽ هئي. انهن وڏي ۽ خوشحال بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو هجڻ کي پسند ٿي ڪيو.

هندو، جيڪڏهن هئا ته، پاڻ وڌيڪ ورهايل هئا. چيئمل

پرسرام هميشه عليحدگيءَ جو حمايتي هو. جئرام داس دولت رام هميشه ان جو مخالف هو، ۽ ٻيا وقت ۽ حالتن سان پنهنجا پاسا بدلائي رهيا هئا. عليحده سنڌ جي معنيٰ هئي، مڪمل صوبائي ڍانچو ۽ نتيجي ۾ نوڪرين ۾ واڌارو، جن مان گهڻيون اڻ ڌر طور هندن کي سندن تعليم يافته هئڻ ڪري ملنديون هيون. خود مختيار سنڌ ۾ هو اقتصادي، ثقافتي، ۽ ٻين شعبن ۾ پنهنجي پيرن تي بيهندا. پر اهي مسلم اڪثريت کان ڀڄ ڊنل هئا ـ جنهن مان سندن تحفظ جي مراد ٿي سگهي ٿي.

اها ڳالهه ڪافي دلچسپ آهي ته انهيءَ موضوع تي باقي بمبئي وارا ٻڌ ٻن خيالن جا هئا: هنن بمبئي کي جيڪب آباد کان حَبلي ـ ڏرَوار تائين ڦهليل ڏسڻ چاهيو ٿي، پر انهن سنڌي مسلمان MLAs کي مڪمل طور ناپسند ٿي ڪيو، جن هميشه انگريز نوڪر شاهيءَ جي اشارن تي ناچ ٿي ڪيو. 1928ع جي نهرو رپورٽ عليحدگيءَ جي حمايت ڪئي.

گهڻي بحث مباحثي کان پوءِ ٻنهي ڌرين جي ڪمن اڳواڻن 1928ع ۾ 'سنڌ هندو مسلم ٺاهه' صحيح ڪيو، جنهن ۾ چاڙهيل هو:

(1) سنڌ کي جدا ڪيو ويندو.
(2) هندن کي ڌه سيڪڙو ملندو.
(3) سنڌ ۾ گڏيل چونڊون ٿينديون.
(4) سڀني سان انصاف ۽ برابريءَ وارو ورتاءُ ڪيو ويندو.

پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته سکر ۾ 'سنڌ هندو ڪانفرنس' ٺاهه کي برقرار رکڻ ۾ ناڪام ويئي. سکر جي ساڌ ٻيلي وارو ٻارڻو هرنام داس عليحده سنڌ کي قبولڻ ۾ مسلمانن جي اڳرائيءَ کان گهڻو خائف هو. (جيڪڏهن اها ڪانفرنس ڪراچي يا حيدرآباد ۾ ٿئي ها ته اها گهڻو ڪري ٺاهه کي بحال رکي ها.) آنَ وقت هندن چيو ته اهي عليحده سنڌ کي ان صورت ۾ قبول ڪندا جيڪڏهن سموري ملڪ ۾ گڏيل چونڊون ڪرايون وينديون. اها ڳالهه وڏي ذهن واري فراخدلانه ته هئي پر

حقيقت پسندانه نه هئي.

هندن جو پنهنجي ڳالهه، تان ڦري وڃڻ تباهي-مثل هئي. 'سائمن ڪميشن' ۾ انهيءَ اسم تي ڳنڍ پئل هئي، پر 1930ع ۾ چيئرمن پنهنجو ووٽ عليحدگيءَ جي حق ۾ ڏيئي ڇڏيو. 1932ع ۾ سنڌ جو عبدالله هارون اوٽاوا امپيريل ٽريڊ ڪانفرنس ۾ انگريزن جي مفادن لاءِ ويو، جن ساڻس سنڌ جي عليحدگيءَ جو وعدو ڪيو. اهڙي طرح 1 اپريل 1936ع تي، سنڌ انگريزن طرفان مسلمانن لاءِ انعام طور جدا صوبي جي حيثيت سان وجود ورتو.

انهيءَ جي باوجود صورتحال ڪافي بهتر هئي. هر ڪنهن نئين ورهاڱي کي پرامید تي ڏٺو ٿي، جيڪا خوف ڳالهه نه هو. سر شاهنواز ڀٽي مسلم ليگ جي نقطہ نظر کي پيش ڪندڙ مشهور اخبار 'الوحيد' جي خاص نمبر 'آزاد سنڌ' (16 جون 1936ع) لاءِ پنهنجي پيغام ۾ چيو:

"سنڌ، پنجاب ۽ بنگال جي صورتحال جي خراب صورت اختيار ڪرڻ جو چتاءُ ڏيئي رهي آهي. مان چاهيان ٿو ته سنڌ باقي هندستان جي عمل ڪرڻ لاءِ، هندو - مسلم - مسئلي کي حل ڪرڻ جو جس ڪٽي." پر پوءِ جي اسيمبليءَ جي چونڊن جي نتيجي انهن اميدن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. چونڊن ۾ 24 نشستون ڀٽي جي پارٽيءَ کي، 6 نشستون غلام حسين جي مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ کي، 5 نشستون عبدالمجيد جي آزاد پارٽيءَ کي- سڀ مسلمان، 9 نشستون ڪانگريسين کي، 3 نشستون انگريزن کي، 1 نشست مزدور نمائندي (نارائڻ داس بيچر) کي، 1 نشست عورتن جي نمائنده (جيٺي سپاهي ملاڻي) کي ۽ 11 نشستون آزاد هندو اميدوارن کي مليون.

پر سر شاهنواز ڀٽو پاڻ، آزاد پارٽيءَ جي شيخ عبدالمجيد کان هارائي ويو، جنهن ثبوت جي طور قرآن مٿي تي کڻي مهم هلائي هئي ته هو بهتر مسلمان آهي! گورنر حڪومت ٺاهڻ

لاءِ اتحاد پارٽيءَ جي اڳواڻ کهڙي کي نه، پر انگريزن جي پراڻي دادلي، سر غلام حسين (1878ع - 1948ع) کي دعوت ڏني، جنهن کي جيتوڻيڪ رڳو پنجن ميمبرن جي حمايت حاصل هئي. هڪ پيرو ڪرسيءَ تي ويهڻ سان، سر غلام حسين اڪثريت ۾ هئڻ جو انتظام ڪري ورتو. (جيئن اڄ ڪالهه هريانه صوبي ۾ ڀڄن لال ڪيو آهي.) ڏن آزاد هندو ميمبرن مان هڪ کي اسپيڪر بڻائي پنهنجو ڪري ورتو. پر 1938ع جي شروع ۾ حڪومت ڊهي پيئي. انهيءَ وچ ۾ کهڙو مسلم ليگ ۾ شامل ٿي ويو ۽ اتحاد پارٽيءَ جو نئون اڳواڻ، 38 سالہ الله بخش سومرو وڏو وزير ٿيو.

الله بخش (1900ع - 1943ع) سنڌ جو بهترين وڏو وزير هو، جنهن جهڙو ٻيو ڪو ورلي ٿيو هوندو. جيتوڻيڪ هو زميندار ۽ سرڪاري ٺيڪيدار هو، پر هميشه کاڌي پائيندو هو. حڪومت جي واڳ سنڀاليندي ئي عبيدالله سنڌي (1872ع - 1944ع) تان ملڪ بدر ڪرڻ جو حڪم واپس ورتائين، جيڪو اولهه ايشيا ۾ پنهنجا جلاوطنيءَ جا ڏينهن ڪاٽي رهيو هو. (مسلم ليگ عبيدالله سنڌيءَ کي آجياڻو ڏنو. پر جڏهن انهن "مسلم هو تو مسلم ليگ ۾ آئو" جو نعرو هڻڻ شروع ڪيو ته هو احتجاج وچان ٻاهر هليو ويو. هو 'سنڌو نربدا پارٽي' جي باري ۾ سوچي رهيو هو.) الله بخش وڏيرن کي ڏنل مئجسٽريٽ جا اختيار واپس ورتا. هن ڪانگريسي نقط نظر اختيار ڪيو ۽ وزيرن جو پگهار 500 رپيا مقرر ڪيائين. مڪاني ادارن ۾ نامزدگيءَ جو انت آيو. پاڻ کي عام رواجي ماڻهو سمجهندڙ الله بخش، ڊرائيور جي پر سان ويهندو هو، موٽر تي ڪڏهن به سرڪاري جهنڊو نه لڳائيندو هو ۽ ڪڏهن به ڪو آجياڻو يا پارٽي قبول نه ڪيائين. ريل گاڏيءَ ۾ ٻين کي وڏيڪ سهوليتن واري هيٺين سيٽ استعمال ڪرڻ لاءِ، هو مٿيون برٿ استعمال ڪندو هو. هڪ ڀيري جڏهن شڪارپور ۾ ٻوڏ جو خطرو ٿي پيو ته واهه کي ٽُڪو

ڏياري پنهنجي زمينن کي ٻوڏ هيٺ آڻي ڇڏيائين ـ ۽ شهر کي بچايائين. پر سنڌس سڀ کان وڏي ڳالهه اها هئي ته هو غير فرقي پرست ۽ قوم پرست هو.

فرقي پرست مسلمانن لاءِ ڪيس وڏي وزير جي عهدي تان هٽائڻ لاءِ اهو وڏو سبب هو. 1938ع ۾ ڪراچيءَ ۾ مسلم ليگ جي هڪ وڏي ڪنفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ ليگ جي اڳواڻن هندن، ڪانگريس ۽ الله بخش جي خلاف خوب واويلا ڪئي. انهيءَ ڪانفرنس عربستان جي واريءَ، کجيءَ جي وڻن ۽ مٽي تي ٻڌل ’اقعال‘ ٻڌل عرب گهوڙيسوارن سان مڪمل آراسته ’ڪلائيمڪس سنگت ـ ناٽڪ‘ جو ڏيک ٽي ڏنو. انهن هڪ ٺهراءُ بحال ڪيو، جيڪو هندن ۽ مسلمانن جي ’ٻن قومن‘ جي خود ارادي جي باري ۾ هو. پير علي محمد راشدي محسوس ڪيو ته محمد علي جناح انهيءَ ٺهراءُ کان غير متعلق هو. ”هن اسان کي رڳو اهو هڪ اشاري، هڪ ڌمڪي، هڪ سياسي هٿيار جي طور استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني.“ انهيءَ پويان حقيقي مقصد ڪنهن طرح الله بخش جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ هو. ڪين 29 مسلمان ميمبر ليگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ملي ويا. اهي 3 يورپي ميمبرن جي مدد سان پنهنجي حڪومت ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. پر جڏهن بي اعتماديءَ جي رٿ پيش ٿي ته منجهانئن رڳو 7 ميمبرن حمايت ۾ ووٽ ڪيو ۽ ليگ جي اڳواڻ هدايت الله خود اها پارٽي ڇڏي الله بخش جي وزارت ۾ شامل ٿيو.

حقيقت ۾ سنڌ ۾ ليگ جون پاڙون مضبوط نه هيون. جڏهن ليگ جيڪب آباد ۾ جناح لاءِ عام جلسي جو اعلان ڪيو ته ان جلسي ۾ ڪوبه حاضر نه ٿيو. راشديءَ کي پنهنجي مقامي دوست حڪيم قائم الدين کي گذارش ڪرڻي پئي ته هو جلسي ۾ ماڻهو ميسر ڪري ڏيڻ لاءِ پنهنجي هندو دوستن کي چوي. هندن، سٺن دوستن جي حيثيت سان اها مهرباني

ڪئي. ايتري قدر جو هنن پنهنجون ’گانڌي ٽوپيون‘ پائڻ جي بدران، اهي ڪيسن ۾ وجهي ڇڏيون، جيئن جناح کي تڪليف نه پهچي. پر انهن روءِ ۾ اچي ’جناح زنده آباد‘ جو نعرو هڻڻ کان انڪار ڪيو.

پر مسلم ليگ پنهنجي شرارت ۾ هوڏ ٻڌي ويٺي. بدين پر سان واقع، لواريءَ جي پير، انهن ماڻهن لاءِ، جيڪي عربستان وڃڻ جو خرچ برداشت نٿي ڪري سگهيا، مقامي طور حج ادا ڪرڻ جو انتظام ڪيو. اهو سلسلو 1934ع تائين جاري رهيو. زائرين ذوالحج مهيني ۾ گڏ ٿي، درگاهه تان موٽيندي نماز پڙهي، مقامي کوهه ’زم زم‘ تي ويندا هئا ۽ پير کي ’خدا‘ جي نالي سان مخاطب ٿيندا هئا ۽ هڪ ٻئي کي ’حاجي‘ چئي مبارڪ ڏيندا هئا. انهن ويچارن کي انهيءَ مان روحاني اطمينان حاصل ٿيندو هو. پر ڪٽر مذهبي ماڻهن انهيءَ عمل کي غير اسلامي ڪوٺي رد ڪيو، اشتعال ۾ اچي احتجاج ڪيائون، ۽ ان تي بندش وجهڻ لاءِ 1938ع ۾ الله بخش تي زور وڌائون.

انهيءَ ۾ ڪاميابي حاصل ٿيڻ ڪري، ليگ جي ٻُک وڌيڪ تيز ٿي. انهيءَ وچ ۾ هندن جي دٻاءَ هيٺ حڪومت، سنڌ سيڪريٽريٽ پرسان آرٽيلري ميدان ڏي واقع هڪ ننڍي غير قانوني مندر کي بحال ڪيو ۽ اوم منڊلي- جيڪا تڏهن برهمڪمارين جي تنظيم بڻجي چڪي هئي - تي بندش وڌي. انهن سمورين ڳالهين، ليگين جي انهيءَ ويساهه کي همٿايو ته حڪومت کي هيسائي سگهجي ٿو. هاڻي انهن الله بخش جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ هڪ وڏي مزاحمت ڪرڻ جو اهتمام ڪيو.

سکر ۾، سنڌوءَ جي ڪناري، هندن جي ساڌ ٻيلي جي ڀتاريءَ جي مندر ڀر سان، ڪجهه ڊٺل ڍانچن تي مشتمل منزل گاهه جي عمارت هئي. اها گهڻي عرصي کان سرڪاري گودام جي طور استعمال ٿيندي هئي. مسلمانن انهيءَ لاءِ مسجد هئڻ جي دعويٰ ڪئي. هندن انهيءَ دعويٰ کي غلط ڪوٺيو

جو ڪين ڏيپ هو ته ساڳ پهرين جي پر سان مسجد هٿان اختلاف ۽ ڇڪتاڻ ڪي وڌائيندو.

الله بخش ٻن ٻيڙين جي وچ تي هو، ڪانگس اڳ، غلام حسين منزل گاهه کي سرڪاري ملڪيت قرار ڏئي مسلمانن جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو، الله بخش مسلمان آفيسرن کي منزل گاهه جي جاچ ڪرڻ لاءِ موڪليو. انهن واپس اچي ٻڌايو ته پٿر تي آڪريل پراڻي فارسي لکت مان پتو پوي ٿو ته اها هڪ سراءِ هئي ۽ ان ۾ 'محراب' پوءِ جو وڌارو آهي. پر ليگي پريشاني پيدا ڪرڻ تي بضد هئا. انهن 3 آڪٽوبر کان 19 نومبر 1939ع تائين، جي - ايم - سيد، کهڙي ۽ سر عبدالله هارون جي اڳواڻيءَ ۾ منزل گاهه تي زوريءَ قبضو ڪيو. 1 نومبر 1939ع تي مشهور ڳائڻو - سنت، ڀڳت ڪنوار رام کي رُڪ ريلوي اسٽيشن تي بندوق جي گولي هڻي ماريو ويو ۽ ڪو به ماڻهو گرفتار نه ڪيو ويو. سکر ضلعي ۾ پندرهن ڏينهن مڪمل هڙتال رهي، جڏهن صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبر ٻڌائي ته ڀڳت ڪنور رام کي پير پڳ چونديءَ واري ماريو آهي، (اڳ ۾ پيري جي پٽ کي هندو ڇوڪرين جي اغوا سبب مار ڪڍي وئي هئي،) ڪيس به بندوق جي گولي هڻي ماريو ويو. سنڌي هندن ۾ هراس ڇانئجي ويو.

پر خراب ڏينهن ته اڃا اچڻا هئا. اها عام ڳالهه هئي ته هڪ هندوءَ کي مارڻ ست حج ادا ڪرڻ جي برابر آهي. سکر جي ٻهراڙين ۾ 64 هندن کي قتل ڪيو ويو ۽ لکها رپين جي ماليت جي برابر ملڪيتن کي ڦريو يا ساڙيو ويو. اهڙي اشتعال انگيز ماحول ۾ اسيمبليءَ جي ايوان ۾ جي - ايم - سيد اعلان ڪيو ته هندن کي سنڌ مان ائين لوڏي ڪڍيو ويندو جيئن يهودين کي جرمنيءَ مان ڪڍيو ويو هو. انهيءَ بيان تي گهڻو پوءِ جي - ايم - سيد کي تمام گهڻو افسوس ٿيو. پر جيڪو نقصان ٿيڻو هو سو ٿي چڪو.

اها ڏکوئيندڙ صورتحال هئي، جنهن ۾ ڪانگريس ڪي الله بخش جي مشڪلات کي سمجهڻ گهرجي ها. هي اهو شخص هو، جنهن 1940ع ۾ آل انڊيا آزاد ڪانفرنس جي صدارت ڪئي ۽ چيو هئائين: ”هندستان ۾ مسلمان جدا قوم جي حيثيت سان مذهب جي بنياد تي غير اسلامي آهي.“ ۽ ڪانگريس کي سمجهڻ گهرجي ها ته هو منزل گاهه جي معاملي ۾ چيو ٻڌ تر ۾ هو. گانڌي ’هريجن‘ (2 ڊسمبر 1939ع) ۾ درست چيو هو ته بنيادي مسئلو اهو هو ته خود انتظامي سنڌ لاءِ نئين ڳالهه هئي. ”سنڌ نالي ماتر خودمختيار آهي ۽ گذريل حڪومت جي پيٽ ۾ جان ۽ مال جي تحفظ ڏيڻ جي حد تائين گهٽ اهل آهي. ڇاڪاڻ جو ڪيس پوليس يا فوجي فن ۾ اڳ سکيا مليل ناهي.“ پر ڪانگريس الله بخش جي وزارت کي ڊاهڻ ۾ مسلم ليگ جو سات ڏنو! (۽ جڏهن اسيمبليءَ جي اڪيلي ڪانگريسي مسلمان ميمبر محمد امين کوسي مخالفت ڪئي ته کيس پارٽيءَ مان ڪڍيو ويو!) انهيءَ کان ٻه ڏينهن اڳ، 25 مارچ 1940ع تي اهو سنڌ جي ڪانگريس طرفان مسلم ليگ لاءِ وڏو تحفو هو، جڏهن پارٽيءَ جو لاهور ۾ اجلاس ٿيو ۽ ورهاڱي جو ٺهراءُ منظور ٿيو. مسلمان اڳواڻن پوءِ قبول ڪيو ته منزل گاهه جو معاملو ’هٿرادو‘ تڪرار هو، جيڪو رڳو الله بخش جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ راڇايو ويو هو.

هندن کي سنڌ جي ڪانگريسين جي ڪوتاهه نظريءَ تي صدمو پهتو. پروفيسر نارايڻ داس ملڪاڻي سردار پٽيل کي انهيءَ باري ۾ ڪجهه ڪرڻ لاءِ خط لکيو، ۽ سردار پٽيل کيس ورندي موڪلي: ”مون کي اوهان جو 1 مارچ 1941ع جو لکيل ڊگهو خط مليو. اسان جي سنڌ جي ڪانگريس اسيمبلي پارٽيءَ جي دوستن اهڙو رستو اختيار ڪيو آهي، جيڪو تنظيم توڙي انهن لاءِ خود بدناميءَ جو سبب آهي.... ڏسجي ٿو ته

سکر جي هندو پنچايت کين زوري ڪنهن حڪمت عمليءَ تي آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي آهي. هو آهي اختيار نه ڪن ها، جيڪڏهن سندن وس ۾ هجي ها يا ڪانگريس جي اصولن جي پيروي ڪرڻ لاءِ وٽن ڪهڙيل سگهه هجي ها.... هو پنهنجي انهيءَ قدم سان لاڳاپيل ملڪ جي وسيع تر مفاد جي ڳالهه ڪن ٿا، جڏهن ته اهو، وساري ٿا ڇڏين ته، وسيع تر مفاد کان گهٽ ۾ گهٽ، مقامي مفادن لاءِ به ڪم نٿا ڪن."

ٻئي سال ليگ جي وزارت ڊهي پيئي ۽ الله بخش جي حڪومت واپس اقتدار ۾ آئي. پر نقصان ٿي چڪو هو. مسلم ليگ جون شاخون 30 مان وڌي 400 تائين پهچي چڪيون هيون. ليگ جي انهيءَ هڪ سال دوران، انگريز آفيسرن فرقيوارانه مقصد جي پورائي لاءِ پنهنجو پاڻ کي بدناميءَ سان ڍڪي ڇڏيو. جسٽس ويسٽن (Justic Weston) کي منزل گاهه جي فسادن جي معاملي جي جاچ لاءِ مقرر ڪيو ويو. جڏهن مسلم انجمن، تشدد ڪرڻ جو مسلم ليگ تي الزام ڏريو ته، جج ڏري انهن جو طرفدار ٿي بيٺو! جڏهن ڏريون ۽ جج منزل گاهه جي سر زمين جو معائنو ڪرڻ ويا ته ليگ جي 'وڪيل' پير علي محمد راشدي، ويسٽن جا بوٽ پنهنجي هٿن ۾ کنيا ۽ اهي مٿس جي چانور ۾ رکيائين ته جج جي جسم مان لهر ڊوڙي ويئي. جڏهن سڀ ٻاهر نڪتا ته راشدي وري بوٽ کنيا ۽ ويسٽن جي پيرن اڳيان رکيائين. جج خوشيءَ ۾ نه ماپي، بنيادي ساڃاهه پڻ وڃائي ويٺو. جڏهن اهو قافلو روهڙيءَ ڏانهن روانو ٿيو ته هو پنهنجي موٽر کي ڇڏي، راشديءَ جي موٽر ۾ ويٺو. راشدي پنهنجي ياد گيرين ۾ لکي ٿو ته انهيءَ ڏينهن موٽر ۾ ويسٽن ڪانئس ايتري قدر پڇيو ته هاڻي مسلمان ساڻ ٻيلي ٿي ڪڏهن ٿا پنهنجي دعوي ڪن. انهيءَ ۾ ڪو عجب نه اهي ته ويسٽن پنهنجي رپورٽ ۾ فسادن لاءِ هندن کي ذميدار ٺهرايو آهي. انهيءَ ساڳئي رياڪار جج کي پوءِ منزل گاهه جي معاملي کي

فيصل ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. منزل گاهه جو معاملو ختم ته ٿيو، پر سنڌ ۾ هندو-مسلم دوستيءَ کي زوزائتو ڌڪ هڻڻ کان اڳ ختم نه ٿيو.

الله بخش جي حڪومت وري آئي، پر انگريزن جو زور هاڻي کيس حڪومت کان ٻاهر ڌڪڻ تي هو. جڏهن 'هندستان ڇڏي ڏيو' هلچل شروع ٿي ته هن پنهنجو پراڻو 'خان بهادر' جو خطاب ۽ OBE (Order of British Empire) واپس ڪيا. هن نيشنل ڊفينس ڪائونسل تان به استعيفا ڏيئي ڇڏي. تڏهن گورنر مٿس عدم اعتماد جو اعلان ڪيو. اسيمبليءَ جو اعتماد هئڻ جي باوجود - کيس معزول ڪري ڇڏيائين! ڪجهه مهينن کان پوءِ، جڏهن هو پنهنجي آبائي شهر شڪارپور ۾ ٽانگي تي وڃي رهيو هو ته کيس ڏينهن ڏٺي جو قتل ڪيو ويو. ليگ جي وزير کهڙي تي تهمت لڳي، پر هو شڪ جي فائدي ۾ سزا کان بچي ويو.

انهيءَ وچ ۾ انگريزن جي ليگ لاءِ رياڪاري جاري رهي. 1946ع جي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ 28 ليگي، 22 ڪانگريسي 7 مسلم ليگ جا مخالف اميدوار چونڊجي آيا ۽ 3 يورپي ماڻهن کي نامزد ڪيو ويو. 22 ڪانگريسين ۽ 7 مسلم ليگ جي مخالفن اتحاد ڪيو. ليگ کان اتحاد جو هڪ ميمبر وڌيڪ هو. پر گورنر سرفرينسز موڊي (Sir Francis Mudie) مسلم ليگ وزارت کي نامزد ڪيو ۽ نامزد ٽن يورپي ميمبرن کي سندن حمايت ڪرڻ لاءِ چيائين!

پوءِ به، 60 ميمبرن جي ايوان ۾ هڪ ليگي چونڊيل اسپيڪر سان ليگ جا ميمبر گهٽجي 29 جي ڪاٽيتي تي بيٺا. پر گورنر اسيمبليءَ جو اجلاس نه ڪوٺايو. انهيءَ کان وڌيڪ اها ڳالهه ٿي جو جڏهن مير بندهه علي خان ٽالپر ليگ کان عليحده ٿي اختيار ڪئي ته گورنر ڊانهس پنهنجي سيڪريٽريءَ کي وزارت جي وعدي سان ليگ ۾ وري شامل ٿيڻ لاءِ چوراڻي موڪليو.

جڏهن اسيمبليءَ کي ڪانسٽيٽوئينٽ اسيمبليءَ لاءِ سنڌ جا نمائندا چونڊڻا هئا ته انهيءَ ڏينهن گورنر ايوان کي اهو چٺي موڪل ڪري ڇڏيو ته اهو اجلاس عدم اعتماد جي تجريڪ اکلائڻ لاءِ مقرر ٿيل هو. سندس بهانو اهو هو ته اسيمبلي، جيڪا ڪانسٽيٽوئينٽ اسيمبليءَ لاءِ ميمبر چونڊڻ لاءِ گهرائي ويئي آهي، اها ٻيو ڪو معاملو هلائي نٿي سگهي. اها ڳالهه ڪافي دلچسپ آهي ته ساڳئي وقت پنجاب جي انگريز گورنر پنجاب اسيمبليءَ کي غير ليگي خضر حيات حڪومت جي خلاف عدم اعتماد جي تحريڪ کڻڻ جي اجازت ڏني، جيتوڻيڪ ڪيس پڻ ڪانسٽيٽوئينٽ اسيمبليءَ لاءِ نمائندا چونڊڻ لاءِ ڪوٺايو ويو هو.

پوءِ جڏهن آئيني طور سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس ڪوٺائڻ لازم ٿيو ته گورنر اهو نه ڪوٺايو ڇاڪاڻ جو ليگ جي اڪثريت 25 تائين گهٽجي ويئي هئي. ان جي بدران هن اسيمبلي ٽوڙي ڇڏي ۽ نيون چونڊون ڪرائڻ جو حڪم ڏنائين ۽ ليگين کي ’عبوري حڪومت‘ طور بحال ڪيائين. پوءِ جي چونڊن ۾ انگريزن ۽ اعليٰ عملدارن جي ڇرچ تي مسلمان زميندارن ۽ عملدارن جي ڌانڌلين جي ڪري ليگ جي 25 نشستن جي ڀيٽ ۾ قوم پرست مسلمانن فقط ٻه نشستون حاصل ڪيون. چونڊن جي قانوني اپيلن جي شنوائي کان اڳ، ڌانڌلين ذريعي چونڊجي آيل اسيمبلي پاڪستان جي حمايت ۾ ووٽ ڪيو! گورنر موڊي کي سندس خدمتن جي عيوض سنڌ جي گورنريءَ تان پنجاب جي گورنر جي عهدي تي ترقي ڏني ويئي. پير علي احمد راشدي موڊي کي بجا طور ’ڪاٽڪو‘ ڪوٺيو آهي. سنڌ جي مقدر کي ڀڪ ڀئي قائد، مسٽر جناح کان به وڌيڪ ’قائداعظم موڊي‘ مشهور ٿيڻ ڪيو.

ڪانگريس گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جو ڪجهه حصو بچائي سگهي ها، پر هن چيمبرلين (Chamberlain) جهڙو ڪردار ادا ڪيو، جنهن 1938ع ۾ اهو بيان ڏيئي چيڪوسلوويڪيا کي

هٽلر جي حوالي ڪيو هو ته ”اهو ڏورانهون ملڪ آهي، جنهن جي باري ۾ اسان کي پوري ساري خبر آهي.“

ٿرپارڪر ضلعي ۾ هندو اڪثريت آهي، جنهن جي ڪانگريس کي کڻهر ڪرڻ گهرجي ها. حقيقت ۾ اهو سنڌ جي جي پيٽ ۾ روايتي طرح مارواڙ جو وڏيڪ حصو هو. ورهاڱي جي موقعي تي هندو اڪثريت کي رد ڪرڻ لاءِ سانگهڙ ضلعو ٿرپارڪر ضلعي ۾ ضم ڪيو ويو؛ پر پوءِ به ٿرپارڪر ضلعي جو معاملو آسام ۾ سلهٽ جهڙو آهي، جتي ليگ راءِ دهيءَ جي وسيلي ضلعي جي هڪ حصي جي کڻهر ڪئي — ۽ اهو حاصل ڪيو.

1928ع ۾ جڏهن سنڌ جي بمبئي کان عليحدگيءَ جي ڳالهه هلي رهي هئي ته جوڌپور رياست ٿرپارڪر ضلعي جي امرڪوٽ (عمرڪوٽ) واري خطي تي پنهنجو حق ظاهر ڪري کڻهر ڪئي هئي. جوڌپور وارن جي اها کڻهر انهيءَ بنياد تي هئي ته روايتي طرح امرڪوٽ مارواڙ جي خطي جو حصو رهيو هو.

ٻي اپراضي، جيڪا هندستان حاصل ڪري سگهيو ٿي، اها مقامي خيرپور رياست هئي، جيڪا ڪتهن به ضلعي جيڏي وڏي هئي. خيرپور جي واليءَ کي ڪافي سالن لاءِ پوني ۾ قيد ڪري رکيو ويو هو. هلندڙ صديءَ جي چاليهه واري ڏهاڪي ۾ خيرپور جي ديوان، ٻو ٻيءَ جو رهاڪو اعجاز علي هو. ڪانئس ٻئي نمبر تي مالياتي اهلڪار منگها رام واڌواڻي هو. اعجاز علي منگها رام کي آتان کان فارغ ڪري ڇڏيو. جڏهن اختيار جي منتقليءَ جو وقت آيو ته منگهارام پوني ۾ مير سان مليو ۽ کيس واپس تخت ڏيارڻ جو وعدو انهيءَ شرط سان ڪيائين ته هو اعجاز علي کي موقوف ڪندو ۽ هندستان سان الحاق ڪندو. مير اهو شرط قبول ڪيو. منگهارام ماؤنٽ بيٽن ۽ سردار پٽيل سان ملاقات ڪئي. مير کي سندس رياست واپس ڪئي ويئي، اعجاز علي کي فارغ ڪيو ويو. هاڻي مير هندستان سان الحاق

ڪرڻ لاءِ تيار هو، پر پنڊت نهرو اها آڇ رد ڪري ڇڏي. ايتري قدر جو هن بلوچستان جي رياست قلات جي الحاق جا ڪاغذ پڻ واپس ڪري ڇڏيا.

جيڪڏهن نيو دهلي سرڪار خيرپور ۽ ٿرپارڪر جي معاملي ۾ گنڀير ٿي ڪيڏي ها ته هندستان جي سرحد سگهاري سنڌوءَ ڪي وڃي ڇهي ها.

حقيقت ۾ هندستان سموري سنڌ ۾ بالغ راءِ دهي ڪرائڻ لاءِ چئي سگهيو ٿي، جو 1946ع جي عام چونڊن ۾، سنڌين جي اڪثريت ليگ جي مخالفت ۾ ووٽ ڏنا هئا. انهن چونڊن ۾ سنڌ صوبي جي 71 سيڪڙو مسلمان آبادي مان مسلم ليگ رڳو 46 سيڪڙو ووٽ حاصل ڪيا. ليگ جي ٻئي ڇئن ووٽن پويان ٿي. ووٽ جي. ايم. سيد ۽ مولا بخش جي پوئلڳ قوم پرست مسلمانن ڏنا هئا.

60 ميمبرن جي ايوان ۾، 10 اسيمبليءَ جا ميمبر بنان مقابلي چونڊجي آيا. منجهانئن رڳو هڪ مسلمان هو. جيڪڏهن انهن ڏهن ٽڪن ۾ پڻ چونڊون ٿين ها ته عام ووٽ جو ليگي سيڪڙو چاليهن کان به گهٽ بيهي ها!

اهڙي طرح سنڌ ۾ ليگ جي مخالفت ۾ عام ووٽن جي اڪثريت صاف هئي. انهن سڀني سڌائن عنصرن جي مائٽ جي ناڪاميءَ ۾، ڪانگريس سنڌ سان گهٽ انصاف ڪيو آهي ۽ هندستان جي صورت ۾ ته آن ڪان به گهٽ ڪيو آهي. خان عبدالغفار خان شڪايت ڪئي ته ڪانگريس نه رڳو آتر- اولهه سرحدي صوبي کي ٻگھڙن جي حوالي ڪيو آهي، پر سنڌ کي پڻ ٻگھڙن جي حوالي ڪيو آهي.

# 16

## جيئي سنڌ

سنڌ جو مقدر 1947ع ۾ مهر بند ڪيو ويو. پر اها مهر پهرئين ئي ڏينهن کان کولي ويئي آهي. سنڌي مسلمان ورهاڱي جي گهُر ڪندا رهيا هئا چاڪاڻ ته ٻيا مسلمان پڻ اهو ئي ڪري رهيا هئا ـ ۽ چاڪاڻ ته هندو انڪار ڪري رهيا هئا. اهو هڪ وڏو تماشو ڏسڻ ۾ ٿي آيو. پر انهيءَ تماشي جي نتيجن بابت ڪنهن سوچيو ئي نه هو.

اها حقيقت آهي ته تعليم، نوڪرين ۽ واپار ۾ مسلمان هندن کان گهڻو پوئتي هئا. پر آهي هوريان مٿڀرو اُسري رهيا هئا. آن سان گڏ، اهي آدمشماريءَ جو 70 سيڪڙو هئا ۽ اسيمبليءَ ۾ وڏي اڪثريت ۾ هئا ـ ۽ سياست ۾ جيڪا ڳالهه گهرو وڌ وجهي رهي هئي، اها لازمي طرح، نتيجتاً سيني پاسن کان چوڦير گهرو وڌ وجهي رهي هئي. تنهنڪري سنڌي مسلمانن جو مستقبل يقيني هو.

انهيءَ وچ ۾، 1946ع ۾ مسلماني معاشري ۾ انگريز نواز رجعت پسندن سان جناح جي ترجيحي رويي سبب، سنڌ جي ٻن تمام معتبر اڳواڻن مسلم ليگ تان اُٿي استعيفا ڏيئي ڇڏي هئي. منجهانئن هڪ شيخ عبدالمجيد سنڌي هو، جيڪو 1915ع ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو هو، ۽ سنڌ ۾ مسلم راءِ جي مُک هٿيار روزنامه 'الوحيد' جي ادارت سنڀاليندو هو ۽ يو ـ پيءَ جي خليق زمان ۽ اتر ـ اولهه سرحدي صوبي جي عبدالرب نشتر جهڙين قداور شخصيتن کي مسلم ليگ ۾ تعارف ڪرايو هئائين. ٻيو هو جي ـ ايم ـ سيد، جنهن صوبائي ليگ جي

صدر جي حيثيت سان، ليگ کي هڪ ننڍي ننڍا ڪڙي جاگيرداري قافلي مان عوامي تنظيم ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هو.

تنهنڪري جڏهن ورهاڱو ٿيو ته سنڌي مسلمانن کي يقين نه هو ته اهو ڪم ڪو درست ٿيو هو، محمد ابراهيم جويي کي پڪ هئي ته اهو غلط ٿيو هو. هن هڪ ڪتاب لکيو: "پاڪستان کان سنڌ بچايو" (1) پر تڏهن گهڻي دير ٿي چڪي هئي. سنڌ جو ماحول ماتمي بنجي ويو. اڳين ٿي لڳو ڄڻ راڪاس شڪار تي نڪري پيو هو ۽ ڪنهن کي ۽ ڪجهه به ڪنهن وقت هڙپ ڪري ويندو. ماڻهن ڏورو ۽ هيسيل لهجي ۾ ڳالهايو ٿي. مسلمانن کي اهو چوندي ٻڌو ويو ته قيامت ويجهو اچڻ جا آثار ڏسجن ٿا.

ڏورن ئي ڏينهن ۾ جناح جي تصوير سنڌي ذهن تان لهي وئي. جڏهن مهاجر-مسلمانن هندن کي قتل ڪرڻ چاهيو ته سنڌي-مسلمانن سندن ساٿ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. خود وڏو وزير کهڙو فساد ٽارڻ لاءِ روالور کڻي ٻاهر نڪري پيو. حقيقت ۾ سنڌ حڪومت ۽ پاڪستان حڪومت جي وچ ۾ ٻهريون تڪرار تڏهن شروع ٿيو، جڏهن 6 جنوري 1948ع تي ڪراچيءَ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ، سنڌ حڪومت مهاجر فسادين کي گرفتار ڪيو ۽ ڪانئن لٽيل ملڪيت واپس ورتي، ۽ مرڪز فسادين جي طرفداري ڪئي.

جنوري 1948ع ۾ هند سرڪار سنڌ مان هندن جي لڏ پلاڻ کي منظم ڪرڻ لاءِ نارايڻ داس رتن مل ملڪاڻيءَ کي پاڪستان ۾ اڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر مقرر ڪيو. پر سنڌ جي وڏي وزير کهڙي کيس سنڌ جو دورو ڪرڻ جي اجازت نه ڏني، جو هن چيو ته مان نٿو چاهيان ته ڪو هندو سنڌ مان لڏي وڃي ۽ سندس مراد به اها ئي هئي. هو هندن کي ترسائڻ لاءِ ايڏو اتاولو

---

(1) اصل ۾ اهو ڪتاب انگريزي ۾ Save Sind, Save The Continent آهي.

هو جو هن ڏنو ته 'عام' قسم جو ڌاڙو به نٿي لڳو. اهاڳالهه
پاڪستان جي مهاجر وزيراعظم نوابزادي لياقت علي خان جي
برداشت کان ٻاهر هئي. جلد ئي کهڙي کي لاٿو ويو.

'جيئي سنڌ' تحريڪ جو جنم اجهو ائين ٿيو، جنهن آگسٽ ـ
سيپٽمبر 1983ع ۾ عوامي جدوجهد جي شڪل اختيار ڪرڻ
لاءِ (Movemeat for Restoration of Democracy) MRD
کي وجود ڏنو، جنهن ۾ 500 ماڻهو مارجي ويا ۽ 150 ڪروڙ
رپين جي رڳو ريلوي جي ملڪيت تباهه ٿي. انهيءَ تحريڪ
جي مڪمل تشريح جي ـ ايم ـ سيد جي ڪتابن 'سنڌ جو ماضي،
حال ۽ مستقبل'، 'سنڌو ديش ـ ڇو ۽ ڇا لاءِ' ۽ 'سنڌوءَ جي ساڃهه'
۾ ڏسي سگهجي ٿي. اهي ڪتاب پڙهڻ سان حقيقت ظاهر
ٿئي ٿي.

سيد 1904ع ۾ ڄائو هو ۽ اڃا تائين بقيد حيات آهي.
هو چوي ٿو ته پاڪستان هڪ غلطي ۽ ڏوهه آهي؛ مهاجرن
ملڪ کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي؛ اولهه پاڪستان سنڌ کي
هڪ نوآبادي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي؛ ۽ پاڪستان کي
ٽٽڻ گهرجي ـ ته جيئن سنڌ زندهه رهي سگهي ۽ آزاديءَ سان
ڪئين ساهه کڻي سگهي. هو تفصيل سان هن ريت ٻڌائي ٿو:

اول نام نهاد 'پاڪستان جي اسلامي رياست'. اها مڪمل
طور غير اسلامي آهي. ڪڏهن به ڪا اسلامي رياست نه رهي
آهي ۽ نه ئي وري ڪا ٿي به سگهي ٿي. (1) عرب ـ ڇاپ
اسلام پسندن جو اهو چوڻ عقل کان خالي آهي ته ڏاهپ يا علم ۾
قرآن ئي حرف ـ آخر آهي. (2)

---

(1) جي ـ ايم ـ سيد: "پاڪستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل تي
هڪ طائرانه نظر"، صفحا 44 ـ 45.

(2) جي ـ ايم ـ سيد: "جيئن ڏٺو آهي مون"، نئين سنڌ
پبليڪيشن، ڪراچي، صفحو 129.

قرآن ۾ اهو ڪجهه ناهي، جنهن تي اوهين جديد رياست جو بنياد رکي سگهو يا جديد اقتصاديات جي تعمير ڪري سگهو. (1)

مسلمان ڀورڻين ٺي ڏينهن کان مختلف مسلڪن ۾ ورهايل آهن. اسلام ۾ مختلف 350 فرقا آهن. (2)

قرآن ۾ خليفي جي گنجائش ئي ناهي. پر انهيءَ هوندي، وپ جي طرز تي خليفو گهڙيو ويو. وچئين دؤر وانگر، وري مذهب ۽ سياست کي اسلام ۾ ملايو ويو. عيسائين کي وري به عقل آيو، جو هنن صديون اڳي چرچ کي رياست کان جدا ڪيو، پر مسلمانن ٻنهي کي گڏ جاري رکيو- جيڪي ٻئي پراڻا ۽ ميرا آهن. اسلامي اصول بهترين آهن، پر عرب چاپ اسلام هميشہ ڪٽر، اڳرو ۽ شهنشاهيت پرست رهيو آهي. عربن سنڌ کي اسلام جي نالي ۾ فتح ڪيو، اسلام جي نالي ۾ لٽيو، 20 هزار مرد، زالون ۽ ٻار غلامن جي طور ۽ اسلام جي ئي نالي ۾ وڪرو ڪيا. انهيءَ قسم جي اسلام جي اسان کي ضرورت نہ هئي. ايتري قدر جو ظالم حڪمرانن جهڙوڪ تيمور لنگ جي اڪيچار خونريزيءَ جي باوجود کيس 'صاحب قرآن' جو لقب ڏنو ويو، ۽ اورنگ زيب کي پنهنجي پيءُ کي قيد ڪرڻ، ڀائرن کي قتل ڪرڻ ۽ سرمد کي شهيد ڪرائڻ جي باوجود کيس محي الدين جهڙا وڏا اسلامي خطاب ڏنا ويا. (3)

اسلام لاءِ جيڪي مجيل آهي، انهيءَ جو گهڻو حصو اسلام کان اڳ وارين عربستان جي رسمن تي ٻڌل آهي.

---

(1) جي-ايم-سيد: "جيئن ڏٺو آهه مون"، نئين سنڌ پبليڪيشن، ڪراچي، صفحو 103.

(2) جي-ايم-سيد: "پاڪستان جي ماضي، حال، مستقبل تي هڪ طائرانہ نظر"، 211.

(3) ايضاً 96 کان 99.

(1) اڄا تائين حاجي عربستان جي 'لات' ۽ 'منات' نالي مخالف.... کي مارڻ لاءِ پٿريون هڻندا آهن. اهي ٻن ٽڪرين مارو ۽ صفا - جي وچ ۾ ڊوڙندا آهن. چاڪاڻ جو ابراهيم جي مصري بيبيءَ حاجران، جڏهن پار چٽڻ واري هئي ته پاڻيءَ جي ڳولا ۾ انهن ٻن ٽڪرين جي وچان ڊوڙي هئي.(2) اهي عربن جون آڳاٽيون رسمون هيون.

ماڻهو هتي عربستان ۾ دفن ٿيڻ چاهيندا آهن ته جيئن قيامت جي ڏينهن تي پنهنجي الله جي اڳيان سرخرو ٿين.(3) ڪين خبر ناهي ته دفنائڻ ڪان پوءِ، عرب سندن لاش ڪيڏي ڪنهن غار ۾ اڇلائي ڇڏيندا آهن. اهي ماڻهو ڪهڙا اسڪول ڪاليج قائم ڪري سگهندا، جيڪي لئبرريون ساڙيندا رهيا آهن؟ (4) اهي ماڻهو جيڪي موسيقي ۽ رقص جي خلاف جنگيون جوٽيندا رهيا آهن، ريڊيو ۽ ٽيليويزن سان ڪڏهن انصاف ڪري سگهندا؟ (5)

پاڪستان، هندستان جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ جو انڪار آهي. جنهن صورت ۾ عرب جيڪي ٻ ساڳيون زبانون ڳالهائين ٿا ۽ ساڳي الله جو قسم کڻن ٿا، جدا رياستن جا شهري ٿي

---

(1) جي - ايم - سيد: "سنڌوءَ جي ساڃاهه"، جلد نمبر 1، نئين سنڌ پبليڪيشن، ڪراچي، صفحا 214 - 215.

(2) جي- ايم- سيد: "جيئن ڏٺو آهي مون"، نئين سنڌ پبليڪيشن ڪراچي، 1976ع، صفحا 103 - 104.

(3) جي- ايم- سيد: "سنڌوءَ جي ساڃاهه"، جلد نمبر 1، نئين سنڌ پبليڪيشن، ڪراچي، صفحو 410.

(4) ايضاً صفحا 140، 219.

(5) جي- ايم- سيد: "پاڪستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل تي طائرانه نظر"، 1971ع، صفحو 219 ۽ 222.

سگهن ٿا ته پوءِ سنڌين، پنجابين، بلوچن ۽ پختونن کي پنهنجون جدا خود مختيار رياستون ڇو نه هجن؟ ڪين سندن خواهشن جي خلاف گڏ رکڻ، ڪين هڪ ئي قبر ۾ دفنائڻ برابر آهي.

پاڪستان سيني ٽوس اصولن جي رک جي بنياد تي هڪ گناهگار رياست آهي. اهو 'چورن' جو رڌل آهي، انهيءَ جي اڳواڻي ڪفن چور ڪن ٿا. جيئن 'ڀنگي' کي 'مهتر' چوڻ سان پڻ اهو عظيم نٿو ٿئي، تيئن 'رنڊي خاني' کي پاڪ نالو ڏيڻ سان اهو 'پاڪ' نٿو ٿئي. (1) سنڌي اهڙي رياست سان ڪو به واسطو رکڻ لاءِ ڪجهه به وڌڻ نٿا چاهين.

ان کان پوءِ 'مهاجر'. اهي پاڪستان ۾ انهيءَ ڪري نه آيا آهن جو اهي هندستان ۾ رهي نٿي سگهيا. ڪروڙين مسلمان هندستان ۾ امن ۽ عزت سان رهيا پيا آهن. يو- پي‌ءَ ۾ مسلمان ڪُل آباديءَ جو 13 سيڪڙو هئا، پر ڪين 45 سيڪڙو نوڪريون حاصل هيون ۽ پوءِ به اهي وڏي تعداد ۾ هت آيا. هندو سنڌ ۾ پنهنجون وڏيون ملڪيتون ڇڏي ويا، جيڪي سڀ مهاجرن کي مليون. ايتري قدر جو جيڪي هندن جون ملڪيتون سنڌي مسلمانن کي وڪرو ڪيل هيون، اهي متروڪ يا ڇڏيل ملڪيتون ( Avaccuee Properties ) ٺهرايون ڪيون ويون ۽ مهاجرن جي حوالي ڪيون ويون. منجهانئن گهڻن مهاجرن ڪوڙا ڪليم داخل ڪيا، پر اهي سڀ سندن ساٿي مهاجرن جا تصديق ٿيل هئا، جيڪي اوڪيو پراپرٽي ۽ آبادڪاري جي کاتن ۾ ڀرتي ٿيل هئا.

اهي مهاجر ئي هئا، جن 26 ڊسمبر 1947ع تي حيدرآباد ۾ ۽ 7 جنوري 1948ع تي ڪراچيءَ ۾ هندن کي قتل ڪيو ۽ لٽيو. جڏهن وڏي وزير کهڙي فسادين

---

(1) جي - ايم سيد: ”پاڪستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل تي طائرانه نظر“، 1971ع، صفحو 27 ۽ 210.

جي خلاف قدم کنيو ته مهاجرن جو وڏو اڳواڻ لياقت علي خان سنڌس مخالف ٿي پيو.

سنڌي اڳواڻن سنڌن چڱائي ۾ پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ ڪراچيءَ ۾ قائم ڪرڻ لاءِ جناح کي آڇ ڪئي. پر لياقت علي خان ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪيو ۽ سنڌ حڪومت کي حيدرآباد ۾ منتقل ٿيڻ لاءِ چيائين. جڏهن سنڌين کيس ڪراچيءَ جي نقصان لاءِ گهٽ ۾ گهٽ عيوضو ڏيڻ لاءِ چيو ته کين چيو ويو ته اها 'فتح ڪيل سر زمين' آهي، جنهن لاءِ ڪو به عيوضو نه ڏنو ويندو آهي.(1) جڏهن کهڙي احتجاج ڪيو ته هن کيس معزول ڪري ڇڏيو. سنڌس جام تي بغير ڪرنگهي واري پير الاهي بخش کي آندو ويو. هن، سنڌ ن چاڙتي، هڪدم سنڌيءَ جي جاءِ تي اردوءَ کي رائج ڪيو.

جڏهن سنڌ مسلم ليگ جي صدر، سيد علي اڪبر شاهه سنڌي ثقافت جي بچاءَ لاءِ لياقت علي خان کي زور ڪيو ته هن فرمايو: ”گڏهه ۽ اٺ هڪلڻ کانسواءِ سنڌي ثقافت پيو ڇا آهي؟“(2) هي ساڳيو لياقت علي هو، جنهن هندستاني مسلمانن کي پاڪستان اچڻ جي دعوت ڏني هئي ۽ تڏهن چيو هئائين ته اهو سيني ڏهه ڪروڙ مسلمانن لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيندو.

هندستان پنهنجو آڌين ٽن سالن ۾ تيار ڪيو پر پاڪستان لياقت عليءَ جي هيٺ اهو ڪم ڇهن سالن ۾ به نه ڪيو. سنڌس مهاجر نواز ۽ مقامي ماڻهن جي خلاف پاليسين جي پيش نظر کيس هٽائڻ لاءِ ڪجهه پنجابي سياستدان ۽ ڪامورا گڏ ٿيا. ورهاڱي کان هڪدم پوءِ پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي صوبن مهاجرن جي وڏيڪ داخلا تي بندش وڌي. پر سنڌ ۾ مهاجرن

(1) جي- ايم سيد: ”پاڪستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل تي طائرانه نظر، 1971ع، صفحو 252.

(2) ايضاً صفحا 252 ـ 253.

جي سيلاب کي مڪمل طور جاري رکيو ويو. اها صورتحال برداشت جوڳي نه هئي.

ايتري قدر جو برطانوي راڄ ۾ سنڌ ۾ مقرر ڪيل عملدارن کي ڇهن مهينن جي عرصي اندر سنڌي سکڻي پوندي هئي. پر اهو قانون ختم ڪيو ويو. سنڌ ۾ گورنر، وڏو وزير، انسپيڪٽر جنرل آف پوليس ۽ گهڻو ڪري سڀ سينئر آفيسر غير سنڌي آهن، جيڪي سنڌي سکڻ کان انڪاري آهن. جيڪڏهن سنڌ ۾ آباد ٿيل مهاجر سنڌي زبان سکڻ کان انڪار تي بضد آهن ته کين ووٽ استعمال ڪرڻ جو حق به نه ملڻ گهرجي.

اڻ ورهايل سنڌ ۾، هندو سؤ ورهين جي عرصي ۾ زمين جي 30 لک ايڪڙن جا مالڪ بڻيا ۽ مسلمانن انهن جي مخالفت ڪئي. پر مهاجرن انهيءَ عرصي جي هڪ حصي دوران 60 لک ايڪڙن تي قبضو ڪيو آهي.

مهاجرن کي ڪارخانا لڳائڻ، تجارت ڪرڻ ۽ گهر تعمير ڪرائڻ لاءِ سوين ڪروڙ رپيا امداد يا قرض طور ڏنا ويا آهن. پر اها مهرباني سنڌين لاءِ ميسر ناهي. پاڪستان جي حڪومت ۾ سنڌين کي 3 سيڪڙو کان گهٽ نوڪريون حاصل آهن. (پاڪستان ۾ اهو هڪ مذاق آهي ته پاڪستان سنين قائم ڪيو هو، ته جيئن بوهرين وغيره جا شيعا قاديان جي احمدين جي مفاد ۾ حڪومت ڪن، جن کي غير مسلم قرار ڏنو ويو آهي.)

مهاجر اڳواڻ پراڻن سنڌي نالن کي ميساري، انهن جي جاءِ تي نوان نالا تبديل ڪندا رهيا آهن. (ڪراچيءَ ۾ 'رام باغ' جو نالو 'آرام باغ' ۽ 'اچل سنگهه پارڪ' جو نالو 'اقبال پارڪ' رکيو ويو آهي.) ٻئي طرف، سنڌ ۾ غيرملڪي نالا تبديل نه ڪيا ويا آهن. مثال طور جنرل جيڪب جي نالي پويان، جنهن نيپئر سان گڏ سنڌ فتح ڪئي هئي، 'جيڪب آباد'

جو نالو قائم آهي. پر پنجاب ۾ پنجابي عزت، نفس نئين سر قائم ڪرڻ لاءِ 'مانٽگومري' جو نالو 'ساهيوال' ۽ 'لائلپور' جو نالو 'فيصل آباد' رکيو ويو آهي.(1)

اها هڪ اڻ ٽٽي صورتحال آهي. مهاجرن کي پنهنجون پاڙون ڪرشن ۽ ڪبير ۾ ڳولڻ گهرجن ۽ کين سنڌو تي هلڻ گهرجي ـــ جيڪڏهن هو سنڌ ۾ رهڻ گهرن ٿا.

جيتري قدر پاڪستان ۾ پنجابين جو تعلق آهي، سنڌين باري ۾ جيترو چئجي اوترو ٿورو. سنڌ ۾ عام چوڻي آهي: "پنجابي هڪ ته سمجهو ڏون، پنجابي ڏون ته جهڳائي ڏون." اهي سموري پاڪستان کي پنهنجي نوَ آبادي سمجهن ٿا. پاڪستان پنجابستان بڻجي ويو آهي. سياست، سول ۽ ملٽري سروسز تي سندن قبضو آهي. هو پاڪستان ۾ گهٽي ڪان گهٽي زمين، صنعت ۽ تجارت حاصل ڪندا پيا وڃن. لڳي ٿو ته انگريزن پنجابي مسلمانن کي سندن خدمتن جي مڃتا ۾ هندستان جو ورهاڱو ڪري، هي سر زمين سندن استحصال لاءِ ڏني هئي. اهو استحصال آسان بڻائڻ لاءِ، 1954ع ۾ انهن چئني صوبن کي زوري ضم ڪري 'ون يونٽ' ناهيو. جيئن ته صوبن جي وڏن وزيرن اهو قبول نه ڪيو، تنهن ڪري کين معزول ڪيو ويو.

جڏهن ايا ڳڻ سنڌي آفيسرن کي هيڪاندو لاهور ڏانهن نيو پئي ويو ته انهيءَ نظاري سڀني کي يهودين جي ياد ڏياري ڇڏي، جن کي جيروسلم جي شڪست کان پوءِ بئبيلان ڏانهن زير حراست نيو پئي ويو.(2)

---

(1) جي. ايم. سيد: "سنڌوءَ جي ساڃاهه" جلد نمبر 1، صفحو 31.

(2) جي. ايم. سيد: "پاڪستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل تي طائرانه نظر"، 1971ع، صفحا 260 ـ 261.

ون يونٽ جي ٺهڻ وقت، سنڌ جي خزاني ۾ 33 ڪروڙ رپيا هئا ـ ۽ پنجاب تي 100 ڪروڙ رپين جو قرض هو. اهي سموريون ماليٽون ضم ڪيون ويون ـ ۽ اهڙي ريت سنڌ کان سنڌس مالي بچت کسي ويئي.

ورهاڱي جي ڏهن سالن کان وڌيڪ عرصي کان پوءِ پاڪستان جو آئين نيٺ تيار ٿيو، رڳو گورنر جنرل کي آئيني دستخط ڪرڻي هئي. پر ان وقت، پنجابي گورنر جنرل غلام محمد آئين ساز اسيمبلي ٽوڙي ڇڏي ۽ بنگالي ڇاڙتي محمد علي بوگرا کي پاڪستان جو وزير اعظم مقرر ڪيائين، جيڪو ان وقت واشنگٽن ۾ سفير جا فرائض سرانجام ڏئي رهيو هو.

آئين ساز اسيمبليءَ جي ٽوڙڻ واري عمل کي سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ للڪاريو ويو، جنهن ان کي غير آئيني هئڻ جيو فيصلو ڏنو. پر وفاقي ڪورٽ، جنهن تي پنجابين جو قبضو هو، اسيمبلي ٽوڙڻ جي حڪم کي بحال رکيو.

ذوالفقار علي ڀٽو سنڌي هو، پر هو پڻ پنجاب جو ڇاڙتو هو. هو اسڪندر مرزا ۽ ايوب خان جون خوشامندون ڪري مٿي اڀريو. هن پنهنجي جاگير تي انهن جي شڪار جو بندوبست ڪيو. هن ايوب کي لنڪن ۽ لينن سان ڀيٽيو ۽ چيائين ته جيڪڏهن عظيم سنڌي شاعر شاهه عبداللطيف زنده هجي ها ته هو ڪيس ضرور هار پارائي ها. ڀٽو جڏهن حڪومت ۾ آيو ته ڏهڪاءُ پنجي آيو. هن پنهنجي ڪن نقادن کي ٽيهل لوهي سيخن سان ڏنيو. هن ڪن جا منهن ڪارا ڪري سندن جلوس ڪڍيو. هن هڪ ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج کي بنان وارنٽ گرفتار ڪيو. جڏهن سنڌ اسيمبلي سنڌي زبان کي سنڌ جي واحد سرڪاري زبان هئڻ جو اعلان ڪيو ته ڀٽي سنڌ ۾ اردوءَ کي سرڪاري زبان قرار ڏيئي، صوبي کي ٻن زبانن جي صوبي هئڻ جو اعلان ڪيو. هو پنجابي سول ۽ ملٽري آفيسرن

جي هٿن جو ڪيڏوڻو هو. هن سنڌ تي پنجابين ۽ مهاجرن جي ظلم جي خاتمي لاءِ ڪجهه نه ڪيو.

1977ع کان پوءِ، فوج سان وڙهندي، جيئوٽيڪ پٽي پاڻ کي جمهوريت جو طرفدار ڪري پيش ڪيو، پر هو بي نڪائي سان سمورو وقت ساڻن ڪير ڪنڊ ٿيل هو؛ ڪنوينشن مسلم ليگ جي سيڪريٽري جنرل جي حيثيت سان هن رٿ ڏني ته، ڊپٽي ڪمشنر ۽ سپرنٽينڊنٽ آف پوليس ضلعي سطح تي پارٽيءَ جا ترتيب وار صدر ۽ سيڪريٽري هئڻ گهرجن. هو هندستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ ٿيل تاشقند جي امن معاهدي تائين ايوب جو ساٿي هٿ هو، پر جڏهن هن ڏٺو ته اهو معاهدو پاڪستان جي عوام ۾ غير مقبول ٿيندو، ته پاڻ بچائڻ لاءِ هن ڪيس ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو. پٽي ايئر مارشل اصغر خان کي گڏجي حڪومت ڪرڻ جي تجويز ڏني ته ”مقصد حڪومت ڪرڻ آهي. عوام بيوقوف آهي ۽ مون کي خبر آهي ته کين بيوقوف ڪيئن بڻائجي. منهنجي هٿ ۾ ڏنڊو هوندو ۽ ويهن سالن تائين مون کي ڪو به هٽائي نه سگهندو.“ هن اها ساڳي تجويز يحيٰ خان کي به ڏني ته ”اوڀر پاڪستان ڪو مسئلو ناهي. اسان کي اتي 20 هزار ماڻهن کي مارڻو پوندو ۽ سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.“

1977ع ۾ پٽي پاڻ کي سچ پچ چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر بڻايو. پوءِ هن پاڻ کي پاڪستان آرمڊ ڪور جو ڪرنل ـ ان ـ چيف بڻايو. انهن ڳالهين کي، سنڌس قانوني قتل پڻ عوام جي ذهنن تان مٽائي نه سگهيو. ضياءالحق چونڊن کي ملتوي ڪرڻ ۾ ڪيئن ڪامياب ٿيو، انهي جو هڪ ڪارڻ اهو احساس هو، جيڪو پارٽين جو به هو ته بي اصولي پٽي کي وري حڪومت ۾ اچڻ جي اجازت نه ڏيڻ گهرجي.

سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ سنڌو طاس دريائي پاڻيءَ جي ورڇ جا اصول مختلف قانونن ۽ معاهدن ۾ 1901ع کان درج ٿيل هئا.

اهو طئه ٿيل هو ته سنڌ راوي، ستلج ۽ بياس جي پاڻيءَ جو 25 سيڪڙو ۽ سنڌوءَ جي پاڻيءَ جو 75 سيڪڙو کڻندو. اهو فارمولو انهيءَ حقيقت تي ٻڌل هو ته پنجاب جي 20 انچ ساليانی برسات جي ڀيٽ ۾ سنڌ ۾ 10 انچ ساليانی برسات کان به گهٽ پوي ٿي ۽ منجهس 2 سيڪڙو پهلا مس آهن، جيڪي عربستان کان به گهٽ آهن. پر جڏهن ون يونٽ ڊاهيو ويو ته انهيءَ معاهدي جي ڀڃڪڙي ڪئي ويئي. راوي، ستلج ۽ بياس جي پاڻيءَ کي هڪ هزار ڪروڙ روپين ۾ هندستان ۽ ڪڇهه پنهن ملڪن کي وڪرو ڪيو ويو ۽ اهو ناڻو سنڌ حڪومت جي اڳ تيار ڪيل درجن آبپاشيءَ جي رٿائن کي عملي جامو پارائڻ جي بدران پنجاب ۾ پنجابين جي فائدي لاءِ منگلا ۽ چشما تي پاڻيءَ جا بند ٻڌڻ ۾ استعمال ڪيو ويو.

بلوچستان جي سوئي گئس سنڌ جي ڀيٽ ۾ پنجاب کي وڌيڪ سستي اگهه ۾ وڪرو ڪئي ويئي.

پنجاب جي ايراضي 55 هزار چورس ميل آهي ۽ سنڌ جي 54 هزار چورس ميل. 1947ع ۾ پنجاب جي في چورس ميل 300 آدم شماريءَ جي ڀيٽ ۾، سنڌ جي 80، سرحد جي 150 ۽ بلوچستان جي 18 في چورس ميل آدم شماري هئي. پر 1979ع ۾ جڏهن پنجاب جي آدم شماري ۾ رڳو 33 سيڪڙي کان 400 تائين اضافو ٿيو ته سنڌ ۾ ٽيڻ کان 260 في چورس ميل کان به وڌيڪ اضافو ٿيو آهي. هي غير معمولي اضافو سنڌ ۾ پنجابين ۽ مهاجرن جي آبادڪاريءَ جي نمائندگي ٿو ڪري.

ورهاڱي کان پوءِ واڙن براجن- آڏر ۾ گڊو ۽ ڏکڻ ۾ ڪوٽڙي- سنڌ جي زمين کي سيراب ڪيو. اهي زمينون گهڻو ڪري مهاجرن ۽ رٽائرڊ فوجين کي الاٽ ڪيون ويون، جن ۾ گهڻائي وري به پنجابين جي هئي. انهيءَ سموري ڳالهه مان مراد سنڌ تي اندروني قبضو ۽ فتح هئي. جڏهن سنڌ انهيءَ سموري عمل خلاف احتجاج ڪيو ته پنجاب کيس رڳو ڌمڪيون ئي ڏنيون.

جڏهن ٽڪا خان اوڀر پاڪستان جو گورنر هو ته چيو هئائين:
”پاڪستان جي دلچسپي رڳو بنگال جي سر زمين سان آهي، جيتري قدر ماڻهن جو تعلق آهي، ته اهي اتي آباد ٿيڻ لاءِ آئي سگهجن ٿا.“ پوءِ هن ڪراچيءَ جي پرسان ملير ۾ فوجن کي خطاب ۾ چيو هو: ”اسان اوڀر پاڪستان ۾ ناڪام ٿياسون، ڇاڪاڻ جو اهو تمام پري هو ۽ اتي تمام گهڻا ماڻهو هئا، جن جي هندستان مدد ڪري رهيو هو. جيڪڏهن ’سنڌو ديش‘ پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪڍندو ته اسان ڪيس آسانيءَ سان چيڀاٽي سگهنداسين، ڇاڪاڻ جو اهو تمام ويجهو آهي، ايڏو گنجان آباديءَ وارو ناهي ۽ کيس ڪنهن ڌارئي ملڪ کان مدد ملڻ جي اميد ناهي. اسان پوءِ پنهنجي فتح جي جشن کي سنڌي پيرن ۽ زميندارن جي قرباني ڏيئي ملهائينداسين، جيڪي هاڻي ٿلها متارا ٿي پيا آهن.“

پنجابي تمام اڳرائي ڪندڙ ٿي پيا آهن. سنڌن ’اقبال‘ رڳو سنڌن خوديءَ کي بلند ڪيو، جڏهن هن لکيو هو:

خودي ڪو ڪر بلند اتنا ڪہ هر تقدير سي پهلي،
خدا بندي سي خود پوچي، بتا تيري رضا ڪيا هي. (1)

سنڌي نفسيات بلڪل مختلف آهي. شاهه عبداللطيف چيو آهي:
واڳُن ڏٺيءَ جي وس، آئون ڪا پاڻ وهٽي.

پنجابي ۽ سنڌي خدائن ۾ ايترو ئي فرق آهي — جيترو پنجابي ۽ سنڌي هڪ ٻئي کان مختلف آهن. ”جيڪڏهن پنجابي بهشت تائين پنهنجو سفر پورو ڪندا ته اسان سنڌي دوزخ ۾ ئي ترسڻ قبول ڪنداسين.“ (2)

---

(1) جي. ايم. سيد، ”پاڪستان جي ماضي، حال مستقبل تي هڪ طائرانہ نظر“، 1971ع، صفحو 244.

(2) جي. ايم. سيد: ”پاڪستان جي ماضي، حال، مستقبل تي طائرانہ نظر،“ 1971ع، صفحا 244-245.

اهو هميشه اهڙي طرح نه هو. تاريخ ۾ پنجاب ۽ سنڌ ڪڏهن به هڪ ٻئي تي فتح نه پاتي آهي. اهو انهيءَ ڪري جو صوفي – سنت شاعرن جهڙوڪ گرو نانڪ، وارث شاهه، بلهي شاهه تڏهن ئي پنجاب جي دلين کي قيرائي ڇڏيو هو. هاڻي پنجاب پنهنجي ثقافت ۽ منزل کي وساري ڇڏيو آهي. هن پنهنجي مختلف مرحلن ۾ ڏاڍيون مصيبتون ڏٺيون آهن.(1) ورهاڱي جي ڪري، ٻه هند – پاڪ جنگيون پنجاب جي سر زمين تي وڙهيون ويون، جن پنجابين کي بي حد ايذايو آهي. ورهاڱي سان، پنجابي ٻڙ، ٻين پنجابين کان، جيڪي هاڻي هندستان ۾ آباد آهن، ڪيپل محسوس ڪن ٿا، تنهن ڪري سڪن سان وري گڏجڻ جي سندن شديد خواهش آهي. پنجابي مسلمانن کي، پنهنجي پاڻ سان ۽ ٻين سان امن سان رهڻ لاءِ، پنهنجي نانڪ – وارث – بلهي جي ورثي کي واپس حاصل ڪرڻو پوندو.

جيتري قدر پاڪستان جي رياست جو سوال آهي ته سنڌ کيس مڪمل طرح رد ڪري ٿي. سنڌ هميشه قائم آهي، جڏهن ته پاڪستان هلندڙ ڏيکاءُ آهي. سنڌ سچ آهي ته پاڪستان ڪوڙ آهي. سنڌي هڪ قوم آهن، پر مسلمان هڪ قوم ناهن. سنڌي ٻه هزار سال پراڻي زبان آهي، پر اڙدو رڳو 250 سال پراڻي آهي. سنڌيءَ ۾ 52 حرف آهن، پر اڙدوءَ ۾ رڳو 26 حرف آهن. پنجاب پاران 'پاڪستان' ۽ 'اسلام' جي نالي ۾ سنڌ جي غلامي هڪ فريب آهي. گذريل 2 هزار سالن ۾ سنڌ جي تاريخ ۾ اهو هڪ تمام وڏو بحران آهي.(2)

سنڌين کي اسلام جي نالي ۾ گهڻي عرصي کان بيوقوف

---

(1) جي ايم سيد: "پاڪستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل تي طائرانه نظر" صفحو 376 – 375.

(2) جي ايم سيد: "سنڌوءَ جي ساڃهه"، جلد نمبر 2، صفحو 72

بنايو ويو آهي. منجهانئن گهڻن پنهنجن ابن ڏاڏن کي ايراني، ترڪ ۽ عرب خاندانن ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي. منجهانئن ڪن کي سنڌن مڪي جي گهٽين ڪي ڀهاري ڏيڻ ۽ مديني ۾ مرڻ جي خواهش کي ڳائيندي ٻڌو آهي. ”ڏارئين مسلم-راڄ جي اثر هيٺ، سنڌ ۾ ڏارين جهرڪيءَ کي بلبل ڪوٺيو ويو.“ هاڻي ڪهن احساس ٿيو آهي ته اها سڀ غلطي آهي.
”رڳو احمق ئي پرائي دهلين نچندو آهي.“

انهن سمجهيو هو ته ’پاڪستان جي اسلامي رياست‘ سنڌن لاءِ بهتر ثابت ٿيندي. پر اها تباهه ڪُن ثابت ٿي.
”اها ڳالهه اسان کي انهيءَ جانور جي ياد ڏياري ٿي، جيڪو سنگن ڪاڻ ويو ۽ ڪَن ڪپائي آيو.“

”سنڌ عربي ڇاپ اسلام رد ڪري ٿي، پاڪستان جو پنجابي روپ رد ڪري ٿي ۽ هندستان جي جوڙيل اڙدو رد ڪري ٿي. هندستاني مسلمانن لاءِ چنگيز ۽ هلاڪوءَ جي پيٽ ۾ اقبال ۽ جناح بدترين بربادي ثابت ٿيا. سنڌ ٻنهي کي رد ڪري ٿي.“ جڏهن پاڪستان جناح جو سؤ ساله جنم جو ڏينهن ملهائي رهيو هو ته سنڌ ۾ لکين پوسٽر ورهايا ويا، جن ۾ ’قائداعظم‘ کي.................، ..................، ...........................
۽ ............ لکي رد ڪيو ويو.(3)

گهڻا مسلمان اقبال کي پاڪستان جو پيغامبر ۽ شاعر مڃين ٿا، جنهن 1930ع ۾ مسلم ليگ جي الله آباد واري اجلاس ۾ پنهنجي صدارتي خطبي ۾ ورهاڱي جو نظريو پيش ڪيو هو. پر سنڌي قوم پرست ڪيس پنجابي شاونسٽ ۽ انگريزن جو ڇاڙتو سمجهن ٿا. آهي نشان ڏهي ڪندي چون ٿا ته پهرين جنگ عظيم دوران ترڪيءَ تي انگريزن جي حملي

---

(3) جي ايم سيد: ”پاڪستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل تي طائرانه نظر“ 1971ع، صفحا 399 - 401.

ڪرڻ مهل جڏهن مسلمانن احتجاج ڪيو هو ته اقبال نظم لکيو هو. ”مان جنگ لاءِ پنهنجو سر پيش ڪريان ٿو، مهرباني ڪري هڪ وفادار جو هيءُ حقير تحفو قبول فرمايو.“ 1923ع ۾ انگريزن جي ڏاڍاين جي خلاف احتجاج وچان جڏهن ٻيا پنهنجا خطاب واپس ڪري رهيا هئا ته اقبال ’سر‘ جو خطاب وٺي قبول ڪيو. سائمن ڪميشن جي رويي تي 1928ع ۾ مسلم ليگ ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي ويئي. جناح ۽ سيف الدين ڪچلو جي سرواڻي هيٺ قوم پرست ڌڙي جو ميڙ ڪلڪتي ۾ ٿيو ۽ ڪميشن کي رد ڪيو. انگريزن جي حمايتي ڌڙي جو ميڙ، جنهن جي اڳواڻي محمد شفيع ۽ اقبال ڪري رهيا هئا، لاهور ۾ ٿيو ۽ انگريز ميمبرن تي مشتمل سائمن ڪميشن جي آجيان ڪئي.

اقبال افغانستان جي ترقي پسند بادشاه امان الله جو وڏو پرستار هو. پر جڏهن انگريزن امان الله کي تخت تان لاهي ڪٺ پتلي نادر خان کي تخت تي وهاريو ته اقبال جا سمورا قصيدا نادر خان جي شان ۾ هئا.

مڪي جو گورنر (Sheriff) قوم پرست هو. انگريزن سندس جاءِ تي اسلامي مقدس مقامن جي محافظ جي حيثيت سان پڙمتڙئي سعود کي تخت تي ويهاريو. وهابي بنياد پرستيءَ جي اثر هيٺ هن اسلام جي پيغمبر جي گهر جي ڀاتين سميت ڪيترائي مقبرا ڊهرائي ڇڏيا. سموري دنيا جي مسلمانن کي صدمو رسيو، پر اقبال سعود کي ’ايشيا جو بهترين حڪمران‘ چئي ڪيس سلام پيش ڪيو.

جڏهن ڀوپال مان اقبال کي پنج سؤ رپين جو وظيفو منظور ٿيو ته اتان جو نواب ’اسلام جو ستارو‘ ٿي پيو. نهرو مسولينيءَ سان ملڻ کان انڪار ڪيو هو، پر اقبال نه رڳو مسولينيءَ سان مليو، پر اعلان ڪيائين ته اسلام فاشيزم سان ميل کائي ٿو. اقبال خود تسليم ڪيو ته هو پاڪستان جي

حمايت لاءِ انهيءَ ڪري ڪئي هئي جو ”هندستان لاءِ اسٽيٽ جي انڊر سيڪريٽري لارڊ لوٿين (Lord Lothian) مون کي پڪ ڏني آهي ته هندستان جو ورهاڱو ٿيندو.“ انهن سڀني ڳالهين ڪري سنڌي اقبال کي رد ڪن ٿا. تنهن ڪري جڏهن پاڪستان اقبال جو سؤ سالہ جنم ڏينهن ملهايو ته سنڌ ان جو مقابلو صوبي جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پنهنجي صوفي سنت لطيف جي ساليانو ورسي ملهائڻ سان ڪيو. (1)

سنڌي نشان ڏهي ڪن ٿا ته بيلجيم، ڊينمارڪ ۽ سئٽزرلينڊ سڀني کي گڏ ڪجي تڏهن به سنڌ انهن کان وڏو آهي. سنڌ موئن جي دڙي کان، ڏاهر کان، دودي سومري کان الله بخش سومري تائين- جن کي پاڪستان حڪومت پٺي رکيو آهي- پنهنجي ورثي تي فخر ڪري ٿي. سنڌ کي عجب آهي ته اسلام کان اڳ واري ورثي کي هو ۽ ڇو نٿي ساراهي سگهي، جڏهن ايران جي قومي شاعر فردوسي ايراني سورمن کي ساراهيو آهي ۽ عربن کي وحشي ڇٻي چيرون ڪيون آهن. (2)

پاڪستان ايران جي اسلامي دؤر کان اڳ واري سائرس جي 25 سؤ ساله ورسي پوري هفتي لاءِ ملهائي، پوءِ هو سنڌ جي اسلامي دؤر کان اڳ واري سورمي مها راجا ڏاهرسين جي ورسي ڇو نٿو ملهائي؟ (3)

ناچ ۽ سنگيت عام ماڻهن جي فطرت جو حصو آهن. موئن جي دڙي مان کوٽي لڌل هڪ ڏي نرتڪيءَ جي مورتي آهي. سيد جي خيال مطابق ڪٿاڪلي ۽ منپوري ناچ پڻ سنڌ مان شروع ٿيا هئا. هو چوي ٿو ته ناچ کي غير اسلامي

---

(1) جي. ايم. سيد: ”سنڌوءَ جي ساڃاهه“ جلد 2، صفحو 72.

(2) جي. ايم. سيد: ”پاڪستان جي ماضي، حال، مستقبل تي هڪ طائرانه نظر“، 1971، صفحو 417.

(3) ايضا صفحو 417.

ڪوئي چسائپ آهي. (1)

سنڌ ۾ روحانيت جي کولائو ، مسلمانن صدين تائين يوگين ۽ اوڏوتن سان پور بندر ۽ هنگلاج جون زيارتون ڪيون. سنڌين دلچسپي نفرت ۽ تشدد ۾ نه ، پر سچ ۽ پاڻ سڃاڻڻ ۾ هئي. پاڪستان ۾ ڏياري، دسهڙي، جنم اشٽمي، نانڪ جنتي ۽ ناتال جي موڪلن کي رد ڪرڻ بي عقلي آهي. (2)

جيئن ته پاڪستان ڪڏهن به سنڌ ـ ۽ سرحد ۽ بلوچستان کي ـ پنهنجي زندگي جيئڻ ۽ پنهنجي پاڻ ۾ رهڻ جي ڪڏهن به اجازت نه ڏيندو، تنهن ڪري پاڪستان کي وڃڻو پوندو. ”صوفي سنڌ ۽ پاڪستان گڏ رهي نٿا سگهن. جيئن اوهان ٻه تلوارون هڪ مياڻ ۾ رکي نٿا سگهو. جيڪڏهن پاڪستان رهندو ته سنڌ مري ويندي. تنهن ڪري، جيڪڏهن سنڌ کي قائم رهڻو آهي، ته پاڪستان کي مرڻ گهرجي.“ (3)

اها سولي ڳالهه ناهي. سنڌ ۾ ڪيترائي بزدل ۽ غدار آهن. جهڙوڪ اهي سنڌين اڙدو ڳالهائيندڙن سان شاديون ڪيون آهن ۽ اهي خود پنهنجي گهرن ۾ اڙدو ڳالهائين ٿا. پر اها سڀ ڪجهه هتان ويو نه آهي، اڻ جيتيل، جڏهن ڪڏهن پيش نه پوندا آهن، اها بچيل آهن: سنڌي نوجوان سجاڳ آهن. ڪين خبر آهي ته جيڪڏهن اهي هينئر عمل نه ڪندا ته سنڌي ائين گم ٿي ويندا جيئن ريڊ انڊين امريڪا ۾ گم ٿي ويا آهن يا جيئن هندو سماج ۾ هريجنن جي بدتر صورتحال آهي. فارسيءَ ۾ چوڻي آهي: ’تنگ آيد بجنگ آيد‘ ۽ سنڌ ائين ئي ڪندي. سنڌ جي ظاهري مٽي جي پويان جوالا مکي دکي رهيو آهي.

---

(1) جي- ايم- سيد: ”سنڌو جي ساڃهه“، جلد نمبر2، صفحو 81.
(2) ايضاً صفحو 97.
(3) جي-ايم-سيد: ”پاڪستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل تي طائرانه نظر“، 1971ع، صفحو 247.

بوچ حد کان ”وڏي ويو آهي. پر سنڌ ايرانين ۽ يونانين، عربن ۽ پٺاڻن، مغلن ۽ انگريزن جي فتحن کان پوءِ به زندهه رهي آهي ۽ هاڻي به زنده رهندي. هوءَ پاڪستان کي مخاطب ٿي چوي ٿي:

آڏو ٽڪر ڏر
متان روح رٺيون ڏٿين.

(او رنڊڪ وجهندڙ ٽڪري، پري هٽ. نه ته ذرو ذرو ٿي رٺيون ٿي ويندئين۔)

هوءَ خدا مان ظالم حاڪم جي خاتمي لاءِ آسروند آهي:

منهنجي آس اها،
ڪڏهن ڪيرائيندي ڪوٽ ڪي.

(مون کي انهيءَ ڪوٽ جي ڊهڻ جو انتظار آهي. مون کي پڪ آهي ته، سنڌ جيڪڏهن پنهنجي مدد پاڻ ڪندي ته مدد پڻ ڪيس پهچندي).

پاڻيهي ايندو هوت،
آڏون پاڻ اکيري ٿيان.

(منهنجو سائين ايندو، پر مون کي پڻ سانس اڳ رستي تي ملڻ لاءِ، پاڻ اڳيان ”وڌڻو آهي).

۽ اهڙيءَ طرح سنڌ، سنڌ جي آڳاٽي روحاني روشنيءَ جي مرڪز، پور بندر ڏانهن ’غيبي مدد‘ لاءِ واجهائي رهي آهي:

پورب ماريل
ڪنهن در ڏيندا دانهڙي؟

(مان ته اوڀر جي ماريل آهيان. انهيءَ ڳالهه جي دانهن مان ڪنهن کي ڏينديس؟)

سنڌين پاڪستان کي مڪمل طور رد ڪيو آهي، جيئن جي- ايم- سيد مٿي ٻڌايو آهي.


USSR
AFGHANISTAN
IRAN
PAKISTAN
INDIA
KILOMETRES
0
200
GUDDU BARRAGE
Kashmor
Jacobabad
Ubauro
Sukkur
Shikarpur
Ghotki
Mirpur Mathelo
Rato Dero
Aror
Larkana
Rohri
SUKKUR BARRAGE
Mohan-Jo-Daro
Khairpur
Mehar
Darazan
Khairpur Nathan Shah
Kandiaro
Bhirya
Dadu
Khudabad
SIND
MANCHAR LAKE
EASTERN
Nawabshah
INDUS RIVER
MAKHI LAKE
Sehwan
Laki Tirath
NARA
Bhit Shah
Brahmanabad
Uderolal
Kotri
Khokrapar
KOTRI BARRAGE
Mirpur Khas
Hyderabad
Amarkot
Hinglaj
KEENJHAR LAKE
Jerruck
CANAL
Karachi
Jungshahi
SUNEHRI LAKE
Jhok Sharif
Malir
Thatta
Malir
Bhambhor
Badin
Debal
Kanjarkot
Shahbandar
ARABIAN SEA
I N D I A
KBK



- موئن جي دڙي جو پروهت، جنهن جي
ڪلهن تي گلڪاريءَ واري شال پيل آهي.



- موئن جي دڙي جي نچڻي



- موئن جي دڙي جا زيور، جيڪي آثار قديمه جي ماهرن ڪي لنڊن
باند اسٽريٽ ياد ڏيارين ٿا.



جهولي لال



شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح



ڀڳت ڪنورام



شيخ اياز



سر چارلس نيپيئر



سيٺ ناٿو مل



سر بارٽل فريئر




ايشيا جي پهرين ٽپال ٽڪلي 1852ع ۾ "Scinde Distoict Dawk" جي طور جاري ٿي. قيمت اڌ آنو هيس. اها ٽڪلي EIC- ايسٽ انڊيا ڪمپني پاران جاري ڪئي وئي هئي. جيڪا ان وقت حڪمران هئي.



موئن جي دڙي جي کنڊرن جو هڪ ڏيک، جنهن ۾ وهنجڻ جو تلاءُ ڏسجي پيو.



حيدرآباد ۾ ميرن جا قبا



منگهن جو شهر حيدرآبادُ .



سکر لڳ، ساڌ ٻيلي ٻيٽاريءَ جي مندر جو ڏيک،



پير صاحب پاڳارو



رشي ديا رام گدو مل



ساڌو نول راءِ



ساڌو واسواڻي



بابا هرنام داس، ساڌ ٻيلو



دادا ليکراج، اوم منڊلي



ساڄي کان : – پهرين قطار: آچاريہ ڪرپالاڻي، الله بخش سومرو، جي ايم سيد.
ٻي قطار : آچاريہ گدواڻي، جيٺي سپاهيملاڻي، چيمنل پرسرام.
ٽين قطار : جئرامداس دولترام، پروفيسر گهنشام،
پروفيسر نارايڻ داس رتن مل ملڪاڻي، ڀائي پرتاب.

# 17

## خدا کي خبر

سنڌ پاڪستان کي مڪمل طرح رد ڪيو آهي. پر آمريڪا جي چاڙتيءَ پاڪستاني حڪومت کي منظر تان غائب ٿيڻ جو ڪو ارادو ئي ناهي. هيتي هڪ اجهل قوت آهي، جيڪا اٽل شيءِ جي سامهون آهي. اهڙيءَ ڏکيائيءَ واري صورتحال جو انت ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ خدا کي خبر. پر ماڻهو ـ تاريخ جي روشنيءَ ۾ ........ ۽ عقل سان ـ اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

هن وقت پاڪستان ۾ ـ ۽ خاص ڪري سنڌ ۾ ـ ماڻهو عام چونڊون چاهين ٿا. چاڪاڻ جو اڳ ۾ هندستاني هئڻ جي حيثيت سان، هو 1921ع کان وٺي چونڊون ٿينديون ڏسندي آيا آهن. هو عربن ۽ ايرانين وانگر ناهن، جن کي چونڊن جي ڪڏهن خبر ئي نه پيئي. ورهاڱي کان پوء، هندستان وانگر وٽن سٺ پيرا چونڊون نه ٿيون آهن. پر وٽن 1954ع ۾ ۽ 1971ع ۾ ـ ۽ وري 1977ع (ان کان پوء 1985ع، 1988ع ۽ 1990ع ۾) چونڊون ٿيون آهن. 1954ع جي چونڊن کان پوء اوڀر بنگال (تڏهوڪي اوڀر پاڪستان ۽ هاڻوڪي بنگلا ديش) جو فضل الحق اولهه بنگال (هاڻي هندستان جو صوبو) ۾ ويو ۽ ڪلڪتي ۾ چيائين ته "جن ماڻهن ملڪن کي ورهايو آهي، آهي غدار آهن (ديشر و پاجن جدا ڪوريچي، تارا ديس دزوهي.) سنڌس بي باڪيءَ جي ڪري، کيس پوء معزول ڪيو ويو.

پر 1971ع جي چونڊن فضل حق کي بي ڏوهي ۽ هجڻ کان وڌيڪ ثابت ڪيو، جڏهن مجيب الرحمان اوڀر پاڪستان کي پاڪستان جي ڪالوني ۽ مان بنگلا ديش جي خود مختيار ملڪ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. حيرت آهي جو پاڪستان جي حڪومت تڏهن به چونڊون نٿي چاهي.

اڄ ڪالهه فوجي آفيسر گورنرن، ڪاٿن جي سربراهن، ڪليڪٽرن، ججن جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيا آهن. اهي ڪا شيءِ ڇڏڻ لاءِ تيار ناهن، پوءِ چاهي اهي انهي ۽ جا مالڪ نه به هجن. پر چونڊن جي گهرج جو بيان هڪ ٻيو، وڏو ڪارڻ آهي، ڇو فوج انهيءَ کان هراسجي آڪڙيل آهي ته اڄ ڪلهه پاڪستان جي سڀني صوبن ۾ اهو يقين ويٺل آهي ته ڪين وڌيڪ اختيار حاصل ٿيڻ گهرجن. جيڪا پارٽي سڀني کان وڌيڪ خود مختياري جي گهر ڪندي، ڪين ئي گهڻي کان گهڻا ووٽ ملندا. سندن اصلي گهر اها آهي ته پاڪستان جي صوبن جي ڪنفيڊريشن هئڻ گهرجي ۽ مرڪز وٽ ڏکو بچاءُ، پرڏيهه، مواصلات ۽ ناڻي جهڙا کاتا رهڻ گهرجن. فوج لاءِ صوبن کان ناڻو سندن منظوريءَ سان ملڻ گهرجي. اهو مجيب الرحمان جو پراڻو ڇهن نڪاتي فارمولو آهي، جيڪو وڏي ڪم ڪري رهيو آهي. فوج اهڙو ڪو به منصوبو نٿي چاهي هن آمريڪا کي به انهيءَ تورتڪ سان ويچاري پنهنجو آهي ته پاڪستان ۾ جيڪڏهن چونڊون ڪرايون وينديون ته کاٻي ڌر کٽي ويندي. آمريڪا جي نظر ۾ کاٻي ڌر ڪميونزم آهي. پر حقيقت اها آهي ته پاڪستان جا صوبا کاٻي ڌر نه بلڪ اهي قوم پرست بڻيا. پر آمريڪا ٽين دنيا جي ڊپلوميسي جي جدن ۾ اهڙي عمدي فرق سان مانوس ناهي. ظاهري طرح جيڪو آمريڪي مفادن جي خلاف آهي ته اهو آهي خراب، الٽ، باغي، ڪميونسٽ. اها ڳالهه ڏکڻ آفريڪا کان بلڪل مختلف ناهي، جتي جنهن کي Aparthied سمجهيو

ويندو آهي، اهو 'ڪميونسٽ' ڪوٺيو ويندو آهي.

هونئن پڻ، امريڪا جمهوريت پسندن جي پٺ ڀرو، جن جو ذهن ۾ لاڙو پنهنجو هوندو آهي، ڊڪٽيٽرن- ترجيحي طور فوجي قسم جي ڊڪٽيٽرن سان تعلقات رکڻ کي ترجيح ڏيندو آهي.

پاڪستان امريڪا جو بي حيا گراهڪ ملڪ ڏاڍهن کان ٿي رهيو آهي جڏهن 'نيويارڪ ٽائمس' (New York Times) اخبار لياقت عليءَ جي امريڪا ۾ آمد تي سندس آجيان ڪندي پهرئين صفحي تي اڙدوءَ ۾ لکيو هو: "Khoosh Amded"(خوش آمديد) ايوب خان جي پاڻ سردار بهادر خود چيو ته 1958ع جو فوجي انقلاب CIA جي چوڻ تي آندو ويو هو. جيستائين ايوب خان پاڪستان جو مرد- آهن هو، هن هر سال امريڪا جو دؤرو ڪيو ۽ هر ڀيري CIA جي سربراه ايلن ڊلِس (Allen Dulles) سان ملاقات ڪندو هو. ايلن خود تصديق ڪئي ته پاڪستان فوجي ڊڪٽيٽرشپ هيٺ 'ايشيا ۾ آزاديءَ جي پناهه' وانگر آهي. اڳوڻي امريڪي سفير نه رکيو 'جناح ٽوپي' پاتي، پر سندس ڏي مرد-آهن اسڪندر مرزا جي پٺ سان شادي به ڪئي. حقيقت ۾ ايئر مارشل اصغر خان جي لفظن ۾، "اسڪندر مرزا جو امريڪا جي حق ۾ هجڻ گهٽو ڪري خود امريڪا کي پريشان ڪري ڇڏيندو هو." امريڪا کي خوش ڪرڻ لاءِ، ايوب خان مصر جي عبدالناصر جي مخالفت ڪندو هو ۽ ضياالحق وري ايران جي امام خومينيءَ جي مخالفت ڪندو آهي. (11 سالن جي حڪومت کان پوءِ، ضياالحق آگسٽ 1977ع جي هوائي حادثي ۾ مري ويو.) جمهوري پاڪستان ۾ اهو ممڪن ٿي نه سگهي ها.

تنهن ڪري ضياالحق جي مرضيءَ کان وڌيڪ، امريڪا ڪڏهن به چونڊون ڪرائڻ نٿو چاهي. حقيقت ۾، امريڪا ضياالحق کي آچلي ڇنو ڪندو، جيڪڏهن هو گهٽو مقبول ٿيندو ويندو. سندس جاءِ تي ٻيو جنرل ٽاڪيو ويندو، جيئن هو پينٽيگان

جي سگهون لاءِ ڪجهه وڌيڪ سال ڪڍي سگهي. تنهن ڀاري
مان ڪجهه وقت لاءِ بهتر صفائيءَ جي توقع ڪبي آهي.

پر چڱي طرح نه. ٽئون ڊڪٽيٽر، پراڻي ڊڪٽيٽر جي ڪنهن حصي جيترو به جٽاءُ نه ڪندو. انهيءَ وچ ۾ جمهوريت لاءِ عوام جي گهر مقابلو ڪرڻ لاءِ زور وٺندي. انهيءَ وقت امريڪي جمهوري ضمير جاڳيل هوندو. چونڊون منعقد ٿينديون – ڀلي چاهي ضيا اهو چوي ته 1978ع ۾ الله کيس خواب ۾ چيو هو ته: ”چونڊون غير اسلامي آهن.“ اها ڳالهه ڪافي دلچسپ آهي ته جناح فيصلو ڏنو هو ته ”مسلمان جيڪي به ڪري ٿو، اهو اسلامي آهي.“ ۽ پاڪستان جا مسلمان چونڊون چاهين ٿا، ڏسي سگهجي ٿو ته اهي چونڊون اهڙيون ئي تمام ڪن ثابت ٿيون، جهڙيون 1971ع جون چونڊون ثابت ٿيون هيون.

هي هڪ معقول سوال آهي ته ٻين ٽن صوبن جي ڀيٽ ۾، چونڊن لاءِ وڌيڪ زوردار گهر سنڌ ۾ ڇو آهي؟ حقيقت اها آهي ته سڀئي صوبا چونڊون چاهين ٿا، پر ڪي صوبا مقامي سببن ڪري وڌيڪ جلدي چاهين ٿا. پنجاب اڄڪلهه فوج جي ذريعي سموري پاڪستان تي حڪومت ڪري رهيو آهي، تنهن ڪري کيس چونڊن لاءِ ايتري جلدي ناهي جو ائين ڪرڻ سان صوبن کي وڌيڪ آزادي ميسر ٿيندي ۽ سندس اختيار به گهٽبو.

ٻئي طرف سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جو عوام چونڊن مان گهٽ توقع رکي ٿو. هو آزاديءَ جي آغاز طور خود مختياري چاهين ٿا. پر جدا قوميتن طور، سنڌن اندر ۾ مختلف نفسياتي گهڙيال ٽڪ ٽڪ ڪري ٿو. 1970ع جي ڏهاڪي واري بلوچستان جي آزاديءَ لاءِ لڙائيءَ ۾ پاڪستان کي صوبي ۾ هڪ لک فوج موڪلڻي پئي، جنهنجو روزانو خرچ هڪ ڪروڙ رپيا هو، جيڪو گهٽو ڪري شاهه ايران پنجن سالن تائين ڀريندو رهيو. آخر ۾ 5,300 بلوچ گوريلا ۽ 3,300 پاڪستاني فوجي مارجي ويا. اڄڪلهه جيڪڏهن ڪو بلوچ پوليس ڪانس ۾ وڏي ۾ وڏو عهدو ماڻي سگهي ٿو ته اهو سب انسپيڪٽر جو آهي. معزول بلوچ وزير اعليٰ

سردار مينگل جي لفظن ۾: ”قلات اسڪائوٽ ۾ ڪو قلاتي ناهي ۽ مڪران مليشيا ۾ ڪو مڪراني ناهي.“ اهڙي صورتحال ۾، بلوچ عوام رڳو چونڊيون نٿو چاهي، پر انقلاب چاهي ٿو، جيڪو کين آزادي ڏياري. اهي پنهنجي طريقي سان مناسب وقت تي حملو ڪندا.

ساڳي ڪار سرحد ۾ ڪندو. هتي لکين افغاني مهاجر اڳيئي چون پيا: ”اسان پنهنجي وطن پختونستان ۾ آيا آهيون“ ۽ انهن ويجهڙائي وارن سالن ۾ ڪنهن سال کين جدا پختونستان جي خودمختيار رياست حاصل ٿيندي. اهو ائين ٿي ناهي جو ولي خان چيو آهي ته پٺاڻ ڪنهن به هٿيار ٺاهڻ جي صلاحيت رکن ٿا، ”سواءِ ايٽم بم جي“. پر اهي ظاهري طرح پنهنجي وقت کي پيا سڏين. کين خبر آهي ته سرد جنگ کي گرمائڻ ۽ خاص ڪري سنڌن افغان سرحد تي، معاملن کي ڳاٽي پر ڪيرائڻ جو وقت ناهي.

حقيقت ۾ ٻئي وڏيون طاقتون هندستان ۽ پاڪستان ٻنهي ملڪن ۾ انتهائي غير مقبول آهن. جبلتي طرح، سموري هندستاني اهميت جا ماڻهو محسوس ڪن ٿا ته اهي طاقتون کين استعمال ڪري رهيون آهن — ۽ سنڌن اختلافن جو فائدو وٺي استحصال ڪري رهيون آهن — ته جيئن انهيءَ خطي ۾ هو پنهنجا مفاد اڳيرا ڪري سگهن.

اجهو هاڻي سرحد جي پرئين پر سوويت روس افغانستان جي سرحدن اندر ويهي رهيو آهي. سرحد يا بلوچستان ۾ ڪنهن به عوامي تحريڪ جي ڪري ضيا الحق کي وڌيڪ آمريڪي هٿيار حاصل ٿي ويندا — جيڪڏهن ائين ٿيو ته السلويڊار وانگر ڪجهه هزار آمريڪي ’فوجي صلاحڪار‘ پڻ حاصل ٿيندا. پاڪستان جو عوام آمريڪي فوج جي موجودگيءَ کان جند ڇڏائڻ ٿو چاهي. اهو طريقو رڳو پاڪستاني سرزمين تي روسي — آمريڪي تنازعي جو پنيپڻ باري سگهي ٿو ۽ روس

اهو نٿو چاهي. سنڌس هٿ بخد کان وڌيڪ افغانستان ۾ ڦاٿل آهن. کيس خبر آهي ته پاڪستان ۾ سنڌس دلچسپي ناهي. خيبر کان اڳتي ٿيڻ مان مراد آهي جنگ ـ جيڪا ٽين عظيم جنگ ٿي سگهي ٿي. تنهن ڪري سرحد ۽ بلوچستان جهڙائي واٽي ڀر ڏيو ويٺا آهن. کين خبر آهي ته وقت سندن طرفدار آهي.

پر اها سنڌ لاءِ مجبوري ناهي. هوءَ پنهنجو پاڻ کي ڪابل ۾ ڏڪيل روسين کان ڪافي ڏور انهون محفوظ ڏسي ٿي. بلوچستان جي برعڪس، سنڌ ۾ ٻڪي پنجابين جو غلبو آهي ۽ نه ئي اهي وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. سنڌ پنجابين ۽ هندستاني مهاجرن جي سيلاب هيٺ آهي. تنهن ڪري وٽس ڪا حڪمت عمليءَ جي رمز آهي. حقيقت ۾ هندستاني تعليمي، ثقافتي ۽ دولتمند خاندانن جي گهڻي تعداد ۾ آبادڪاري، سنڌ جي خمير ۾ حصو ورتو آهي. هونئن به سرحد ۽ بلوچستان جي ڀيٽ ۾ سنڌ سياسي طور وڌيڪ باشعور آهي. ان کان وڌيڪ، سنڌ اهو ڏسي ٿي ته همدرد هندستان سان ڊگهي سرحد ملي ٿي. انهن سڀني عنصرن گڏجي ضياءالحق جي خلاف MRD ڪي ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ سنڌ اندر وڌيڪ زور ورتو. مٿان وري 'جيئي سنڌ' جو جذبو ڪم ڪري رهيو آهي.

هڪ جائز سوال اٿندو: جيڪڏهن هندستاني رياستون گڏ رهي سگهن ٿيون ته پوءِ پاڪستاني صوبا پاڻ ۾ ڇو نٿا گڏ رهي سگهن؟ نيٺ ته اهي ساڳي دريا جي ماٿريءَ ۾ هڪ يڪسان رياست آهن: اهي گڏ نٿا رهي سگهن ـ انهيءَ جا ٽي ٺوس ڪارڻ آهن. هندستان گهڻن صوبن تي مشتمل هڪ وڏو ملڪ آهي. منجهانئن ڪنهن به صوبي جو ٻين تي غلبو ناهي. ايتري قدر جو سڀ کان وڏي صوبن اتر پرديش جون نشستون لوڪ سڀا جي نشستن جي ڇهين حصي کان به گهٽ آهن. ان جي برعڪس

پاڪستان جو پنجاب صوبو ٻين صوبن جي ملائڻ کان پوءِ به وڏو آهي.

پاڪستاني فوج جي - جيڪا بنيادي طرح پنجابي آهي - آمريڪي حمايت پنجاب کي وڏي همٿ ڏي ٿي. اها ڳالهه سنڌ ۽ ٻين صوبن لاءِ پاڻ وڏيڪ قابل قبول ناهي.

ٽيون عنصر نفسياتي آهي - هندن ۾ سهپ جو مادو ايڏو گهٽو آهي جو اهي غير هندوءَ کي به برداشت ڪن ٿا، پر مسلمان ۾ سهپ ناهي - ايتري قدر جو مسلمان، مسلمان کي به برداشت نٿو ڪري.

هڪ الله واري (Monotheistic) اسلام جي اها اجرت آهي - ۽ گهڻن ديوتائن واري (Polytheistic) هندو ڌرم جو اهو انعام آهي. ارنولڊ ٽائن بي (Arnold Toynbee) جپان جي سوڪا گڪائي (Soka Gakkai) واري دائي ساڪو اڪيدا (Dai Saka Ikeda) سان پنهنجي 'ڊايا لاگ' ۾ چوي ٿو: "هندستاني ۽ اوڀر ايشيائي رويو وحدت الوجود (Pantheism) وارو آهي. يهودي مذهبن (جنهن ۾ يهوديت، عيسائيت ۽ اسلام اچي وڃن ٿا) خدائي (Divinity) عنصر کي هڪ منفرد، قادر مطلق، ڪائنات کان ٻاهر اپائيندڙ خدا ۾ يڪجا ڪيو آهي ۽ انهيءَ 'خدائي' جي بندش - انساني فطرت سان گڏ - فطرت کي ان جي خدائي کان محروم ڪيو آهي. ان جي ڀيٽ ۾، جديد مغرب جي اثر کان اڳ، هندستان ۽ اوڀر ايشيا ۾ سموري ڪائنات ۽ ان ۾ هر شيءِ جي موجودات جنهن ۾ غير انساني فطرت ۽ انسان خود اچي وڃن ٿا، خدائي هئي ۽ تنهن ڪري وٽس انساني اکين ۾ هڪ تقدس ۽ شان هو، جنهن انساني اٽڪل کي غير انساني فطرت تي تشدد ڪرڻ کان روڪي رکيو هو. ... منهنجو ويساهه آهي ته انسان ذات کي وحدت الوجود ڏانهن موٽي وڃڻ جي ضرورت آهي. 'يهودي هڪ خدا وارن مذهبن' جا هائوڪا پوئلڳ سڀ جا سڀ اڳوڻا وحدت الوجودي آهن. اها تاريخي حقيقت ٻڌائي

ٿي ته وحدت الوجود جي لاڙي ڏانهن سنڌن موليٰ اچڻ جي ڪجهه اميد ٿي سگهي ٿي، جو هاڻي ڪين فطرت لاءِ خدائي عزت جي ڪميءَ جي نتيجي جي خرابيءَ جي هاڻي خبر پيئي آهي.

پر اهو سڀ ڪجهه ناهي: پاڪستان هڪ ٻي دليو ۽ زوري مڙهيل ملڪ آهي. 1496ع جي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ پڻ، سنڌين جي اڪثريت ورهاڱي جي جمايتي اميدوارن جي حق ۾ ووٽ نه ڏنو، جيتوڻيڪ سنڌ صوبي جي مسلمان آبادي 70 سيڪڙو هئي. بلوچستان جو چوليءَ جو اڳواڻ خان عبد خان ورهاڱي جو مخالف هو. خان آف قلات حقيقت ۾ هندستان سان الحاق لاءِ درخواست ڏني. اهي برطانيا جي تابع قبائلي جرگا ٿي هئا، جيڪي پاڪستان جي حق ۾ هئا. سرحد ۾ ته 1946ع ۾ ڪانگريس جي حڪومت چونڊجي آئي هئي. اها پنهنجي ڪوتاهيءَ جي ڪري پاڪستان سان شامل ٿي — چو جو اولهه پنجاب ورهاڱي لاءِ وچ ۾ اچڻ جي ڪري سرحد صوبي جو نئين هندستان کان زميني تعلق ختم ٿي ويو هو. — انگريزن ڪيس آزاديءَ جو انتخاب ڪرڻ نه ڏنو. بچاءِ وچان سرحد صوبي جي ڪانگريس ريفرينڊم جو بائيڪاٽ ڪيو. بزرگ غفار خان حق تي شڪايت ڪئي ته کين ’بگهڙن جي حوالي‘ ڪيو ويو آهي.

اهڙيءَ ريت ڏسبو ته سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان ۾ هندستاني حق ۾ هجڻ جون جمهوري خواهشون نيون نه هيون. اهي 1947ع ۾ پڻ موجود هيون مسلم ليگ مسلمانن جي اڪثريت وارن صوبن ۾ اڌ جيتري به مقبول نه هئي، جيتري اها مسلمانن جي ٿوراڻي وارن صوبن ۾ هئي. حقيقت ۾ پاڪستاني پنجاب هاڻي ٿي پنهنجي پنجابي تشخيص جي نئين گهرائپ حاصل ڪئي آهي. اڄ ڪالهه پاڪستان ۾ پنجابي فلمون مقبول آهن، جڏهن ته اڙدو فلمون ناڪام وڃن ٿيون.

جيئن ته پنجاب ۾ اڙدو جي روايتي طرح سرڪاري زبان جي حيثيت رهي آهي- انهيءَ ڪري پڻ ته اڙدو پاڪستان جي ٽنهي صوبن جي پيٽ ۾ پنجابي - مهاجر جي گٺجوڙ ڪي مضبوط ڪري ٿي ۽ اڙدوءَ کي پڻ - انڊو - مسلم زبان جي حيثيت ۾ ڏاهي ٿي- تنهنڪري اڄ ڪلهه پنجاب پاڪستان ۾ اڙدوءَ جي حمايت ڪري ٿو. بدليل صورتحال ۾، پاڪستاني پنجاب اڙدوءَ کي پڻ وساري سگهي ٿو. جوش مليح آبادي به سبب نه چيو هو ته اڙدوءَ جو مستقبل هندستان ۾ ٿي سگهي ٿو پر پاڪستان ۾ سندس مستقبل ناهي.

ورهاڱي کان ڪجهه ورهيه اڳ، لاهور ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ جي مسلمان شاگردن فيصلو ڪيو هو ته طاقتور جانور يلي ڪمزور جانورن جو شڪار ڪن. مسلمانن کي هندن سان گڏجي رهڻ جو فطري حق حاصل آهي. پر ڪجهه ورهيه اڳ، ساڳي پنجاب يونيورسٽيءَ جي شاگردن فيصلو ڪيو ته پنجاب - قومي ڏينهن 'ويساکي' آهي! ظاهر آهي، ڪين خير نه هئي . 'ويساکي' هندن جي نئين سال جو پهريون ڏينهن آهي. پنجابي - مسلمانن جو اهو فطري هندوپڻو به آهي. اهي سمورا 'مسلمان - هندستاني' آهن- يا ائين ڪٿي چئجي ته 'مسلمان - هندو' آهن- ۽ نه ڪي 'هندستاني - مسلمان'. هو هندستاني آهن، جهڙي مسلمان آهن- نه ڪي مسلمان جيڪي هندستاني آهن.

هڪ ڀيري جڏهن اڳوڻو گورنر جنرل غلام محمد سنڌ جي منچر ڍنڍ جو ٻيڙيءَ ۾ سفر ڪري رهيو هو ته هڪ ٻي ٻيڙيءَ مان ڪو گيت ڳائي رهيو هو:

چڏ جهگڙا مسجد مندر دا
ڦڙ گهن - گر طريقه قلندر دا

(مسجد ۽ مندر تي جهڳڙو نه ڪر- ۽ قلندر جو ٻڌايل محبت جو رستو اختيار ڪر.)

پنجابي غلام محمد ٽڙڻ ۾ اچي چئيو. گورنر جنرل

کي چپ ڪرائڻ لاءِ ڳائيندڙن واري ٻوڙيءَ کي پري هليو وڃڻو پيو.

ته پنجابي مسلمان پڻ اول پنجابي آهن — ۽ هندن کي دليل ڏيڻ لاءِ يا سعودين کان نوڪري وٺڻ لاءِ رڳو مسلمان آهن.

— کي سنڌي مايوسي وچان چوندا آهن ته جيڪڏهن ڪين اسلام ۽ سنڌيت مان ڪنهن هڪ جي چونڊ ڪرڻي پوي ته آهي سنڌيت ئي چونڊيندا. ('سنڌيت' جو لفظ 'سنڌي ڪلچر' لاءِ آزادي / ورهاڱي کان پوءِ جوڙيو ويو آهي. آن کان اڳ اهو لفظ فارسيءَ ۾ 'سنڌي تهذيب' ئي استعمال ٿيندو هو.) پر اهڙو مسئلو موجود ناهي. پاڪستان ۾ ماڻهن جي مقامي قوم پرستي پائمرادو دعوي ڪئي آهي. اسلام رڳو سنڌ قوم پرستي مٿان هڪ سنهڙو تهه آهي. آهي پنهنجيءَ ۾ اچڻ چاهين ٿا — ۽ هڪ ٻئي لاءِ مصيبت جو سبب نه ٿيندا. ايتري قدر جو پنجاب اها ڳالهه قبول ڪندو ته پوئين جي زماني کان وٺي سنڌ ۽ پنجاب جدا ملڪ هئا، جن کي ترتيب وار 'سنڌو' ۽ 'سؤوير' چاتو ويندو هو. سنڌوءَ جو مرڪز موئن جو دڙو ۽ سؤوير جو مرڪز هڙاپا هئا. آڳاٽيون حقيقتون پنهنجو پاڻ ئي دعوي آهن. سچ پچ، جيترو اسان تبديل ٿيون ٿا، اوترو ساڳيا رهون ٿا. سنڌي سنڌي رهن ٿا ۽ پنجابي پنجابي رهن ٿا — ۽ اسلام پڻ سڀني کي 'پاڪستاني' نٿو ڏاهي سگهي.

هن صورتحال ۾ ڪانفيڊرل سرشتو، جنهن ۾ چئني صوبن لاءِ دوستاڻي آزادي هجي، پاڪستاني مسئلي لاءِ درست حل هئڻ گهرجي.

پر انهيءَ ڳالهه کي آمريڪا ڪيئن ڏسندو؟ هو پاڪستان کي اولهه ايشيا ۾ پنهنجي ٻن پوليس وارن / چوڪيدارن مان هڪ جي حيثيت ڏئي ٿو — ٻيو پوليس وارو/چوڪيدار آهي اسرائيل. اسرائيل عرب ملڪن کي ٻاهران هڪ قطار ۾ بيهاري ٿو. پاڪستان مسلمان هجڻ ڪري، ڪين اندران هڪ قطار ۾

رکڻ جي حيثيت ۾ آهي. امريڪا جي نوڪريءَ لاءِ، پاڪستان جي انهيءَ اندروني پوليس جي ڪردار ڪي ٿورو وقت جاري رکڻ جي اجازت ڏني ويندي جيستائين پاڪستان کي اندروني طور تي مڃتا حاصل آهي. جيڪڏهن برطانيا ڪٿمنڊوءَ ۾ پنهنجي فوج رکي سگهي ٿو ته امريڪا به پنهنجون فوجون لاهور ۾ رکي سگهي ٿو – بشرطيڪ هُتي ڏرون اهو ئي چاهينديون هجن! انهيءَ اميد سان ته جيئن تيل پائيپ ختم ٿيندو ته پاڪستاني سرزمين ۾ امريڪا جو مفاد گھٽجندڙ حڪمت عملي وارو ٿيندو.

اوله، ايشيا جي سڀ کان وڏي طاقت، هندستان اها پڪ ڏني آهي ته امريڪي حڪمت عملي وارا مفاد پاڪستان ۾ گھٽو متاثر نه ٿيندا. اها پڪ امريڪا کي پاڪستاني سرزمين جي وڏيڪ حقيقت پسندانه نموني نئين سر ترتيب ڏيڻ ۾ نهڪائي سگھندي.

هڪ ٻيو به مسئلو آهي. ڪانفيڊريشن جولاڙو فيڊريشن بنجڻ ڏانهن آهي– ۽ فيڊريشن جو لاڙو وفاقي ڪان وحداني ٿيڻ ڏانهن وڌيڪ آهي؛ ٻي صورت ۾ انهيءَ جو لاڙو ڪيترن ئي جوڙيندڙ يونٽن ۾ ورهائجي وڃڻ ڏانهن آهي. جيئن ته پاڪستانين وحداني طريقو آزمايو ۽ رد ڪيو آهي، تنهنڪري هاڻي مڪمل آزاديءَ لاءِ وڌي سگهيا آهن. جيڪڏهن اها سنڌ آزادانه خواهش آهي ته آها پلي هجي، پر سنڌو دريا جو نظام ڪين اقتصادي سهڪار ۾ هميشه بدل رکندو. پنجاب کي ڪراچي بندر تائين مفت رسائيءَ جي ضمانت ڏيڻي سگهجي ٿي. حقيقت ۾ جڏهن ڪراچي بندر سنڌ جو سياسي حصو آهي ته چارئي صوبا گڏجي انهيءَ جو انتظام هلائي سگهن ٿا. اها ڳالهه سڀني صوبن لاءِ اطمينان بخش هئڻ گهرجي.

مهاجرن کي سنڌ ۾ پنهنجي مستقبل لاءِ ڊڄڻ نه گهرجي. ڪجهه ورهيه اڳ، انهن چيو هو ته هندستان کي سنڌ باري

۾ پڻ سوچڻ گهرجي، جو آهي پڻ 'هندستان جا اصلوڪا رهاڪو'
آهن. پر ساڳ سلوڪ جهڙو ٻيو ڪو بچاءُ ٿي ناهي. ٻي صورت
۾ سنڌ جي شهرن ۾ مهاجر - پيٽ هميشہ ديهي سنڌي آباديءَ
سان گهيريل رهندا. پر سنڌ ۾ مهاجرن کي اهڙو ڊپ ناهي:
سنڌ ۾ هن کان پوءِ ڪوبہ کين 'مڪڙ' نہ ڪوٺيندو بشرطيڪ
هو سنڌين سان امن سان رهن. سنڌ جي بزرگ جي - ايم سيد چيو
آهي تہ جيڪو بہ پنهنجو پاڻ کي سنڌي ۽ اُن جي ڪلچر
جو سڏائيندو، کين سنڌي طور قبول ڪيو ويندو. نيٺ، اهو
ٻهريون ٻيرو ناهي جو ڏاريان ڪنهن خطي ۾ اچي آباد ٿيا آهن،
جتي انهن هميشہ ئين ڏرتي ۽ نئين صورتحال سان پاڻ کي هم آهنگ
ڪيو آهي تہ جيئن انهن سان ۽ دنيا سان امن سان رهن.
'نوان سنڌي' پراڻن سنڌين کي موٽ ڏيڻ جي شروعات
ڪري رهيا آهن. جمعيت العلماء پاڪستان پارٽيءَ جو
جنرل سيڪريٽري ۽ مهاجرن جو اڳواڻ مولانا نوراني ڪنگيو
ڪلاڊيو سنڌي حقن جي حمايت ڪري رهيو آهي.

سنڌ ۾ اهڙا ماڻهو بہ آهن، جيڪي چون ٿا تہ هندستان
کين پاڪستان کان نجات ڏياري - ۽ پوءِ کين هندستان ۾ يا
هندستان کان ٻاهر رکي. هندستان جو اهڙي سار سنڀال وارو عمل،
جمهوريت- لاءِ جدوجهد ڪندڙ ڀائرن لاءِ جمهوري ماڻهن طرفان
نجات جو جائز عمل ٿيندو. شيخ اياز، جيڪو سنڌ جو عظيم
جديد شاعر آهي، چوندو رهيو آهي: "جئہ سنڌ! جئہ هند!"
اها ڳالهہ هندستان جي حڪومت جي فيصلي تي آهي تہ ڪيئن
پاڪستان ۾ جمهوري پار کي جنم ڏيارڻ ۾ مدد ڪرڻ گهرجي
يا نہ. پر هو جيڪڏهن مدد نٿو ڪري تہ آتان جا رهواسي
خود صورتحال کي سنڀالي سگهن ٿا.

پاڪستان 1948ع ۾ ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڪسيو، ۽
1954ع ۾ سنڌ کي زوري 'ون يونٽ' ۾ ضم ڪيو ويو. پر
سنڌي 'ون يونٽ' کي ٽوڙڻ ۾ ڪامياب ويا، ۽ 1971ع ۾

ڪراچي واپس ورتائون. منجهن خود مختياري، جيڪا هو چاهين ٿا، حاصل ڪرڻ جي ارادي جي پختگي آهي. ايتري قدر جو هنن ’جيئي سنڌ‘ تحريڪ جو نشان ’ڪهاڙي‘ (سنسڪرت ۾ ’پرشو‘) پاڻ ئي ڏنو آهي، جنهن مان ڪو به شڪ باقي نٿو رهي ته انهيءَ مان سندن ڪهڙي مراد آهي.

اهو سچ آهي ته سنڌي پير ڪوڙي لڙايون نٿا لڙن. هو جڏهن آزاد هئا ته به ڪا به لڙائي نه وڙهيا. هو پنهنجي لاءِ بلوچن کي وڙهڻ لاءِ رکندا هئا- پوءِ دشمن نادر شاهه هجي يا نيپيئر. پر حُرن جي هڪڙي قبيلي انگريزن کي 1943ع ۾ اهڙا لوڙا چپايا جو کين اڌ سنڌ ۾ سموري سال لاءِ مارشل لا لاڳو ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي. ڏير سان سموري سنڌ هٿيار ڪٺي آڻي ٿي- پوءِ ڪٺي اهي هٿيار لٺين ۽ ڪهاڙين تي مشتمل هئا. سنڌي ماري اڳواڻ، رسول بخش پليجو 1979ع کان جيل ۾ آهي. ايتري قدر جو سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن تي بندش پيل آهي. ڪا به حڪومت عوام کي ذليل نٿي ڪري سگهي، جيڪڏهن آها هڪ پيرو آئي بيهي ٿي. تنهنڪري جيڪڏهن هندستان جي حڪومت ڪارروائي نٿي ڪري ته پاڪستان جي عوام کي پاڪستان جي بي پاڙي حڪومت خلاف مقابلو ڪرڻ گهرجي. انهيءَ مان مراد ڪجهه ڏير- ۽ ڪجهه وڏيڪ وٺل آهن. ۽ بس.

پاڪستان جي چئني صوبن جو پاڇهاري هندستاني چانورَ هيٺ پنهنجي مرضيءَ سان اچن ۾، ڪنهن کي به عجب ڪائڻ نه گهرجي. ڀارت ماتا پنهنجي بگڙيل ٻارن جي سار سنڀال به ته لهي ٿي. نيٺ جناح هند- پاڪ جي دائمي ٻي ُرخيءَ کي نه ڏٺو هو. هن چيو هو ته هندستان ۽ پاڪستان ڪنهن به ڌارئين حملي جو گڏجي مقابلو ڪندا. ورهاڱي جي تحريڪ جي هڪ ڌڻي، خليق الزمان 1971ع کان پوءِ چيو ته ورهاڱي جي رٿا ناڪام وئي آهي تنهنڪري نئين انتظام لاءِ ڪم ڪرڻ ضرورت آهي.

’هڪ هزار سال جنگ‘ وڙهندڙ پنهنجي پڻ چيو هو ته اهو ممڪن آهي ته هو گنڊيل هندستان جو وزيراعظم نه ٿي سگهي، پر ان جو پر ڏيهي وزير ٿيڻ جي ٻڪ سان اميد رکي سگهيو ٿي. پوءِ به جيڪڏهن پنهنجي لاءِ گهڻي دير آهي، ته ڪنهن جتوئي، ڪنهن دولتانا، ڪنهن ولي خان يا ڪنهن مينگل لاءِ اهو ڪافي وقتائتو ٿيندو.

## 18

# سنڌي سماج ۽ ثقافت

سنڌي سماج عظيم هندستاني سماج جو اڻ ڇڄندڙ حصو آهي، ۽ سنڌي ثقافت عظيم هندستاني ثقافت جو اڻ ڇڄندڙ حصو آهي؛ پر پوءِ بہ مقامي عنصرن جي سبب سنڌس پنهنجو هڳاءُ آهي. هتان ماڻهو ٻين جي عقيدن جو احترام ڪرڻ ڪري نوڙت وارا، پر عملي آهن. مذاق ۾ چئبو آهي: ”سوراٺتي آڳوڻي وانگر سنڌي حڪومت اهو ڪجهہ ڪندي جيڪي سولو ۽ فائديمند هوندو.“ ڪيترن ئي جڳن تي ڦهليل سنڌ ن مختلف تجربن ڪين اهڙي اڇڪ عطا ڪئي آهي، جيڪا سنڌن جياپي لاءِ تہ آهي، توڙي جو سنڌن شان وڏان ناهي. جڏهن انهن ڌارين جي قافلن ڪي منهن ڏنو ۽ خود پاڻ واپار خاطر ڏورانهان سفر ڪيا تہ سنڌ ن آبادي عقيدي جي گهرائي ۾ واڌارو آيو. انهن ڳالهين ڪين دنيا جا آسان شهري بنائي ڇڏيو. ايچ - ٽي - لئمبرڪ، آءِ - سي - ايس تسليم ڪري ٿو تہ ”سنڌ جي هوا ۾ ڪا مڙيئي اهڙي شيءِ آهي، جيڪا عموما مخالف عقيدن جي سرحدن ڪي جهڪائي ڇڏي ٿي.“

اسلام هندستان ۾ اچڻ سان هميشہ وانگر قتل، لٽ مار ۽ ........ جو ڊرامو رچايو. پر اها شرارت اڳ ۾ بہ ٿيندي رهندي هئي. نؤن مسلمانن پنهنجون قبرون ............... آراستہ ڪيون ۽ انهن ڪي ڏوپ ۽ گلن سان واسيائون. سنڌن پٺاندڙ

شادي جو ڏينهن هزارين سالن جي عبادت کان بهتر هو. انهن عورتن جي طهر جي عربي رسم کي ڇڏي ڏنو ۽ سخت قانونن کي معتدل بنايائون .... .... .... جيڪي عرب سنڌ ۾ ايندا هئا - جنهن کي اهي 'هند' ڪري سمجهندا هئا - سماجي طرح ايڏو سنڌي ٿي ويندا هئا، جو وطن واپس موٽڻ تي کين ڇهو ويندو هو: "اي هند مان موٽي آيل، پنهنجو ايمان نئين سر جيئار." سمن ۽ سومرن، جيڪي مقامي حاڪم هئا، پنج سؤ ورهيه حڪمراني ڪئي. انهن جڏهن نئون مذهب اختيار ڪيو ته اهي مسلمان هجڻ کان سنڌي وڌيڪ هئا. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته ڪئپٽن هئملٽن (Capt. Hamilton)، جيڪو سنڌ ۾ ارڙهين صديءَ ۾ آيو هو، لکيو آهي ته هڪ صدي اڳ هندو آبادي، مسلمان آباديءَ کان ڏهوڻي وڌيڪ هئي. اڄ سنڌي دانشور جي - ايم - سيد 'عرب ڇاپ اسلام' کي رد ٿو ڪري. ظاهر آهي ته اهي "سنڌي ڇاپ اسلام" چاهين ٿا، جيڪو مغل دؤر جي پڇاڙي تائين موجود هو.

اها ڏاڍي ڏک جهڙي ڳالهه آهي ته هندو - دوستي واري اها صورتحال مغلن جي ڏينهن ۾ تبديل ٿي. اڪبرسهپ واري نيتي رائج ڪئي. هن گهڻي کان گهڻا وڏا عهدا هندن کي ڏنا. انهيءَ ڳالهه مسلمانن کي ناراض ڪري وڌو، جن وڏن عهدن جي هڪ هٿي وڃائي هئي. جيڪي اهڙي نتيجي ۾ محروم رهجي ويا هئا، اهي متعصب ملائن سان وڃي شامل ٿيا. اهو ناپاڪ گٺجوڙ هو، جنهن اورنگزيب کي دارا ڏي سوپ ٽپائڻ ۾ مدد ڪئي. اڪبر جي نيتيءَ جي ڪري جيئن هندن کي وري حيثيت حاصل ٿيڻ لڳي، تيئن مسلمانن جي سندن خلاف رد عمل، ڪٽرپڻي جي قوتن کي مضبوط ڪيو ۽ وڏي پيماني تي ڪرم مٽائڻ جي لهر شروع ٿي. ظاهر آهي ته اها هڪ طوفاني لهر هئي، جنهن سنڌ کي پنهنجي لپيٽ ۾ ورتو ۽ عربن جي فتح کان هزار ورهيه پوءِ سنڌ ڪي مسلمانن

جي اڪثريتي صوبي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. تعصبي الغزالي، جنهن لبرل سوچ رکندڙ الفارابي ۽ ابن سينا تي يارهين صديءَ ۾ حملو ڪيو هو ۽ جنهن دليل جي اصول کي ترڪ ڪيو هو ۽ مذهب کان سائنس کي طلاق ڏياري هئائين؛ اسلامي دربارن ۾ انتقام وٺڻ لاءِ موجود هو. سنڌ ۾ انهيءَ طريقي جو اڳواڻ محمد هاشم ٺٽوي هو. سنڌس فتوي کي ڪلهوڙي حاڪم غلام شاهه فرمان جي طور هن ريت جاري ڪيو: حڪومت جي سڀني اهلڪارن کي چتاءُ ڏنو ڏجي ته ڪين مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي وقت بوقت جاري ڪيل مذهبي هدايتن تي عمل ڪرائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي. ڪين (شيعن کي) محرم دوران اعزاداري ڪرڻ ۽ تعازيا ڪيڻ کان روڪڻ گهرجي. عورتن کي باغن ۽ قبرستان ۾ وڃڻ کان روڪيو وڃي. ماڻهن کي فوتين تي سوڳ ڪرڻ کان روڪڻ گهرجي. جانورن جي جسم تي چٽسالي نه ڪئي وڃي. هندن کي چوٽي رکائڻ ۽ ڌوتي ٻڌڻ يا پنهنجي دڪانن تي اڳهاڙي گوڏن ويهڻ کان منع ڪئي وڃي. مسلمانن کي چيو وڃي ته اهي مڇون نه رکائين، ۽ پنهنجي ڏاڙهي ڊگهي نه رکائين. سنڌن ڏاڙهي مٺ جي ماپ کان وڌڻ نه گهرجي. هندن کي هولي ملهائڻ يا سرود، شرنائي دهل ۽ توتاري تي ڳائڻ جي اجازت نه ڏني وڃي؛ هندن کي ٻتن ۽ دريا اڳيان جهڪڻ کان منع ڪئي وڃي. سرڪاري عملي کي مٿين حڪمن کي سختيءَ سان لاڳو ڪرڻ گهرجي. انهن حڪمن جي ڀڃڪڙيءَ جي صورت ۾ مثالي سزا ڏني وڃي ته جيئن ڪو به اڳين ڪرڻ جي همٿ نه ڪري. انهيءَ کانسواءِ ماڻهن کي روزا - نمازون قائم ڪرڻ ۽ ٻيون مذهبي رسمون ادا ڪرڻ لاءِ چيو وڃي. مٿين حڪمن جي نفاذ ۾ ڪا -ڪوتاهي نه ٿيڻ گهرجي. 2 شعبان، 1072 هجري.

اڪبر جي لبرل مذهبي پاليسي کان پوءِ اهڙي قسم جو تعصب پيدا ٿيو. جنهن هندن کي وڏ کان وڏ نوڪريون ڏياريون.

پر انهيءَ ڳالهه جي ڪري هيٺين طبقي جا ماڻهو سرڪاري دباءَ ۾ اچي مسلمان ٿيڻ لڳا. اهڙي ريت هڪ ئي وقت ٻه مخالف صورتون اڀرندي نظر اچڻ لڳيون. گدومل ۽ ٻيا عامل سنڌ جي دربار ۾ وزير ٿيا. ڪن مسلمان اميرن جهڙي پوشاڪ پائڻ جي اجازت مليل. مٿن ڏل معاف ٿي ۽ ڪين 'ديوان' چئي مخاطب ڪيو ويو، پر هندو پاڻ وٽ نه مورتي رکي سگهيو ٿي ۽ نه پنهنجن مندرن ۾ گهنڊ وڄائي سگهيو ٿي. اهي خميس شام کان ڇنڇر صبح تائين پنهنجن گهرن ۾ بند رهندا هئا، جو ڪين ڏپ هوندو هو ته متان ڪو مسلمان انهن چوي ته هن جمعي پاڪ جي ڏينهن ڪين 'الله' يا 'رسول' چوندي ٻڌو هو- ۽ تنهن ڪري اهي هاڻي مسلمان آهن. هندو ڪنهن به عربي ڪتاب کي انهيءَ ڊپ کان هٿ به نه لائيندا هئا ته متان اهو قرآن شريف نه هجي، جنهن کي هٿ لائڻ سان هو تعصبين جي نظر ۾ مسلمان نه ٿي پون. برطانوي محقق جهڙوڪ رچرڊ برٽن (Richard Burton) لکيو آهي ته هندو ڪڏهن به 'رسو' يا 'رسي' لفظ نه اچاريندا هئا، جو ڪين اهو ڊپ هوندو هو ته متان ڪو انهن چوي ته هنن 'رسول' چيو آهي. انهيءَ ڪري اهي هميشه 'رسو' يا 'رسي' جي بدران 'نوڙي' چوندا هئا. هڪ سنڌي شهزادي پنهنجي گهڙي هڪ انگريز کي بمبئي مان مرمت ڪرائي اچڻ لاءِ اهو چئي ڏني ته اها ڪنهن به بت پرست کي ڇهڻ به نه ڏني وڃي. انهيءَ انگريز کي تحفي طور هڪ تلوار ڏني ويئي، جنهن تي فارسيءَ ۾ اُڪريل هو: "مان وزن ۾ هلڪي آهيان پر دشمن تي ڀاري آهيان. سورمن مون کي هڪ لک هندن کي قتل ڪرڻ ۾ استعمال ڪيو آهي." ايتري قدر جو آزمودگار مدبر گدومل کي، جنهن ڪارڊنيل وولزي (Cardinal wolsey) وانگر ملڪ لاءِ امتيازي خدمتون سر انجام ڏنيون، تڏهن قتل ڪيو ويو جڏهن سندس ڏيءَ دروپدي مسلمان شهزادي سان شادي ڪرڻ بدران پنهنجو انت آندو.

تنهنڪري برطانوي مبصر عجب ۾ آهن ته هندو اهڙي هنڌڪيئن رهيا پيا آهن. ڊاڪٽر جيمس برٽن (Dr. James Burton) لکي ٿو: "اهو سچ پچ سمجهڻ ڏکيو آهي ته هن ملڪ ۾ ڪيترن هندن رهڻ جاري رکيو هوندو. حقيقت ۾ اهو انهيءَ شخص جو سنهنڌ آهي، جيڪو هو پنهنجي ڌرتي ۽ اِن جي وڏڪار سان وندي ٿو، جتي هو نپجي ٿو."

اهو تصوير جو هڪ رخ آهي. ٻيو رخ اهو آهي، جيڪو ايسٽوڪ (F.B. Eastwick) لکيو آهي: "جڏهن اسان شڪارپور ۽ حيدرآباد پهتاسين ته اتان جا ايترا گهڻا ۽ ايترا شاهوڪار ماڻهو مليا، جيترا اسان جي حڪومت جي گهڻن خوشحال شهرن ۾ رهندا هئا." هو اڳتي لکي ٿو: "اسان جيئن ڪراچيءَ ۾ گهڙياسين ته اسان هنگلاج کان موٽندڙ ياترين سان ملياسين.... 'اها اولهه طرف ڏورانهين سرحد آهي، جيستائين هندستاني 'گهڻن ديوتائن کي مڃڻ وارو پنٿ' (Polytheism) ڦهليل آهي." هئملٽن (Hamilton) 1699ع ۾ سنڌ ۾ هوليءَ جي صبح کان شام تائين ملهائجڻ جو لکيو آهي: "انهيءَ جنوني ڏهاڙي تي هر عمر جا مرد، زالون ۽ ٻار گهٽين ۾ نچندا، ڳائيندا، ڍول ۽ جهانجهون وڄائيندا آهن."

سنڌ جي فتح کان چار سال اڳ، 5 نومبر 1839ع تي، ايسٽوڪ ڏياريءَ جو خوبصورت منظر ڏٺو. هو لکي ٿو: "ڏياري اچوڪي ڏينهن تي ٿيندي آهي. سمورو دريا ڏيائين سان جرڪيل هو. سچ پچ منظر ڏاڍو موهيندڙ هو. مسجدون ۽ ويران مقبرا- اڪيچار روشنين سان چمڪندڙ ۽ سموري اداس شان شوڪت سان انهن جو ڦهيل وڏو وهڪرو- ڪجهن جو جهڳٽو ۽ وچ دريا ۾ بکر جي قلعي واري ڀيتاري- انهن سڀني گڏجي هڪ عجب جهڙي تصوير جوڙي ڇڏي هئي. جلدي رنت ڪنهن شرڌالو لڪشميءَ جي آرتي ڪئي ۽ ڏيئڙن جو ڀير هڪ ٿنڀي ٿالهه تي رکي پاڻيءَ ۾ ڇڏي ڏنو ٿي."

هتي سنڌي مسلمان، هندن سان گڏ ڏياري ملهائيندا هئا. ظاهر آهي ته سنڌين اسلام جي سنڌي صورت ظاهر ڪئي هئي. خوش مذاقي سان گڏجي رهڻ جو اهو هڪ مثال آهي ته جڏهن مير سرفراز خان گدومل جي نئڏي قد تي چرچو ڪيو ته هن فارسيءَ ۾ ورائيو: ”مڙس ماڻهوءَ جي پرک لڙائيءَ جي ميدان تي ٿيندي آهي. آڱوٺو جيتوڻيڪ ننڍو هوندو آهي پر آڱرين کان وڌيڪ اهم آهي.“

هڪ پيري سنت ڪوي شاهه عبداللطيف پنهنجي هندو دوست مدن کي چيڙيندي پڇيو: ”حشر وہل حساب ۾، ڪافر ڪندا ڪيئن؟“ ان وقت مدن ورندي نه ڏني. پوءِ جڏهن اهي دريا جي پتڻ تي پهتا ته ٻيڙي رواني ٿي چڪي هئي. مدن ڪجهه وڌيڪ پيسا ڪڍي ٻيڙي واري کي ڏيکاريا، جنهن ٻيڙي روڪي کين پاڻ سان کنيو. ان وقت مدن شاهه ڏانهن مڙي سندس سوال جو جواب ڏيندي چيو: ”هٿ جنين جو هيئن، سي پهرين پتڻ پار ڪن.“

گهڻا سنڌي هندو آڳاٽي زماني کان سنڌ ۾ ئي هئا. جڏهن محمد بن قاسم سنڌ جي گادي واري هنڌ اروڙ تي قبضو ڪيو ته گهڻا هندو اتر ۾ پنجاب ڏانهن لڏي ويا. اهي اڃا تائين اروڙا چوائجن ٿا. باقي ٻيا پاڻ بچائي ملتان، جيسلمير ۽ ڪڇ ڏانهن وڃي نڪتا. منجهائن گهڻا پوءِ مغل ـ ڪلهوڙا دؤر ۾ واپس موٽي آيا. هتي هڪ پنجابي خاتون، وملا سنڌي آهي، جيڪا اندرا گانڌيءَ جي سيڪريٽري آهي. ان کان سواءِ ڪي ـ ايل ـ پنجابي نالي هڪ سنڌي آءِ ـ سي ـ ايس (ICS) پڻ هو. آڏواڻي ملتان کان؛ ملڪاڻي، ٿڏاڻي ۽ رام چنداڻي جيسلمير کان؛ ڪرپالاڻي ڏور پرياگ کان ۽ ڀاڳچنداڻي ايوڌيا کان آيا. اهي سڀ درجن ٻيڙهيون اڳ پنهنجي وڏن جي نالن پويان سڃاتا وڃن ٿا. رکيو شاهاڻي ٻين کان نيارا آهن، جيڪي لاڙڪاڻي جي امير، شاهه بهارو جي نالي پويان سڏجن ٿا. هو ماڻهن ۾ ايڏو ته مقبول هو جو

سنڌس مٽ مائٽ، دوست ۽ ايتري قدر جو ملازم پڻ پاڻ کي 'شاهاڻي' سڏائيندا هئا. ڀاڳناڙي گهڻو پوءِ بلوچستان مان شڪارپور ۾ آيا. عام خيال جي ابتڙ، عامل ۽ ڀائيبند مختلف آکهن جي ساڳئي گروهه سان تعلق رکن ٿا. جيڪي ماڻهو نوڪرين ۾ گهڙيا، اهي 'عامل' سڏائڻ ۾ آيا، ۽ جن ماڻهن واپار جو پيشو اختيار ڪيو، اهي 'ڀائي هندو' (ڀائيبند) مشهور ٿيا.

ڀيرومل مهرچند جو سماجياتي اڀياس ڏيکاري ٿو ته لکي، ٺاڪراڻي، ساڳراڻي، چينملاڻي، لڪاڻي، لُلا، ماڻا ۽ چاپڙيا پاڻ ۾ سؤٽ آهن. ساڳي طرح آڏواڻي، سيتلاڻي، ساڌواڻي ۽ شامداساڻي به پاڻ ۾ سؤٽ آهن. چنديراماڻي، ڀمڀاڻي، ڪرناڻي ۽ ڪرپالاڻي- سڀ 'چنگهه' آهن. ٿڌاڻي، رائسنگهاڻي، گيهاڻي- 'ڪنگر' آهن. چنناڻي، هنگوراڻي ۽ جهانگياڻي – سڀ 'ڀوجا' آهن. ڪيسواڻي، امبواڻي، مواچنداڻي ۽ ڀڳواناڻي – 'ڪڪڙيجا' آهن. اجواڻي، ڀاونااڻي، گدواڻي ۽ جڳتياڻي پاڻ ۾ ويجها مٽ آهن ۽ ميرچنداڻي، مهتاڻي، موورجاڻي، سدا رنگاڻي ۽ ماکيجا به ساڳي طرح ڳنڍيل آهن. بلواڻي، ملڪاڻي، رامچنداڻي ۽ رام رکياڻي – سڀ 'درزي' آهن.

سنڌي مسلم سماج، هندو سماج کان گهڻو مختلف آهي. سنڌ جا آڳاٽا رهواسي ڪولهي ۽ سنٿال آهن، تنهن ڪري اسان وٽ سنڌ ۾ اڃا تائين ڪي ڪي 'منڊا' لفظ آهن. ساڳئي سبب ڪري گهڻن سنڌين وٽ اڃا تائين ويهن تائين انگن ڳڻڻ جو 'وجيسيمل' (Vigesimal) سرشتو آهي. جڏهن ڪو سنڌي ٻار الي - ڏڪر راند کيڏندو آهي ته آهي، ته هو 'هڪ - ٻه ٽي' ڳڻڻ جي بدران، ڏکڻ هندستاني آنگ 'وڪٽ - لين - مون - ناڙ' ڳڻيندو آهي.

ان کان پوءِ جاٽ ۽ ميد آيا. ڪاٺئن پوءِ عرب، ترڪ ۽ افغان آيا. هن وقت سيد مذهبي اڳواڻ آهن. شيخ اوچين ذاتين مان مسلمان ٿيل آهن. بلوچ بلوچستان جي پيٽ ۾ سنڌ

۾ وڏيڪ آباد آهن. جيئن گورکا نيپال جي پيٽ ۾ هندستان ۾ وڏيڪ آهن ۽ پوءِ عام طبقي جا ماڻهو آهن – مارو، سنجر، پنوهر، ملاح، منگڻا، سوڏا، ڏاتي، گنڊرا، ريباڙا، ڪڇي، ڪوهيارا، مهاڻا، اوڏ، مڪراني، شيدي (حبشي). اسان وٽ ماڻلي‌ءَ ۾ هڪ مزيدار قبائلي قوم 'لنڊ' رهني ٿي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي ٽين صديءَ ۾ آباد ٿيل 'هن' آهن. جڏهن رچرڊ برٽن ڪنهن 'اشرف' کان پڇيو ته پيون اوچيون ذاتيون ڪهڙيون آهن؟ ته هن وراڻيو "سيني کان اول اسان آهيون، ٻئي نمبر تي سيد آهن، پوءِ فتح عليءَ جي اڙ. آکهه آهي، باقي بي سڀ 'ڪٽ خلق آهن!"

مسلم دؤر ۾، سنڌ ۾ هندو وجود جو مچڻ لائق بهتر صورت ۾ نمايان عنصر، پنجاب ۾ سِک-پنٿ جي اوسر هو. سناتن ڌرم ڏکهي مسلم دؤر هيٺ سڪرات ۾ هو. پر سِک-پنٿ پاروٿي سنڌي وادو منڊل ۾ تازي هوا جي مثل آيو. ٻئي صوبا پاڙيسري ملڪ هئا. سنڌن رهاڪو پاڻ ۾ ويجها مائٽ هئا ۽ سنڌن زبانون هڪ ٻئي سان مانوس ۽ ڳنڍيل هيون. انهيءَ حقيقت سِک-پنٿ کي چڱيءَ طرح وڌڻ ويجهڻ جو موقعو ڏنو. چيو وڃي ٿو ته گرو نانڪ ديو پنهنجي سير سفر جي دوران شڪارپور به آيو هو. ڪنعيا لال نالي هڪ سنڌي گرو گوبند سنگهه سان شامل ٿيو. هن لڙائيءَ جي ميدان ۾ زخمين کي پاڻي پيارڻ جي خدمت جو فرض پاڻ تي هموار ڪيو. هن رڳو زخمي هندن کي نه پر زخمي مسلمانن کي به پاڻي پياريو ٿي. پر ڪن سِکن دشمن جي سپاهين کي پاڻي پياري جيئارڻ تي اعتراض ورتو. اهي ڪيس گروءَ وٽ وٺي ويا، جنهن نه رڳو سنڌس انهيءَ عمل کي ساراهيو پر ڪيس سنڌ ۾ سِک-پنٿ جي پرچار ڪرڻ لاءِ روانو ڪيائين. سنڌ ۾ هو 'ڪٽ واري پاڻي' جي نالي سان مشهور ٿيو. چاڪاڻ جو هو پنهنجو وياڪياڻ ڪٽ تي ويهي ڏيندو هو.

ڀائي ديال سنگهه جڏهن گروءَ جي لشڪر جي خدمت ڪندي پيو ٿيو ته کيس هڪ تلوار، هڪ ڪرپان، هڪ چڪر ۽ هڪ نيزو ڏيئي اهو چئي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو ويو ته وڃي سنڌين ۾ همت پيدا ڪري.

مهاراجا رنجيت سنگهه، مانڪ سنگهه کي هالائي جي پليءَ تي چاڙهي، هٿ ۾ گرو گرنٿ صاحب ڏيئي موڪليو ته هو اهو وڃي حيدرآباد ۾ رکي. انهيءَ مقصد لاءِ ميرن کيس زمين ڏني، جتي مشهور ’اڪال پونگا‘ جوڙيو ويو. جڏهن گردواري ۾ ڪيرتن مهل دهل ۽ ساز وڄڻ لڳا ته مسلمانن اعتراض ورتو ۽ مسجد جي پرسان ڳائڻ وڄائڻ کان منع ڪيائون، جيڪا لکيو-لڳ هئي. اول ته ميرن ’اڪال پونگا‘ کي اتان ڪڍي ٻئي هنڌ قائم ڪرڻ جو چيو، پر اهو محسوس ڪندي ته اها ڳالهه لاهور دربار کي ناراض ڪندي، ’اڪال پونگا‘ کي اتي ئي رهڻ ڏنو ويو- ۽ پوءِ ان جي بدران انهيءَ پراڻي مسجد کي عورتن لاءِ مخصوص ڪيو ويو. پر انهيءَ ۾ ڪابه عورت ڪڏهن به نماز پڙهڻ لاءِ نه ويٺي ۽ اها تالابند ئي رهي.

گرو نانڪ جي ٻن پٽن - بابا لکمي چند ۽ بابا سري چند - پرچارڪن جي ’جگياسو‘ ۽ ’آداسي‘ فرقن جي شروعات ڪئي، جن گهڻا ئي مندر قائم ڪيا. منجهانئن هڪ باوا گرپت صاحب هو، جيڪو گرو نانڪ جي ٻارهين پيڙهيءَ ۾ پيدا ٿيو هو. هن سنڌي سماج ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته سنڌي هندو سک شاسترن سان تمام گهڻو مانوس آهن. اڄ ڪالهه جي - ايم - سيد پارا سنڌي مسلمان اکيوان پڻ محسوس ڪن ٿا ته سنڌين ۽ پنجابين لاءِ گرو نانڪ جون سکيائون فائدي مند ثابت ٿينديون.

مسلمان حڪومت مسلمانن سان ترجيحي سلوڪ ڪندي هئي. ايتري قدر جو ولن هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ انصاف جي تور - ماپ جون تارزيون جدا هيون. پر انگريزي راڄ اچڻ

سان اهو طريقو ختم ٿيو. ٻنهي ڌرين کي هڪ جهڙا موقعا مليا سان، هندو تعليم ۽ واپار ۾ روايتي دلچسپيءَ جي ڪري مسلمانن کان اڳيرو ٿيڻ لڳا. جلد ئي اهي نوڪرين، ڌنڌن واپار ۽ ڪارخانن ۾ ترقي ڪرڻ لڳا ۽ مسلمان زمين ۽ دستڪاري ۽ پورهئي جي ڪم تائين محدود ٿي ويا. ايتري قدر جو جڏهن ورهاڱو ٿيو ۽ مهاجر سنڌ ۾ پهتا ته ڪن اهو فڪر هو تہ سنڌ ۾ پاڪستان ڪيئن قائم ٿي سگهندو. اهو چوڻ لڳا: "سنڌ جي حيدرآباد ۽ ڪراچي کان ته لکنؤ ۽ پٽنا ۾ مسلمان وڌيڪ آهن."

سنڌين جا هميشه ڏيساور سان واپاري ناتا هئا. سنڌن چوڻ هو: "اُتم کيتي، وچندڙ واپار، نيچ نوڪري ۽ پنڻ بيڪار." هزارين ورهيه اڳ، 'پاڻي لوڪن" (Phoenicians) جي حيثيت سان انهن اولهه - يونوچ سان واپار ڪيو هو ۽ اتي آباد پڻ ٿيا هئا. شاهه لطيف جو خوبصورت 'سُر سامونڊي' لنڪا، جاوا ۽ چين جي ساليانی واپاري مهمن جي باري ۾ آهي. 1869ع ۾ سئيز واهه جي کلڻ سان واپار جي واڌاري لاءِ چڱي حيرت انگيز در کلي پيو. سنڌ جي هنر ۽ ڪاريگريءَ جي ڪم جي شروعات ڪرڻ سان ڪين "سنڌ ورڪي" ڪوٺيو ويو، جن جلد ئي سوٽي ڪپڙي، قيمتي تحفن ۽ هيرن کي سموري رستن ۾ قطاري ڇڏيو.

جڏهن انگريزن سنڌ جون واڳون ورتيون ته هندن وٽ زمين ذرو به نه هئي. انگريزن رٽائرڊ عملدارن کي زمينون ڏنيون، جيڪي گهڻو ڪري هندو هئا. شاهوڪار ماڻهن بازار جي اگهه سان زمينون خريد ڪرڻ شروع ڪيون. فضول خرچ مسلمان زميندارن پنهنجون زمينون هندو واڻين وٽ گروي رکڻ شروع ڪيون. گرويءَ جو رقمون واپس نه ڪرڻ جي ڪوتاهي ڪري، انهن پنهنجين زمينن تان هٿ کنيو ۽ هندو انهن جا مالڪ بڻجي ويا. انگريزي راڄ جي هڪ صدي دوران، انهن

زمين جو لڳ ڀڳ 40 سيڪڙو حاصل ڪري ورتو. ڇهو وڃي ٿو ته وڏيءَ 20 سيڪڙو وٽن گروي پيل هيون. ڪن مسلم ليگي اڳواڻن - خاص ڪري سر عبدالله هارون - انهيءَ ڳالهه مان وڏو ڳالهوڙو بنايو. عبدالله سائيڪلون مرمت ڪندڙ جي دڪان تي چار آنا ڏهاڙيءَ تي زندگيءَ جي شروعات ڪئي هئي ۽ ڪروڙپتي ٿيو. ڪيش آباديءَ جي 30 سيڪڙو هندن سان ساڙ هو، جيڪي 40 سيڪڙو زمين جا مالڪ ٿيا هئا. ڪيس آباديءَ جي 30 سيڪڙو هندن سان بنيادي ڪنهاءَ ڏسڻ ۾ نه آيو، جن وٽ مسلمانن جي راڄ ۾ زمين جو ذرو به نه هو. گهڻن مسلمان زميندارن کي اها سڌ هئي ته مسلمان زميندارن نٿي چاهيو ته تعليم پکڙجي عام ٿئي، جو ڪين اهو ڊپ هو ته پڙهيل هارين جو ايندڙ نسل وڏيڪ حقن جي گهر ڪندو.

انهيءَ زمين جي مالڪيءَ جي تبديليءَ جا حقيقي به سبب هئا: پهريون ته هندو، جيڪي صدين کان زمين لاءِ بڪايل هئا، تن زمين لاءِ فطري انساني خواهش محسوس ڪئي ٿي - ۽ هاڻي انهن ائين ڪرڻ لاءِ هٿ پير هنيا ۽ ٻيو نادار مسلماني عادتون، هندو ڏاهپ ۽ هوشياريءَ جي مقابلي ۾ هيون. مسلمان ۾ هوند کان وڌيڪ خرچ ڪرڻ جي عادت پيل هئي، جڏهن ته هندوءَ ۾ بچائڻ ۽ سيڙائڻ جو وڌيڪ لاڙو هو. مشهور چوڻي آهي ته جڏهن هندو وٽ ناڻو هوندو ته هو 'جاءِ مٿان جاءِ جوڙائيندو، ۽ جڏهن مسلمان ناڻو ڪمائيندو ته 'جوءِ مٿان جوءِ' آڻيندو.

مسلمان روايتي طرح واپار ۾ پوئتي پيل آهن. مغلن توڙي انگريزن ڀيرين، هندن کي واپار ۾ پڙ مڃيو آهي. عزيز احمد جي 'مرزا نامہ' ۾ 16 صديءَ جي مسلمان امير - شاهيءَ کي صلاح ڏني آهي ته "جيڪڏهن ڪهن اڪاري رقم جي ضرورت آهي ته هندو 'مهاجن' کان وٺڻ گهرجيس. جنهن کي مسلمان

مغل واپاري تي ترجيح ڏيڻ گھرجي، پوءِ چاهي وياج کان سواءِ رقم اڏاري ڏيندو هجي. ڪيس ڪنهن مغل جي دوڪان تان خريداري ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجيس، نہ تہ انهيءَ جي معنيٰ خريد ڪيل شيءِ جي ڇوڏي قيمت ادا ڪرڻ ۽ وڏو نقصان سهڻ، ۽ آخر ۾ وچ بازار ۾ انهن دڪاندارن ڇوڏي لپاڙ پريل بڪ پڌڻ. ٻئي طرف، هڪ هندو مطمئن هوندو پوءِ چاهي هو وياج جي رقم گهٽ وٺندو هجي. هو ٿوري ڪٽڻي گهڻي برڪت ۾ يقين رکي، ٿورائتو ٿيندو."

رابرٽ ڪلائيو (Robert Clive) ڪي پڻ ساڳيو تجربو ٿيو. هو لکي ٿو: "اهي ٿلها هٽ ڪاڙ مسلمان (Moor men) سرڪاري خزانو عيش. آرام تي لٽائين ٿا. حقيقت ۾ منهنجي خيال ۾ رقم وصول ڪرڻ جو ڪم هندن (Gentoos/Gentiles) کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي سپرد نہ ڪرڻ گهرجي، جو اهي هميشہ پنهنجي ڪمائيءَ مان گهٽ خرچ ڪندا آهن ۽ ڪيڏن جڏهن بہ چئبو آهي تہ رقمن جي ڪوٽ لوٽ جو پورائو ڪري سگهندا آهن."

ڪن اڳواڻن مسلمانن جي معاملن کي سڌارڻ جي ڪوشش بہ ڪئي. جي - ايم - سيد ڪين شاديءَ جي تقريبن ۾ فضول خرچي ڪرڻ کان منع ڪئي. هن ڪين شلوار ۽ پٽڪي جي ماپ 20 والن مان 3-4 والن تائين گهٽائڻ جي صلاح ڏني. ايتري قدر جو هن ڪين منٿ ڪئي تہ سال ۾ رکيو هڪ پيرو نہ وهنجن. سنڌ صوبائي مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت سان هن مسلمانن لاءِ واپار ۾ جيءَ لڳائڻ جي باقاعدي مهم هلائي. پر انهيءَ ۾ ڊگهو عرصو درڪار ٿيندو. مولانا ابوالڪلام آزاد لکي ٿو: "رکيو چڱيءَ طرح بوٽ پائڻ جو طريقو ڄاڻڻ لاءِ سموري ڄمار لڳي ويندي آهي."

پير حسام الدين راشدي مسلم سماج ۾ مذهبي پابندين ۽ لٽچاڻن جي انتهائن تي ٽنولي ڪئي آهي. هڪ پاسي هو ايڏي

سخت پردي جا پابند هئا جو ڪنهن حامله عورت کي، پڻ 'زناني' ۾ انهيءَ ڊپ کان وڃڻ جي اجازت نه هئي ته متان سندس پيٽ ۾ پٽ نه هجي، جيڪو پردي دار سونهن ڏسي نه وٺي. هتي پاسي عام طرح ڏسبو آهي ته ڪنهن موهيندڙ عورت کي ڏسندي، منجهانئن ڪيترائي هڪ هٽ سان 'مڇن کي وٽيندا ۽ نازيبا طريقي سان کنهندا رهندا آهن.

مسلم سماج جي پسمانده ڪيءَ لاءِ وڏي ذميداري 'ملائن تي عائد ٿئي ٿي. منجهانئن گهڻا جيترو جاهل هئا ۽ اوترو ئي متعصب. مذهب جي چاڻ ڪانسواءِ، اهي گهڻو ڪري غير تڪراري مسئلي تي جدا ٿي ورهائجي ويا. هڪڙي 'حقي کي غير اسلامي چيو ته ٻئي 'ناس' کي اسلامي ڪوٺيو. اهي بي انتها دلملن ۽ الجهيل رهيا ته. اچي ٽيندڙ ڏاڙهي کي 'ڳاڙهو يا ڪارو رنگ هڻڻ اسلامي آهي يا نه. ٻين وري انهيءَ مسئلي تي دليل بازي ڪئي ته نماز جي وقت هٿ ٻڌل هڻڻ گهرجن يا ڪليل — ۽ جيڪڏهن ٻڌل هجن ته اهي سُونٽيءَ کان مٿي هجن يا هيٺ. پروفيسر هوتچند گربخشاڻي 'شاهه جي رسالي' جي بهترين ترتيب ڏني آهي، جنهن کي اڄ تائين ڪلاسيڪي ڪري مڃيو وڃي ٿو. پر مولانا نظامانيءَ انهيءَ بنياد تي اهو رد ڪري ٿو ته 'گهڻن ديوتائن جو مڃيندڙ' (Polytheist) ڪوبه هندو ڪنهن به 'توحيد پسند' (Monotheist) مسلمان شاعر جي روح تائين پهچي نٿو سگهي!

گهڻن ملائن جي اها چسائپ ۽ جاهليت آهي، جنهن سنڌ جي ٻن عظيم شاعرن، شاهه ۽ سچل کان ڪين صاف لفظن ۾ ڪُوڙو ڇڙوڙايو. شاهه چوي ٿو: "ملان نه ڇنوس، اهي ويڪو مال آهن. موتي ڏيئي، هي ماس ٽڪر وٺن ٿا؛ ڪليل اکين سان هي ريٽيءَ ۾ ٽپوون هڻن ٿا."

سچائي الله، ٽبي ڏناڻون ڏوڙ ۾.

سچل وٽ اهڙن غير معقول ملائن جو هڪڙو ئي علاج هو: ”ڪنڌ ملان جي ٽوڙهه“. جي - ايم - سيد هاڻي ملائن تي قانوني بندش وجهڻ جي صلاح ڏني آهي، جيڪي فرقيوارانه فساد ڦهلائين ٿا يا اهڙي سياست ۾ حصو وٺن ٿا.

هندن برطانوي دؤر ۾ ڊراماڻي ترقي ڪئي. شروع ۾ برهمڻ، واڻين ۽ ڪائستن جهڙن اوچ ذاتين هندو ڌرم ۾ رهيون ۽ رڳو زميندار، هاري، ڪاريگر ۽ سپاهي مسلمان ٿيا. تنهن ڪري اڳوڻو ذاتين جو فرق هاڻي عقيدن جي فرق سان ڳنڍيو ويو. ٿواڻ اچڻ سان، ذات پات جي فرق جي جاءِ تي طبقن جي فرق کي لاڳو ڪيو ويو. اها حقيقت آهي ته هندن جي 'اوچ ذاتين جو طبقو' شهرن ۾ آباد هو، جنهن رڳو فرق کي وڌايو ۽ ويڇي ۾ واڌ آئي. انهيءَ ڳالهه مسلمانن کي ورچائي وڌو. ملائن کي ڇڏيو، اهي چائي چم ڪان هندو - دشمن هئا، پر هڪ پيري کهڙي پڻ چمي ڏنو: ”اڄ ڪالهه مسلمان عورتون هندن جي گهرن ۾ برتن صاف ڪن ٿيون. سون کي انهيءَ ڏينهن جو انتظار آهي، جڏهن هندو عورتون مسلمانن جي گهرن ۾ برتن صاف ڪنديون.“ پر جي - ايم - سيد مسلم ليگ ۾ پنهنجي تجربي کان پوءِ - جنهن کيس ڏکويو ۽ ڏاهو به بنايو - چيو: ”مسلمانن جي پس ماندگيءَ لاءِ هندن کي ڇو ڏوهه ڏجي؟ هر روز صبح جو جڏهن هندو ٻار وهنجي اسڪول وڃي ٿو ته اڻ وهنتل مسلمان ٻار گنديءَ گهٽين ۾ ٻلورن سان کيڏندي ڏسبو آهي.“ ايتري قدر جو هڪ پيري سيد مشورو ڏنو ته سرڪاري نوڪريون رڳو عاملن کي ڏيڻ گهرجن، هن کين ايڏو سٺو سمجهيو.

وڏو وزير الله بخش يقينا قوم پرست هو، ته ٻيو وڏو وزير سر غلام حسين هدايت الله غير فرقي پرست هو. هو شڪارپور جي دلهني مل جو پٽ هو، جنهن هڪ پٺاڻ ڇوڪري حُر بيبيءَ سان شادي ڪئي هئي. ٻنهي گڏجي آرام سان زندگي گذارڻ

ٿي چاهي، پر ڪوتاهه نظر هندو سماج کين گڏجي رهڻ نه ڏنو. تنهن ڪري اهي پٺي هردوار ڏانهن هليا ويا. ڪجهه وقت کان پوءِ، وطن جي ڇڪ کين واپس شڪارپور آندو. پر هندو سماج وري به کين ڇڏڻ سان ويهڻ نه ڏنو. تنهن ڪري هندن جي طعنن کان بچڻ لاءِ دلهنو مل مسلمان ٿيو.

جيتوڻيڪ سر شاهنواز ڀٽي پنهنجو پاڻ کي 1947ع ۾ جهوناڳڙهه جي ديوان جي حيثيت سان ڳالهرو ڪيو، جڏهن رياست پاڪستان سان شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيو، پر هو سنڌ ۾ ڪڏهن به فرقي پرست نه رهيو .... .... .... .... سر ڀٽو جي بيگم، جنهن 'زلفي' کي جنم ڏنو هو، پاڻ هندو هئي. مسلمان ٿيڻ کان اڳ سندس نالو لکان ٻائي هو. شيخ اياز جي ماءُ به شڪارپور جي هندو شريعتي دادن ٻائي هئي.

هندو ۽ مسلمان، شيعا ۽ سني امن ۾ رهندا هئا، سکر ضلعي کان ٻاهر فرقيوارانه فساد اڻاتل هو. سنڌي مسلمانن جهاد جو نعرو 'نعرهء تڪبير' 'الله اڪبر' رکيو خلافت تحريڪ کان پوءِ ٻڌو. 1943ع ۾ مياڻيءَ جي جنگ ۾ 'الله اڪبر' جو نعرو نه بلڪ بلوچي نعرو لڳو هو: "مرويسون مرويسون سنڌ نه ڏيسون." جهيڙو چڱي ڳالهه نه سمجهيو ويندو هو، جنهن لاءِ چوڻي مشهور هئي: "هاهڙ ڪجي، هوهڙ ڪجي، هو نه پڇجي ته پاڻ پڇجي." ظلم ۽ ڏاڍ خلاف سنڌي رد عمل تشدد نه پر 'پونبو' يا 'بجو' هوندو هو، جنهن سان گڏ 'نڪتيدار گار جو جملو به هوندو هو.

سنين جي شريعتي هدايتن جي برعڪس، سنڌ ۾ شيعا ۽ سني گڏجي حسن ۽ حسين جو ماتم ڪندا هئا ۽ 'پڙي جڳن ناث جي رٿ' کان اتسهاهت ٿي، تعزيا ڪيندا هئا. اهي تعزيا تيار ڪرڻ جو ڪم وڏي محبت جو هوندو هو. انهن کي پاڻيءَ ۾ لوڙهيو يا دفن نه ڪيو ويندو هو، بلڪ سڄي

سجاوٽ مٺائن لاءِ ڇڏيندي هئي- ۽ هر سال آءٌ ٽئين سر سينگاريا ويندا هئا. هندو تعازين تي ناريل ۽ پتاشا پيٽ چاڙهيندا هئا. محرم هڪ اهڙو ڏڻ جهڙو موقعو هوندو هو، جنهن جو هندو توڙي مسلمان انتظار ڪندا هئا، جيئن هاڻي اسان 'ريپبلڪ ڊي ٽئبلو' جو ڪندا آهيون.

زندگيءَ جي هم آهنگ فيلسوفاڻي رويي جو هڪ عجوبو ڪراچي گوديءَ- ڪيماڙيءَ تي رام دلاري هوندو هو. هو ڀڳل هڏي جوڙڻ جو ايڏو ماهر هوندو هو، جو ڪراچيءَ جو سول سرجن ڪرنل جانسن پنهنجي پٽ کي وٽس وٺي ويو، جنهن جون ٽي هڏيون ٽٽي پيون هيون. رام دلاري فِي نه ورتي ۽ غريب توڙي شاهوڪار کي سختيءَ سان نمبروار ڏٺائين. جڏهن ٻن مهينن ۾ جانسن جو پٽ چاق ٿيو ته حيرت زده ڊاڪٽر رام دلاري کي اسپتال ۾ 150 رپين تي نوڪريءَ جي آڇ ڪئي. پر رام دلاري ماهوار 30 رپين تي گوديءَ تي چوڪيدار ٿي رهڻ کي ترجيح ڏني.

هڪ ڏينهن پير علي محمد راشدي پاڻ سان نواب شاهه جي راءِ بهادر هوتچند کي رام دلاري وٽ هڏي چاڙهائڻ لاءِ وٺي ويو. جڏهن راءِ بهادر جو وارو آيو ته رامدلاري سندس ڀڳل هڏي چاڙهي ۽ تڏهوڪي هڙڪيل مسلم ليگي راشديءَ کي سڏائين. رام دلاري ڏانهس ڏٺو ۽ چيائين: "پٽ، تون خوش گذاريندين، جيڪڏهن هميشه اهو ياد رکندين ته زندگي پاڻيءَ ۾ هڪ پني ٽڪر مثل آهي. اها بس ختم ٿي ويندي- اڄ نه ته سڀاڻي." ظاهر آهي ته انهيءَ ڳالهه راشديءَ کي ڏاڍو احساس ڏياريو ۽ هن اها ڳالهه پنهنجي يادگيرين ۾ لکي آهي.

طوفان جون مهربانيون ٿيون، جنهن هندستان کي لوڏي ڇڏيو ۽ سنڌ پاڪستان جو حصو بنجي وئي. مڪاني هندو سنڌ ڇڏي ويا. پر اطمينان جي ڳالهه آهي ته سيني ڳالهين کي مدنظر

رکندي احساس اوکا نه ٿيا. گهڻن سنڌي شرنارٿين ياد گيري طور پاڻ سان ”سنڌو جل“ ۽ ”سنڌ جي مٽي“ به آندي. مشهور سنڌي صحافي پير حسام الدين راشدي لکي ٿو: ”حقيقت ۾ اهي هندو ئي هئا، جن سنڌ جي تعمير ڪئي. انهن ڪيس سينگاريو. انهن دنيا جي چئني ڪنڊن مان دولت آڻي سنڌ کي شاهوڪار ڪيو. پر اڄ اسان انهيءَ جي سار سنڀال به نٿا لهي سگهون.“ هو اڳتي لکي ٿو: ”سنڌ جا اصلوڪا ڏٺي هندو آهن. وڻن تعليم، نوڪريون، واپار ۽ زمين هئي.“ هو سمجهي ٿو ته هندن مسلمانن جي مددگار وڏي ڀاءُ جي حيثيت سان ڪردار ادا نه ڪرڻ جي غلطي ڪئي. هو درست ٿي سگهي ٿو ته هندن کي مسلمانن لاءِ گهڻو ڪجهه ڪرڻ گهرجي ها. پر هندن جي قائم ڪيل اسڪولن، اسپتالن ۽ ٻين ادارن جا دروازا مسلمانن لاءِ به کليل هئا. ٻئي طرف ذولتمند مسلمان زميندارن ڪنهن لاءِ به- هندو توڙي مسلمانن لاءِ ڪجهه به نه ڪيو.

جي- ايم- سيد کي سنڌي هندن خلاف ٽي شڪايتون آهن: انهن هميشه آل انڊيا جي مفادن ۾ سوچيو، انهن سنڌيءَ ۾ گهڻائي سنسڪرت لفظ داخل ڪيا، ۽ انهن سنڌي مسلمان کي ”ڇڙ“ مان ”ڇٽ“ ڪوٺيو.

سيد بلڪل درست آهي- ۽ غلط پڻ. سڀني سنڌين آل انڊيا جي مفادن ۾ سوچيو چاهي اهي هندو هئا يا مسلمان. اهو درست آهي ته ڪن ٻي صف جي هندو ليکڪن سنڌيءَ ۾ سنسڪرت لفظ استعمال ڪيا. پر انهيءَ ٻوليءَ ۾، جيڪا اڄ ۾ ئي 70 سيڪڙو سنسڪرت هئي، ٻه سيڪڙو سنسڪرت جا وڌيڪ لفظ داخل ڪرڻ ڪو گناهه نه هو. ٻئي طرف صف- اول جي مسلمان ليکڪن سنڌيءَ کي وڌيڪ فارسي ۽ عربي لفظن سان ڳوڙهو ڪيو، جيڪو اسان جي مٺي زبان جي برداشت کان ٻاهر هو. جيتري قدر سڀني مسلمانن لاءِ- جنهن ۾ سر غلام حسين به شامل آهي- لفظ ”ڇٽ“ استعمال ڪرڻ جو تعلق آهي، ته اهو

بيشڪ افسوس لائق آهي. مڙي جي ڳالهه اها ته اصل ۾ اهي بلوچ هئا- جيڪي ڀاڻ اڻ پڙهيل هئا- جن سنڌي مسلمانن کي ’ڄٽ‘ يعني اڻ پڙهيل ڪوٺيو. هندو ٻار کي به، جيڪو پڙهڻ ۾ ڏڍ هوندو هو، چئبو هو: ”تون ڄٽ آهين ڇا؟“

اهڙي ريت ڏسبو ته سنڌي سماج جي هندو ۽ مسلمانن جي طبقن جي ناتن وچ ۾ تعليمي ۽ اقتصادي فرق هئڻ جي باوجود، تلخي نه هئي. مسلمانن پراڻن ديوتائن کي نون پيرن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. ڪيترن ئي هندن مسلمانن جي درگاهن تي حاضريون ڏنيون، جن موٽ ۾ صبح شام دهل ۽ نغارا وڄائي هندوءَ طريقو اختيار ڪيو هو. عام مسلمانن پنهنجي لاءِ ڪنڊو، ڪوڙو، مئو، ٻچو، وريو، سومر، اهڙا نالا چونڊيا ۽ عرب نالا نه رکيائون. مسلمانن ساڳيا پراڻا ذاتيون جاري رکيا، جن جهڙا موئن جي دڙي ۾ مليا آهن.

ٻارن جا جنم ڏينهن ملهايا ويندا هئا. هندن جي ’منڊڻ‘ وانگر مسلمان ’عقيقو‘ ڪندا هئا. اٺن ورهين جي ڄمار ۾، جڏهن عام هندو ’جڻيو‘ پائيندو هو ته مسلمان ڇوڪري جو ’طهر‘ ڪيو ويندو هو ۽ کيس پائڻ لاءِ زعفراني رنگ جي لنگي ڏني ويندي هئي. شاديءَ جا ڳجهه ساڳيا ٺيٺ سنڌيءَ ۾ هوندا هئا. هندو گهوٽ پنهنجي مردانگيءَ جو ثبوت ناريل ڀڃڻ سان ڏيندو هو ته مسلمان جو گهوٽ ٺڪر جي ٺڪڻي ڀڃڻ سان ڏيندو هو. هندو جوڙي وانگر مسلمان جوڙي جا مٿا ملائي لانئون ڏيئيون هيون. ٻنهي فرقن ۾، ويجهائپ ۽ محبت پيدا ڪرڻ لاءِ گهوٽ ۽ ڪنوار ٽرن جا ٻڪ ڀري ست ڀيرا هڪ ٻئي کي ڏيندا هئا. مسلمانن جو اهو عقيدو هو ته آڳاٽي رواج موجب جيڪي شاديون صبح ٿيڻ کان اڳ، ڀيڄ ڀڃيءَ جو ٿينديون، اهي وڌيڪ ڪامياب ٿينديون. شاديءَ جا رسوماتي راندڪا، هندن ٽوڙي مسلمانن وٽ ’ڏيو‘ ڇپا ويندا هئا. ٻنهي وٽ شاديءَ کان پوءِ، ستاوڙي تي گهوٽيتن ۽ ڪنواريتن جي دعوت ٿيندي هئي.

’تاريخ طاهري‘ گهڻو اڳي آهه پري: ”وٽن هر مهيني ڪيتريون ئي عيدون ٿين ٿيون.“ ايتري قدر جو هر مهيني جو پهريون سومر ۽ پهريون جمعو ڏڻ ۾ تبديل ٿي ويندا هئا، جيڪي ميلي ۽ ۽ دعوت سان معمور هوندا هئا.

عام حالت ۾ سنڌي مسلمان ڳائو گوشت نه کائيندا هئا؛ ۽ نه وري هندو سوئر جو گوشت. جڏهن راشدي - پاڳارن سڪر ۾ ڪوٽ ڏوٽ ۾ هوندا هئا- جيئن عام طرح هوندا هئا- پنهنجي ماني ’لنگر‘ تان حاصل ڪندا هئا، هو لکن ٿا ته انهيءَ مانيءَ ۾ دال، پوري، حلوو ڪچٽي، آچار پاپڙ، بصر ۽ ’ڪڙاهه پرساد‘ هوندو هو.

اهي ڀاهريان اتحاد ته اهم هئا ئي، پر سڀ کان اهم سنڌن فلسفي جي ايڪتا هئي. هندن پنهنجي پالڻهار کي هر شيءِ ۾ ڏٺو ٿي. سنڌ جي صوفي شاعر- سنتن سان به ساڳي ڳالهه هئي. اهي سڀ ’وجودي‘ هئا، جن ’خالق‘ ۽ سندس ’مخلوق‘ جي وچ ۾ فرق نٿي ڄاتو. پر ’شهودين‘ ائين نٿي ڏٺو. وٽن ’خالق‘ ۽ سندس ’مخلوق‘ جي وچ ۾- ۽ ديوتا ۽ ديوتا جي وچ ۾ ۽ ’ماڻهو‘ ۽ ’ماڻهو‘ جي وچ ۾ فرق هو.

ائنمري شمل جي لفظن ۾: ”سنڌ ۾ هندو ڌرم ۽ اسلام جي وچ ۾ تار ڪانه طور ڪي سرحدون ٻڌل نه هيون. انهيءَ قريبي ناتي جو هڪ ڪلاسيڪي مثال شاهه عبداللطيف جو ’سر رامڪلي‘ آهي، جنهن ۾ هي صوفي قرآن ۽ حديث مان ورتل معنيٰ ۾ جوڳين کي سازاهي ٿو. سچل سرمست ۽ سندس مريد ’خالص وجود جي ايڪتا، کي ڳائڻ کان نه هٽڪيا آهن، جيڪو پنهنجو پاڻ کي اڄهو ابو حنيفه ۾، اڄهو هنومان ۾، اڄهو ويدن ۾، اڄهو قرآن ۾ ظاهر ڪري ٿو.

اسلامي ’لااله الا الله‘ (جنهن جي معنيٰ آهي ته الله کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ناهي)، جي ٿئين سر تعبير ڪندي شاعر شاهه عبدالڪريم چيو هو: ”جيڪو وڪرو ڪندڙ خريدار ۽

وڪر ڪي ساڳي شيءِ سمجهي ٿو، اهوئي انهيءَ جي معنيٰ سمجهندو.“
شاهه لطيف چيو:

ايڪ قصر ڪئِي ڪوڙين گُهڙ ڪمون،
جيڏانهن ڪريان پرک تيڏانهن سڄڻ سامهون.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته هندو مسلم تعلقات جيئن ٻين صوبن ۾ خراب هئا، تيئن سنڌ ۾ نه هئا، اڃا تائين سنڌي هندو سنڌ کي آلين اکين سان ياد ڪندا آهن- ۽ سنڌي مسلمان وري هندن کي ڏاڍي آڪير مان سنڀاريندا آهن. پير حسام الدين ڏک مان چوي ٿو: ”سڪر هليو ويو، ساڪرو پڻ هليا ويا، اسان جا همر وطن هليا ويا، سندن گهرن تي هاڻي ڌارين جو قبضو آهي.“

سنڌ جو شيخ اياز چوي ٿو:

شاعر دريا آهي
جنهن جي ڪناري تي
مون ڏٺيون آهن
سرسوتي ۽ مهاڪالي
ٻئي گڏجي
چنڊ جي چانڊاڻ ۾ي رهيون هيون
اهي ٻئي گڏجي آيون آهن
دکهي عرصي کان پوءِ
بيشڪ اڄ جنم وٺندو
ڪو مها ڪوي!

بيشڪ مها ڪوي جنم وٺي چڪو آهي. اها سنڌ جي جواني آهي ۽ انهيءَ جي شاعري آهي- ’جيئي سنڌ!‘ ’جئه سنڌو ديش!‘.

# 19

## شاهہ، سچل ۽ سامي

ٻولي ۽ ادب سماج جي زندگي ۽ روح هوندا آهن. سنڌي ٻولي ۽ ادب، سنڌي زندگي ۽ فڪر جي گونا گونيت ۽ معيار جو عڪس آهن. سنڌي مجيءَ جي مختلف قسمن لاءِ 125 نالا آهن. حيدرآباد کان سمنڊ تائين، سؤ ميلن کان ٻہ گهٽ مفاصلي ۾ سنڌوءَ جا درجن کن نالا آهن — ساهڙو، سيتا، موگرا، پوپٽ، باڊو ۽ حجامڙو — جيڪي سنڌس گهڻو ٻورالي هجڻ جو ڏس ڏين ٿا. اُٺ کي ڪيترن ئي نالن سان سڏاڻو ويندو آهي، جيڪي سندس چمار، رنگ، بدني بيهڪ ۽ ڪردار ٻڌائيندا آهن.

سنڌي ٻوليءَ جا ست نمونا (لهجا) آهن — سرو (اُتر) وچولو، لاڙ (ڏکڻ)، ٿاريلي (ٿر)، لاسي (لس ٻيلو)، ڪڇڪي (ڪڇ) ۽ ڍاٽڪي (سنڌي — راجستاني).

سنڌي گهڻو ڪري عربي لپيءَ ۾ لکي ويندي آهي. انهيءَ حقيقت مان ڪي ماڻهو اهو تاثر وٺن ٿا تہ سنڌي ٻولي فارسي — عربي ( Persio - Arabic ) ٻولي آهي. پر اهڙي ڪا ڳالهہ ناهي. سنڌيءَ جا سٺر سيڪڙو کان ٻہ وڌيڪ لفظ سنسڪرت مان ورتل آهن. 'ماڻهو' جهڙي سنڌي لفظ جي آواز جي خصوصيت سنسڪرت جي لفظ 'منشِ' مان ورتل آهي. اڻويهين صديءَ جي وچ واري دور ۾ ڪن انگريز محققن سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ساراهہ جا ڏڪ ڀريا آهن. پروفيسر ارنيسٽ ٽرمپ پنهنجي،

يادگار ڪتاب Sindhi Alphabet and Grammer (1812). ۾ لکيو آهي: ”سنڌي سنسڪرت مان نڪتل نج ٻولي آهي، جيڪا اُتر هندستان جي ڏيهي ٻولين جي ڀيٽ ۾ ڌارين عنصرن کان گهڻو آزاد آهي.“

گريئرسن (Grierson) انهيءَ ڳالهه جي تصديق ڪري ٿو ۽ چوي ٿو: ”سنڌيءَ کان اڳ ’اپڀرنش پراڪرت‘ ٻولي رائج هئي، جنهن کي ’وراچڊ‘ چئبو هو.“

جان بيمس (John Beams) لکي ٿو: ”اها هڪ اڻ گهڙيل زبان آهي- جنهن جا پنهنجا ڪنڊاوان رستا آهن، پر انهيءَ جي باري ۾ منهنجي ذهن ۾ جهنگلي گلن جي سونهن جو ڪجهه قدر حصو الڪيو پيو آهي.... منجهس پنجاب ۽ سنڌ جي ڪٽڪ جي اڱي ۽ جهوپڙيءَ مان نڪرندڙ دونهين جو واس آهي. اها ٻولي هندستان جي اوپر وارين تنگدل ۽ علمي وارين ٻولين جي ڀيٽ ۾ بيحد گهڻو فطري ۽ مٺي موهيندڙ آهي.“

رچرڊ برٽن 1851ع جي موٽ ۾ لکيو هو: ”جيتري قدر سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو تعلق آهي، ته اهو سولائيءَ سان چئي سگهجي ٿو ته سنڌ جون واڳون سنڀالڻ مهل ڪنهن به ڏيهي ٻوليءَ ۾ ايڏو گهڻو ۽ ٿورين ٻولين ۾ به، لکيت ۾ مواد موجود نه هو.“

ڪئپٽن جارج اسٽئڪ (Capt. George Stack) لکي ٿو: ”مونکي هيستائين انگريزي زبان تي دنيا جي وڏيڪ خوبصورت ۽ تمام وڏي هئڻ جي حيثيت سان فخر هو، پر اها منهنجي اجائي سوچ ثابت ٿي، جڏهن مان سنڌي سکيس ته مون کي ٻٽا ورلي فعل مليا، جيڪي سنڌي خوبصورتين کي گهڻين هندستاني ٻولين کان جدا ڪن ٿا.“

هارورڊ يونيورسٽيءَ جي پروفيسر ۽ ٻولين جي ماهر، ڊاڪٽر اينمري شمل (Dr. Annemarie Schimmel) لکي،

لکي ٿي: ”جيئن تہ سنڌيءَ جو هر لفظ حرف علت تي ختم ٿئي ٿو، تنهن ڪري ان جو آواز مٺو آهي.“

اڄ ڪالهہ سنڌ ۾ سنڌي عربي - لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي. هندستان ۾ ديوناگري پڻ استعمال ٿئي ٿي. سنڌيءَ جي اصلوڪي لپي ڪهڙي هئي؟ بلڪ عربن جي فتح کان 300 ورهيہ پوءِ، محمود غزنويءَ جي دؤر ۾ مشهور تاريخدان البيروني ڏسي ٿو، جنهن ۾ ٽي لپيون استعمال ٿينديون ڏنيون - اردنا گري، سئنڌو ۽ مالواري، جيڪي ديوناگريءَ جون مختلف صورتون هيون.

جڏهن انگريز آيا تہ انهن پنڊتن کي سنڌي، ديوناگريءَ ۾ لکندي ڏٺو. واپاري - جن ۾ خوجا ۽ ميمڻ بہ اچي وڃن ٿا - ’موڙا‘ يا ’واڻڪا‘ خط استعمال ڪندا هئا، جن ۾ حرف-علت نہ هئا. هندو عورتون ’ گُرمکي ‘ استعمال ڪنديون هيون ۽ سرڪاري ملازم هڪ قسم جي عربي لپي استعمال ڪندا هئا.

برطانوي محققن سنڌي ٻوليءَ کي سنسڪرت مان نڪتل ڄاڻو ۽ ڄياڻون تہ انهيءَ لاءِ ديوناگري لپي درست ٿيندي. 1849ع ۾ انهن انگريزي - سنڌي ڊڪشنري ديوناگريءَ ۾ تيار ڪئي. هڪ سال کان پوءِ، انهن بائيبل جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪيو، جيڪو بہ ديوناگري لپيءَ ۾ هو. سرڪاري ملازمن جن مان گهڻا هندو هئا، بيوقوفي وچانءِ عربي لپيءَ کي نوازيو، جو انهن ديوناگري نٿي ڄاتي ۽ ڪين نئين سر سکڻي ٿي پيئي. (انهيءَ ساڳئي سبب ڪري، ورهاڱي کان پوءِ، بمبئي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي استادن عربي لپيءَ ۾ سنڌي ٻولي سيکارڻ لاءِ زور ڪيو، جنهن ڪري سرڪار سنڌيءَ لاءِ ٻنهي لپين جي اجازت ڏني.) عربي لپيءَ جي حامي ڪئپٽن برٽن ۽ ديوناگريءَ جي حامي ڪئپٽن اسٽئڪ سان هڪ وڏو بحث ڇڙي پيو. سنڌ جي سنڌ ڪمشنر سر بارٽل فريئر (Sir Bartel Frere) برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس کي رجوع ڪيو،

جنهن عربي لپيءَ جي حق ۾ انهيءَ بنياد تي فيصلو ڏنو ته مسلمانڪا نالا ديوناگريءَ ۾ نٿا لکي سگهجن. جيئن ته عربي لپي، سنڌي آوازن جو اظهار نٿي ڪري سگهي، انهيءَ مقصد لاءِ هڪ رٿا جوڙي ويئي. نتيجي ۾ اڄ سنڌي لپيءَ ۾ نه رڳو سيپئي پنهنجا آواز آهن، پر عربيءَ جا چارئي، ذ-ز-ض-ظ، اُچار پڻ موجود آهن، جيتوڻيڪ اها 'عربي' سڏجي ٿي، پر ڪو به عرب اها پڙهي نه سگهندو. گانڌي محسوس ڪيو ته مسلمانن ۽ هندن کي ورهائڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ کي عربي لپي ڏني ويئي هئي.

300 ق-م ۾ 'مهاڀارت' جو سنڌي ترجمو موجود هو. 346ع ۾ ڪشن راجا، واسديو-ستين سنڌيءَ جي سموري شاعريءَ ٺاهڻ جو حڪم ڏنو هو. پر اڄ انهن مان ڪا به شيءِ موجود ناهي. عربن سنڌ تي عربي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ناڪام ٿيا. انهن جي ڏاهن مقامي ٻولين ۾ ماڻهن لاءِ گهڻي ڪشش سان گڏ ٻيا ٻه گڻ ڏٺا. انهيءَ ڪري مولانا جلال الدين رومي (وفات 1273ع) پنهنجي 'مثنوي' ۾ لکيو:

هنديان را اصطلاح هند مدح،

سنڌيان را اصطلاح سنڌ مدح.

سنڌي جيڪا اڄ ڪالهه اسين سمجهون ٿا، لڳ ڀڳ اٺ سؤ سال پراڻي آهي. پر سڀ کان آڳاٽيون سنڌي لکڻيون رڳو ڇهه سؤ سال پراڻيون آهن. اهي سٺن فقيرن جون چيل سٺ ڳجهارتون (ماموئي) آهن. منجهائن ٻن مشهور ڳجهارتن قنڌار جي طرفان جوڪي جو چڙهائي ڏنو ۽ سنڌوءَ جي اوپر طرف وهڪرو مٽائڻ جي دعا ڪئي.

لڳ ڀڳ ساڳئي زماني ۾ اسماعيلي خوجن جون مذهبي لکڻيون متعارف ٿيون، جيڪي 'گنان' جي نالي سان ڄاتيون وينديون هيون. انهن عام ماڻهن سان مذهبي گفتگو لاءِ مقامي ٻوليءَ جو سهارو ورتو. سنڌ ن لکڻي ۽ اصطلاحن جو نمونو

گهڻو ڪري سمورو هندواڻو هو. ماڻهن کي صبح جو سوير اٿي ۽ عبادت ڪرڻ لاءِ، 'گنان' ۾ چيل آهي: "جاڳو جاڳو پائيڙا، رين وهائي" - "نه ته حورون اوهان سان هٿ، هٿ ۾ نه ملائينديون."

اهو مشهور آهي ته ٻيا سنڌي شاعر شيخ فريد ۽ خواجه نظام الدين اوليا جي درٻارن ۾ 'سنڌي ڪافي' ڳائيندا هئا ۽ البت پُشت به پُشت ڀون ڪيتريون ئي ڪافيون ڳايون وينديون هيون - ۽ تخليق جي عمل ۾ هونديون هيون.

سيني ۾ اهم شاعر، بڪر جو عالم ۽ مدبر، قاضي قادن (وفات 1551ع) هو. سنڌس گهڻا بيت ورهاڱي کان پوءِ، هرياڻا جي پواني ضلعي جي رائيلا ڳوٺ ۾ پنڊت هري داس جي مٽ مان مليا آهن. اهي ديوناگري ۾ اتاريل هئا. هو چوي ٿو:

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪي ڪين پڙهيام،
سو ڏيهه ئي ڪو ٻيو، جان ئي ڀرين لڌام.

هو هڪ ٻئي بيت ۾ چوي ٿو:

جوڳي جا ڳايوس، سڻو هئس نند ۾.

قاضي قادن هرياڻا جي هندو سنت دادو ديال کي متاثر ڪيو، جنهن خود سنڌيءَ ۾ شاعري رچي آهي.

ان کان پوءِ ٻيو سنت - ڪوي شاهه عبدالڪريم (1536-1623ع) هو. سنڌس مرشد بهار جو سلطان ابراهيم هو، جيڪو جنگ ۾ انساني قتل کان ايڏو بددل ٿيو جو دنيا ڪري، سنڌ ۾ اچي نڪتو. جڏهن هن پنهنجي مريد شاهه ڪريم کي جتيءَ جو جوڙو ڏنو ته هن اهو پيرن ۾ پائڻ جي بدران، مٿي ۾ پائڻ لاءِ انهيءَ مان ٽوپي سر ڍڪي ٺهرائي. شاهه ڪريم هڪ سادو سودو هاري هو، پر خدا جو پانهو هو. هڪ پيري جڏهن سنڌس پاءِ ڪيس وجد ۾ اچي نچندي ڏٺو ته ڪيس چماٽ هڻي ڪيڍائين ۽ گهليندو پنهنجي ماءُ وٽ وٺي ويو. ماڻس پنهنجي وڏي پٽ کي تنبيهه ڪئي ۽ چيائين ته سنڌس پاءُ الله وارو شخص آهي. هڪ پيري هڪ دوست ڪائنس پڇيو ته هو ڪرامت ڪندي، خدا کي ڪيئن ٿو ياد ڪري. تنهن تي عبدالڪريم کيس سمجهائيندي چيو ته "جڏهن ڪا عورت پنهنجي مٿي تي دلو کڻندي آهي ته هوءَ هلي پا ڳالهائي

نہ سگهندي آهي ڇا؟“ هن اڳتي چيو: ”خدا توکي تنهنجي دل کان بہ ويجهو آهي. وڇوڙو ۽ ميلاپ، ٻئي ساڳي ڳالھہ آهن.“
شاھہ ڪريم جا رڳو 93 بيت اسان کي مليا آهن. هو ايڏو سنڌي هو، جو هن رڳو 8 فارسي ۽ 30 عربيءَ جا بنيادي لفظ استعمال ڪيا آهن. پر شاھہ ڪريم جو سڀ کان وڏو تحفو سنڌس پڙپوٽو، شاھہ لطيف ڀٽائي هو.
شاھہ لطيف (1689-1752ع) نہ رڳو سنڌ جو سڀ کان وڏو شاعر هو، پر تاريخ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڪري سڀ کان وڏو سنڌي هو. شاعر جي حيثيت سان هو بين الاقوامي سطح جو شاعر هو. سندس شاعري ٻئي سموري سنڌي ادب جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ قيمتي آهي. هو نہ رڳو هڪ عظيم شاعر هو، پر هو هڪ وڏو سنت، هڪ وڏو قوم پرست ۽ وڏو انسان پرست هو ۽ ڇهندڙيءَ تي چرچاڻي بہ تي ويندو هو.
هڪ فرينچ، جڏهن ’هيملٽ‘ ڏٺو تہ چيائين ناٽڪ تہ سٺو هو، پر ناٽڪ ڪار تمام گهڻيون چوڻيون استعمال ڪيون آهن. کيس خبر نہ هئي تہ ’چوڻيون‘ خود ’هيملٽ‘ جون ٺهيون هيون، جيڪي ناٽڪ ڪار گهڙيون هيون. شاھہ لطيف سان پڻ ساڳي ڳالھہ هئي. ڪيتريون ٺهيون چوڻيون، جيڪي سنڌيءَ ۾ عام آهن، شاھہ جون رچيل آهن.
هو سيد هو، جنهن هنگلاج کان دوارڪا جا پاڪ استان پيٽڻ ۾ ٽي سال لڳايا هئا. محرم کي ڇڏي، جنهن دوران هو ڪارو ويس ڪندو هو، باقي سمورو وقت کيس گيڙو ڪپڙا پاتل هوندا هئا. شريعت تي عمل ڪندڙ مسلمانن جي ناراضگي جي باوجود، دهليءَ جا بہ ڳائڻا، اٽل ۽ چنچل سندس محفل جا سازيندا هوندا هئا.
سندس شاعريءَ جو وڏو حصو ’وائي‘ جي صورت ۾ محبوب جي حاصلات جي ڳولا جو اظهار آهي. اسلامي روايت ۾ عاشق ۽ معشوق ٻئي مرد آهن، پر شاھہ هندستاني روايت

جي پيروي ڪئي، جنهن ۾ عاشق عورت آهي۔ شاهه جون گهڻيون سورميون، سورمن جي پيٽ ۾ هيٺين طبقي سان وابسته آهن – پر وڏيڪ روشن آهن. سندس سُر 'ڪيڏاري' حسن ۽ حسين جي شهادت کي ساراهيو آهي:

حسن مير حسين کي، رنو ڏسن ڏولن،
گهر ماڙهين، جهنگ مرون، آين فلڪن،
پکين پاڻ پڇاڙيو، تـه لڏيو هوت وڄن،
الا! شهزادن، سوڀون ڏئين سچا ڏڏسي!

'سُر ساموندي' ۾ شاهه سنڌ جي واپاري روايتن کي امر ڪري ڇڏيو آهي.

ڏني ڏياري، ساموندين سڙهه سنباهيا،
وڄهو ور ونجهه ڪي، روئي وڏجاري،
مارينده ماري! پرهه سُور پرين جاءِ

پر پوءِ هو ان کي روحاني ڦيرو ڏئي چوي ٿو: "تون ڏيئي (مالڪ) جي پوڄا ڪر، جيڪڏهن لعل ۽ موتي حاصل ڪرڻ چاهين ٿي ... جن سمنڊ کي پوڄيو، انهن جي من جون مرادون پوريون ٿينديون."

'سُر رام ڪلي' جوڳين کي اربيل سُر آهي. "اهي پاڻ سان ڪجهه ڪين کڻن، يقينا پنهنجو پاڻ (خودي) به نه.... انهن پنهنجون دليون رام سان سڀي ڇڏيون آهن – انهن لاءِ خوشي ۽ ڏک ساڳي ڳالهه آهن. هو ڳوڙهن ۽ رت سان پريل پنهنجي آرتي پيش ڪن ٿا ... جيڪڏهن تون جوڳي ٿيڻ چاهين ٿو ته مرشد جي پيروي ڪر، سڀ خواهشون وساري ڇڏ ۽ هنگلاج ڏانهن هليو هل. جوڳي آڳاٽي سنڌ کي موٽ ڏيندا آهن، جيڪا اسلام کان به اڳ ڏٺو ويو هو۽ انهن گورکنات سان هڪ ٿيڻ لاءِ سڀ ڪجهه تياڳي ڇڏيو آهي."

خود هڪ جوڳيءَ جي حيثيت سان، شاهه دنيا کي هڪ نظر سان ڏسي ٿو: "ڏک سکن جي سونهن، گهوريان

سُبڪ ڏکن ريءَ."

شاهه جي اکيان رسمي هندو ۽ مسلمان هجڻ ڪا معني نٿو رکي. هو منافق مسلمان کي اِچوي ٿو: "رکيو ڪلمو چوڻ ۾ ايمان ناهي. دل ۾ ڪينو آهي ته تون شيطان آهين، مسلمان ناهين." ساڳي طرح هو هندو منافقن کي چوي ٿو: "پاڻ کي هندو نه چواءِ: تون جٽيءِ جي لائق ناهين. تلڪ رکيو انهن کي جڳائي، جيڪي پنهنجي مالڪ سان سچا آهن." هو چوي ٿو:

روزا ۽ نمازون اي پڻ چڱو ڪم،
اوُ ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرين کي.

هڪ پيري هن هڪ واڻيي کي زوري مسلمان ٿيڻ کان بچايو، جيڪو رحم جو ڳي نموني رڙيون ڪري رهيو هو.

سنڌ ۾ مينهن ايڏو چڱو پوندو آهي، جو شاهه "سُر سارنگ" ۾ هر هر ڏٽي – در ٻاڏائي ٿو:

وسڻ اکوين جٿن، جي هوند سگهين مينهن!
ته هوند راتو ڏينهن، بس بوندينئون ڪرين.

جڏهن مينهن پوندو آهي ته اهو خود ۾ هڪ آنند آهي.

اڳڻ تازي، ٻهر ڪنڊيون، پکا پٽ سنهن،
سرهي سيج پاسي پرين، مر پيا مينهن وسن،
اسان ۽ پرين، شال هون برابر ڏينهڙا.

ٻئي بيت ۾ شاهه استنبول، مغرب، چين، سمرقند، ڪابل، قنڌار، دهلي، دکن، جيسلمير، بيڪانير ۽ گرنار ۾، پر سڀ کان وڌيڪ سنڌ تي مينهن وسڻ جون دعائون ڪري ٿو:

"سائينم! سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪار".

هتي هو سنڌ جو قومي شاعر آهي، جيڪو سموري دنيا جو خير ٿو گهري. هو درست آهي، جڏهن چوي ٿو:

جي تو بيت ڀانيا، سي آيتون آهين
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي.

ھتي ھو ھن دؤر جو رشي آھي.

سنڌ جو ٻيو امر شاعر عبدالوھاب (1739 ـ 1829) ھو، جيڪو 'سچل سرمست' جي نالي سان ڄاتو ويندو آھي. سندس جنم خيرپور جي پرسان 'درازن' ۾ ٿيو ھو ۽ سموري ڄمار اتي گذاريائين. ھو فارسي ۽ عربيءَ جو وڏو عالم بہ ھو، جنھن فارسيءَ ۾ گھڻي شاعري ڪئي ۽ پوءِ سرمست صوفي بڻجي ويو. ھو ويشڻو ھو ۽ گھڻو ڪري دال ۽ ڏھي تي گذارو ڪندو ھو. وٽس شريعت ۽ مذھبي رسمن جي ڪا اھميت نہ ھئي. دھل جي وڄت ۽ تار جي ڇيڙ تي سندس رونءَ رونءَ آيا ٿي ويندا ھئا ۽ ھو نچڻ لڳندو ھو. سري رام ڪرشن وانگر. شاعر بيدل، جنھن ڪيس ڏٺو ھو، پوءِ لکيو اٿس: ”درازن ۾ محبت جو منفرد منظر ھو. سچل منصور وانگر ھو، ھو عشق جو اوتار ھو.“

جيتوڻيڪ انگريزن جي سنڌ جي فتح کجھہ ڏھاڪا پوءِ ھئي، پر سچل اھا تباھي اڳواٽ ڏٺي ھئي، جيڪا اھي ڪرڻ وارا ھئا. ھن اھڙي آفت کان بچڻ لاءِ ھُن ھندو مسلم اتحاد چاھيو ٿي.

وقت اھو ٿي ويل دوئي دور ڪرڻ جو،
ڪي مذاھب من مان ساجھر ساڻ سويل،
ھندو مومن سان ملي محبت جا ڪر ميل؛
متان ٿئي اويل، اولھہ سج نہ آلھي.

ھو اڳتي چوي ٿو: ”جيڪڏھن وقتائتو قدم نہ کنيو ويو تہ ڌاريان پويان لاشن جا ڍير ڇڏي ويندا.“ سؤ سال کان بہ وڌيڪ اڳ، 1947ع لاءِ اھا ڪيڏي نہ سچي پيشنگوئي ڪيل ھئي!

سچل کي جوڳين سان محبت آھي، جن ”گنگا ـ جمنا ۾ سچو اشنان ڪيو آھي. مان انھن جوڳين جي ذات تان سؤ

پيرا جان ڏيندس.“ هو اڳتي چوي ٿو: ”مان نه ملان آهيان، نه برهمڻ، نڪي قرآن جو ورق پڻ آهيان. مون لاءِ نه گيتا جو شاستر ڪجهه آهي. مان نه اوپر آهيان، نه اولهه، نه ڌرتي، نه آڪاس. مان ته جوڳي آهيان.“

سچل جو ڪجهه ڪلام سنسڪرت سان پريو پيو آهي. هو چوي ٿو: ”گرو ۽ گوند ساڳيا آهن.“ هو پنهنجي دل ’مندر‘ ۾ لڳائڻ ۽ ’ديوي‘ کي پنهنجي دل ۾ وهارڻ لاءِ چوي ٿو. هو چوي ٿو: ”سچو ته پور بندر جو پوڄاري آهي.“ هو لکي ٿو: ”او ساڌو، محبوب اهو آهي، جيڪو سڀني گمانن کان متاهون آهي. هو هر هنڌ جي منظر ۾ موجود آهي ۽ سڀني هندن جو بادشاهه آهي. ڪنهن مهل هو هندو شاستر پڙهي ٿو ته ڪنهن مهل قرآن. هو عيسيٰ توڙي محمد ڏسي سگهي ٿو ــ هنومان پڻ. هو خود پنهنجي ذات لاءِ، پنهنجي ’ليلا‘ لاءِ حيراني پيدا ڪري سگهي ٿو.“ اهو هو سچل ــ سچو ــ جيڪو سچار هو. جتي به سنڌي هندو توڙي مسلمان اڪثريت ۾ رهن ٿا، اتي اڄ به ڪيس محفلن ۽ ميڙن ۾ ڳايو ويندو آهي.

ٽيون وڏو سنڌي شاعر چيئن راءِ ’سامي‘ (1743 ــ 1850) هو. هو ڪپڙي جو دڪاندار هو، جنهن پنهنجي ڄمار جو گهڻو عرصو امرتسر ۾ گذاريو. هو پنهنجا سلوڪ ڪاغذ جي ٽڪرن تي لکي ’مٽ‘ ۾ وجهندو ويندو هو. سندس ديهانت کان گهڻو پوءِ، اهي ڪاغذ جا ٽڪرا سهيڙي ڇپايا ويا. سندس سموري ڪوتا ڌرمي آهي. هن ويدن جو فلسفو سادي سنڌيءَ ۾ پيش ڪيو هو. ”ويدن جا ويچار، سي سنڌيءَ ۾ سنائير.“

شاهه محبت ۽ ڳانڍاپي جو سمنڊ هو، سچل حيرت جو سمنڊ هو، سامي نج آنند جو سمنڊ هو. ان کان پوءِ ٻيا ڪيترائي شاعر ٿي گذريا آهن ــ بيدل، بيڪس، دلپت، ڪشن چند بيوس،

وغيره. برطانوي دؤر ۾ مرزا قليچ بيگ، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، ڀيرو مل، لالچند امرڏنو مل، ڄيٺمل پرسرام، نارائڻ داس رتن مل ملڪاڻي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي جهڙن سنڌي نثر وڏيون اوچايون سر ڪيون.

ورهاڱي کان پوءِ واري دؤر ۾ عظيم شاعرن کي مٿي چاڙهي ڇڏيو. نارائڻ شيام چوي ٿو:

”گنگا ۽ جمنا سمورو امرت آهن
پر سنڌو منهنجي تيج آهي.“

۽ شيخ اياز چوي ٿو:

ماڻ سيڻي ماڻهن، عورتن ۽ ٻارن جو مذهب آهيان
ماڻ سيڪي آهيان
ماڻ آروڙ جي ٽڪرين جيترو پراڻو آهيان
ماڻ مدن مست پوڙو آهيان
جيڪو اتي ايريو
جتي ڏاهر جي زال لاڏي
بي ترس عربن سان وڙهندي
رت ڦڙا وهايا
ماڻ ڪاليداس جي هزار مورتين جي گڻا آهيان
جيڪي مون پٿر ماڻ تخليق ڪيون
۽ جن کي ماڻ ساري جمار پوڄيندو رهيو آهيان.“

هندستان ۽ پاڪستان سنڌي زنده آهي — سنڌي زنده آهن — سنڌ پڻ زنده آهي!

جيئي سنڌ!

## 20

# سنڌي جاڳرتا

آڪٽوبر 1983ع ۾، دهليءَ ۾ سنڌي ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن جي غير معمولي ڳالهه اها هئي جو هندستان جي صدر ۽ وزيراعظم انهيءَ ڪانفرنس کي خطاب ڪيو هو. ٻنهي سنڌين جي ’ذهانت، واپاري مهم جوئي ۽ حالتن سان پاڻ کي ٺهڪائي هلڻ‘ جي ساراهه ڪئي. شريمتي اندرا گانڌيءَ کي ياد هو ته هن 1930ع جي پڇاڙيءَ ۾، سسليءَ جي ٻيٽ تي هڪ ڳوٺ ۾ پڻ هڪ سنڌي دڪاندار ڏٺو هو. ٻين وري ڏکڻ قطب ڀر سان فاڪلئنڊ ٻيٽ تي هڪ سنڌي دڪاندار ڏٺو هو.

پاڪستان جي فوجي حڪمران ضياالحق انهيءَ ڪانفرنس کي سنڌ ۾ انقلاب آڻڻ ۾ مدد ڪرڻ ۽ سهڪار ڪرڻ جي هڪ ڪوشش چئي رد ڪيو. حقيقت اها آهي ته انهيءَ ڪانفرنس جو اعلان پورو هڪ سال اڳ ۾ ڪيو ويو هو، جڏهن سنڌ ۾ 1983ع جي سجاڳيءَ جو ڪنهن سوچيو به نه هو. ضيا ته ايتري قدر چئي ڇڏيو ته هندستان جا سنڌي ’سنڌي‘ ناهن. هڪڙي ڏينهن هو اهو به چوڻ کان نه مڙندو ته سنڌ ۾ آباد سنڌين ’پاڪستاني‘ ٿيڻ جي چونڊ ڪئي هئي، تنهن ڪري هو ’سنڌي‘ ناهن!

پر هندستان ۽ پاڪستان جي اڳواڻن جو سنڌين سان هڪ جهڙو رويو، انهيءَ حقيقت ڏانهن اشارو ڪري ٿو ته

هڪ ڪروڙ سنڌي، جنهن جو چوٿون حصو هندستان ۾ آباد آهي، هندستان ۾، پاڪستان ۾، ۽ هند - پاڪ تعلقات ۾ نمايان عنصر آهن. لڏي آيل سنڌي، ڀارت ماتا جي هنج ۾، هڪ وڏندڙ ننڍي سنڌ - سنڌڙي - آهن.

ورهاڱي کان هڪدم پوءِ، سنڌي جوڌپور ۽ اجمير ۾ انهيءَ اميد سان رهي پيا ته، اهي جلدي راجستان رستي واپس پنهنجي وطن ورِي ويندا. انهن بمبئي کي تمام وڏو، تمام مهانگو ۽ تمام ڏور سمجهيو ٿي.

پر، جيئن جيئن جلدي واپس موٽي وڃڻ جو امڪان گهٽبو ويو، تيئن تيئن انهن نعم البدل جي ڳولا ڪرڻ شروع ڪئي. انهن ۾ هڪ ڪنڊلا بندر هو، جتي 'سنڌو ريسيٽلمنٽ ڪارپوريشن' کي گانڌي ڌام جو شهر بڌڻ لاءِ زمين ڏني ويئي. پر، روم هڪ ڏينهن ۾ نه جڙيو هو؛ ۽ نه ئي گانڌي ڌام هڪ ڏينهن يا هڪ سال، يا گهڻن سالن ۾ جڙي سگهيو ٿي. ڪنگال شرنارٿين کي تڪڙ هئي. اهي سالن تائين ترسڻ جي همٿ نٿي ڪري سگهيا، تنهن ڪري اهي ڏينهون ڏينهن بمبئي ڏانهن ڇڪجڻ شروع ٿيا. ٻي عظيم جنگ دوران اٽالين جنگي قيدين کي رهائڻ لاءِ، ڪلياڻ ڪئمپ جو سياهه خانو، جنهن کي هاڻي الهاس نگر ڪوٺيو ٿي ويو، سردست موجود هو، جتي شرنارٿي سنجم ۽ ڪفايت سان رهي سگهيا ٿي - ۽ پرسان واقع بمبئي ۾ پنهنجو روزگار ڪمائي سگهيا ٿي.

اهڙين حالتن ۾ انهن جيئن ئي پنهنجو پاڻ کي پنهنجي پيرن تي بيهارڻ جي ڪوشش ڪئي ته، منجهانئن گهڻن جون دليون ئي لٿي پيون. پر جلدئي سنڌن زندهه رهڻ جي همٿ ۽ روزگار ڪمائڻ جي اتساهه هئي وجي هنڌ ڪيو. جهڪڏهن -الڪار وڏي هئي ته، آن جي مقابلي جي موت ان کان به وڏي هئي. سنڌ ۾ اسان رگو ٿورين ڪمپنين جهڙوڪ ڪمسيز بلهو اسٽار، موڊوائيز شڪاگو ريڊيو ۽ جي - بي - منگهارام بسڪوٽن

جو ٻڌو هو، هاڻي سنڌي واپارين گاجرا گيمرس، ڪرشنا اسٽيل، آڊوائي اوڊرليڪان، ويسٽن ٽي - وي، ويسٽر ورڪس، اسڪوائر ۽ انڊيا بوڪ هائوس قائم ڪري، نوان ميدان هٿ ڪيا آهن ۽ نيون اوچايون سر ڪيون آهن. ورهاڱي کان اڳ، اسان سنڌي ڪروڙ پتين کي آڱرين تي مس ڳڻي ٿي سگهياسين، پر اڄ رڳو الهاس نگر ۾ چاليهن کان مٿي ڪروڙ پتي آهن. سندن مسئلو رڳو اهو آهي ته اهي وارڊن روڊ يا ڪولابا - يا وائل پارلي وارن سان مائٽيون نٿا ڪري سگهن.

جيتوڻيڪ بمبئي هندستان ۾ سنڌين جو "گاديءَ جو هنڌ" آهي، پر انهن پنهنجو پاڻ کي ڪُنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهلائي ڇڏيو آهي. هندستان ۾ مشڪل سان اهڙو ڪو شهر هوندو، جتي سنڌين جو ڪو پاڙو نه هوندو. منجهائن ڪي سبزي - منڊين ۽ ڪپڙي جي دڪانداريءَ ۾ گهڙي پيا آهن، ته ڪي وري ٽرانسپورٽ ۽ سول ٺيڪيداريءَ جي ڪاروبار تي ڇانيل آهن. ڪي سرن جا ٻٺا هلائين ٿا، ته منجهانئن ڪي وري اتر هندستان جي قبائلي ايراضين تائين پهتا آهن ۽ قبائلي عورتن کي بلائوز پائڻ سيکاريو اٿن. ايتري قدر جو ڏورانهين هنڌ جهڙوڪ فيض آباد (ايوڌيا) ۾ سنڌي ايترا گهڻا ۽ خوشحال آهن جو اهي اتي ساليانو جهولي لال جو جلوس "سنڌي ريپبلڪ ڊي پريڊ" وانگر هڪ خاص ڍنگ ملهائيندا آهن، جنهن جو سمورو شهر خوشيءَ وچان انتظار ۾ هوندو آهي. جيئن ته سؤ سال اڳ انگلنڊ ۾ هيوگناٽس، فرينچ پراٽيسٽنٽ پناهگيرن، برطانوي اقتصاديات کي زور وٺايو هو، تيئن هندستان جي گهڻين ايراضين ۾ اقتصادي ترقيءَ جو سهرو سنڌي واپارين جي سر تي آهي.

سنڌي بزنيس - هائوس هميشه ولايت ۾ مشهور رهيا آهن اڄ ڪالهه، ته اڳي کان به گهڻو وڌيڪ مشهور آهن. 1947ع ۾ "پنج وڏا" هوندا هئا: وسيامل آسو مل، پوهو مل برادرس، ڪشنچند چيلا رام، جي - ٽي - چاڻ راءِ ۽ ڪي - اي - جي

چوڙر مل. هاڻي نون ’پنج وڏن‘ ۾ ڏالا ملس ۽ ڀوڄ سنس وارن، وسيا مل ۽ ٻوهو مل وارن جي جاءِ ورتي آهي. پر اڄ ڪالهه سڀ کان وڏيڪ دولتمند ڪٽنب هندو جا براد رس وارن جو آهي، جيڪو اَرب پتي آسامي آهي. اهي وڏن پرڏيهي واپاري معاهدن ۾ جنتا حڪومت، توڙي ڪانگريس حڪومت جي ضرورت رهيا آهن. هانگ ڪانگ جا مورجاڻي ساليانو هڪ بلين ڊالرن جي واري - ڦيري سان، دنيا جي جين مارڪيٽ ۾ برک آهن. آمريڪا جي سڀ کان پوش رياست فلوريڊا جي ميامي شهر جا سڀ کان وڏا معمار ميلواڻي ۽ شيام ساني آهن. رام ڪرپالاڻي پنهنجي ”وڏن“ ڪاروبار ۽ دانبي هجڻ ڪري ويسٽ انڊيز ۾ ٽرنيڊاڊ جو بي تاج بادشاهه آهي. ٽرنيڊاڊ ريڊيو تان نشر ٿيل مشهور حبشي گيت ”Ram the Magician“، مقامي وزيراعظم جارج چيمبر، کي ٻين ڳالهين سان گڏ اجهو هيئن پڙائي ٿو :-

Everything Mr. Ram puts his hand to
turns a shack to a mansion
So, George Chamber, you should see
Mr. Ram Kripalani.
If you can't run the country
Call in Kripalani.

اڄ ڪالهه سنڌي سخا ۾ به اينتروڻي اڳيرو آهن، جيترو اهي پيسو ڪمائڻ ۾ اڳتي آهن. پراڻا ’واڌو مل فائونڊيشن‘ وارا هميشه وانگر اڄ به اهڙائي داني آهن. رگهو لاڳوس جي چڻن راءِ وارن بمبئي جي ’وويڪانند ايڊيوڪيشن سوسائٽي‘ کي 30 لک رپيا دان ڏنو آهي. اندرو ۽ لڪشمي شوداساڻي جي نالي پويان سڏجندڙ ’اِن - لڪش فائونڊيشن‘ وارن پونـي ۾ ’ساڌو واسواڻي هاسپيٽل ۽ ريسرچ سينٽر‘ کي هڪ ڪروڙ رپيا دان ڏنو آهي. آهي ساليانو 200 پرڏيهي اسڪالرشپون پڻ

ڏين ٿا. ڪشن چند شاهاڻي هڪ يگانو پراپڪاري شخص آهي جيڪو فلاحي ڪمن ۾ مدد ڪندو رهي ٿو. مطلب ته سنڌي 'شرنارٿي' مان ڦري 'پرشارٿي' ۽ 'پرمارٿي' ٿي پيا آهن.

ورهاڱي جي ڏوڏيندڙ صدمي کان پوءِ، سنڌين ـ ۽ پنجابين ـ جي ڊرامائي ڪاميابيءَ جا ڪهڙا سبب ٿي سگهن ٿا؟ اهي ساڳيا سبب هئا، جن جپان ۽ جرمنيءَ کي ٻي عظيم جنگ جي شڪست جي اثر کان پوءِ منجهن جاڳرتا پيدا ڪئي هئي. اهو ماڻهن جو ذهن آهي. گهڻو اڳي ملٽن انهيءَ ڳالهه لاءِ چيو هو: "اڻ فتح ٿيڻ جوڳو مضبوط ارادو ڪڏهن به نه هار ڪائيندو آهي ۽ نه ئي پيش پوندو آهي." سنڌي انهيءَ کي ڪاميابي حاصل ڪرڻ پنهنجو بنيادي حق سمجهي ٿو. اهڙي ذهني لاڙي سان ماڻهو ڏوڙ مان ڏن پيدا ڪري سگهي ٿو.

سنڌين پاڻ کي رڳو ملڪيتون ٺاهڻ ۽ خيراتي ڪم ڪرڻ تائين محدود نه رکيو آهي. انهن بمبئي ۽ ٻين هنڌن کي بهترين ادارا پڻ قائم ڪيا آهن. 'واڌو مل انسٽيٽيوٽ آف ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي ۽ انجنيئرنگ' ۾ ٻن ڪروڙ رپين جي ماليت جو سازو سامان آهي. هوتچند گوپال داس ۽ خوشي ڪنڌناڻي وارن نه رڳو بمبئي ۾ درجن ڪاليج قائم ڪيا آهن، پر جئه هند ڪاليج ۽ ڪي ـ سي ـ ڪاليج، ٻئي هندستان جي سڀ کان وڏي شهر جا بهترين ڪاليج آهن. جسلوڪ اسپتال (جيڪا جسوتي ۽ لوڪو مل جي نالي پويان سڏجي ٿي)، ملڪ جي سڀ کان گهڻي مشهور اسپتال آهي.

بمبئي جي 'وويڪانند ايجوڪيشن سوسائٽي' ۽ پوني جي 'ميرا ايجوڪيشن سوسائٽي' ٻئي تعليمي ميدان ۾ سنڌي خدمتن جون مظهر آهن.

بمبئي ۾ مالڪاڻي حقن تي فليٽن جو سرشتو سنڌين جي ايجاد آهي. انهيءَ بنياد تي رڳو رهيجا برادرس وارن هزار

عمارتون تعمير ڪرايون. هائوسنگ جي ميدان ۾، ماهم، چيمبور ۽ بمبئي سينٽرل ۾ 'چيلي سپا هيملائيز نوجيون ڪالونيز' سهڪاري جو ڪم جو نتيجو آهن. پوني جو عطر سنگتاڻي نه رڳو تعميراتي ڪمن ۾ اڳيرو آهي، پر 'دي پونا هيرالڊ' پڻ هلائي ٿو.

پر انهن سڀني ۾ سڀ کان وڏو معمار پاڻي پرتاب هو، جنهن ڪنڊلا بندر لاءِ آدي پور (رهائشي) ۽ گانڌي ڌام (تجارتي) جا جاڙا شهر اڏيا. پنجاب جهڙي سنڌ جي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ، رام ناگراڻي SPI کي نئين جوڙيل 'نيشنل سيڪيورٽي گارڊس' جو سربراهه مقرر ڪيو ويو.

زندگيءَ جي مختلف ميدانن ۾ پڻ سنڌين انفرادي طرح نالو ڪيو. ڊاڪٽر مينڊا 'انڊين ميڊيڪل ايسوسيئشن' جو صدر هو ۽ پروفيسر جي - آر - ملڪاڻي 'انڊين فلاسافيڪل ڪانگريس' جو صدر هو. رام چيملاڻي 'انڊين بار ڪائونسل' جي ورهين تائين اڳواڻي ڪئي. 'سرونٽس آف پيپل سوسائٽي' جي جنرل سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان، شيوڪرام ڪرمچند 'سپت رشي' مان هڪ رشيءَ جي طور مشهور ٿيو، جنهن کي ايمرجنسيءَ جي دوران 1975ع ۾ پنهنجي سڄو سان گڏ جيل اماڻيو ويو. جيون لال جئرام داس پنهنجي زندگي 'هريجن سيوڪ سنگهه' لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي. دادا شيوڪ ڀوڄراج 'ٻالڪن جي ٻاري' سان گڏ، قبائلين لاءِ 'ٻاپو ولميج' جي مشعل روشن رکيو ويٺو آهي.

اڄ ڪالهه جي - جي - ميرچنداڻي 'يونائيٽيڊ نيوز آف انڊيا' (UNI) جو سربراهه آهي، جيڪا هڪ مکيه قومي نيوز ايجنسي آهي. 'بزنيس انڊيا' اشوڪ آڏواڻي هلائي رهيو آهي. پروفيسر ڪي - ايس - واسواڻي، ڪنيا ڪماريءَ ۾ 'راڪ ميموريل ڪاميٽيءَ' جو سربراهه آهي. هري آتما رام 'وشو هندو پريشد' جو ٽرسٽي آهي.

جسٽس نٿن ’مونو پولیز ۽ ريسٽرڪٽو ٽريڊ پرئڪٽس ڪميشن‘ (MRTPC) جو صدر ٿي رهيو، جسٽس چٽاڻي ’بمبئي هاءِ ڪورٽ‘ جو صدر ٿي رهيو ۽ جسٽس ٽڏاڻي ’آسام هاءِ ڪورٽ‘ جو صدر ٿي رهيو. ٽي - ايم - آڏواڻي بمبئي ۽ ڪشمير يونيورسٽين جو وائيس چانسلر ٿي رهيو. ڪي - ايل - پنجابي مهاراشٽر جو چيف سيڪريٽري ٿي رهيو ۽ ساڌواڻي گجرات جو چيف سيڪريٽري ٿي رهيو. شريمتي ڊاڪٽر ڪي - اي آڏواڻي بمبئي جي 125 سالہ پراڻي گورنمنٽ لا ڪاليج جي پرنسپال آهي. اهو ڪاليج ايشيا جو سڀ کان وڏو ۽ بهترين ڪاليج سمجهيو وڃي ٿو.

ٽي - وي - منسکاڻي ’هندستان مشين ٽولز‘ (HMT) جو سربراهه آهي؛ ايم - جي - ڦيرواڻي ’اشوڪ لي لينڊ‘ جو سربراهه آهي؛ سامت (سامتاڻي) ’پارٽ هيوي اليڪٽريڪل لميٽيڊ‘ ۾ ٻئي نمبر تي آهي؛ آر - جي ڪيسواڻي ’آل انڊيا اليڪٽريڪل مئنيوفئڪچررز ايسوسيئيشن‘ جو صدر آهي. جي - ايس رامچند انڊين ڪرڪيٽ ۾ اڳواڻي ڪئي. اين - ٽي عيدناڻي ’سينٽرل واٽر اينڊ پاور ڪميشن‘ ۾ ’پاور‘ جو ميمبر آهي.

ايم - ڪي ڪرپالاڻي ڪئناڊا ۾، ڪلناڻي ڪينيا ۾ ۽ وشنو آهوجا روس ۾ سفير ٿي رهيا.

نہ رڳو ميجر جنرل هيرا ۽ وائيس ائڊمرل ٽهلياڻي، پر بنگلاديش جي وجود ۾ اچڻ وقت، 1971 ۾ سامونڊي جنگ جو فاتح، ائڊمرل نندا سنڌين سان سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ پسند ڪندو آهي. جڏهن ڪائنس پڇيو ويو تہ هن ڪراچيءَ جي ناڪابندي ڪيئن ڪئي تہ وراڻيو هئائين، ”مون کي ڪراچي بندر جي چپي چپي جي خبر آهي.“

ورهاڱي کان اڳ تمام ٿورن سنڌين - ’پڌو آڏواڻي‘ ۽ هري شوداساڻي - فلمن ۾ نالو ڪڍيو هو. اڄ جي - پي - سپي’ فلم انڊسٽريءَ جو اڳواڻ آهي ۽ ڪائنس پوءِ اين - سي سپي

۽ ٻيا ڪيترائي انهيءَ ميدان ۾ سرگرم عمل آهن.

فلمي ڊائريڪٽرن ۾ گووند نهالاڻي ('آڪروش' فلم وارو) راڄ سپي، رميش ۽ سپي ڪمار شهاڻي اهي وڃن ٿا. فلمي اداڪارن ۾ سڌير، مچ موهن، راڄ ڪرن (مهتاڻي)، آسراڻي، شيلا راماڻي، ٻبيتا ۽ ساڌنا مشهور آهن.

ڊرمي ميدان ۾ دادا جشن واسواڻي، سنت ليلا شاهه، هوايي گرو - ناٽڪ مشن، دادا چيلارام جو 'Nij Thanw'، برهم ڪماريون ۽ ٻيون ڪيتريون ئي سنستائون، روحاني روشني جا منارا آهن. دهليءَ ۾ 'مجنون ڪائيلا' تي هفتي پر جو جشن سنڌي ڊرمي شعور جو هڪ نئون ماڳ آهي.

ساهت جي دنيا ۾، ڪلياڻ آڏواڻي، منگهارام اوڌارام ملڪاڻي، ليکراج عزيز، تيرٿ بسنت، رام پنجواڻي، هرومل سدارنگاڻي، پوپٽي هيراننداڻي، گوبند مالهي، نارائڻ شيام ۽ ٻين ڪيترن کي "ساهتيه اڪادمي" جي انعامن سان نوازيو ويو آهي.

سنڌ ۾، پوڪرداس اڪيچار ڪتاب ڇپائي سنڌي ساهت جي شهوا ڪئي هئي ۽ ورهاڱي کان پوءِ، 'انڊيا بوڪ هائوس' جي ايڇ - جي ميرچنداڻي 'امر چتر ڪٿا' ڇپائي سموري نئين پيڙهي کي هندستاني تاريخ ۽ ڪلچر کي متعارف ڪرايو آهي.

بلو راڻي، شانتي هيراننداڻي، سي - ايڇ - آتما، ماسترچندر، ڪملا ڪيسواڻي، ڀڳونتي ناناڻي، ديپڪا ڪرپالاڻي، چتناڻي سسٽرس ۽ هوندراج دکايل، سنڌي سنگت کي نئين زندگي ڏني آهي.

سياست ۾، آچاريه ڪرپالاڻيءَ کان پوءِ، جئرام داس پارليامينٽ جي ميمبر، ڪئبنيٽ جي وزير ۽ گورنر جي حيثيت سان نمايان خدمتون سرانجام ڏنيون. ايل - ڪي آڏواڻي رگهو اطلاعات ۽ نشريات جي وزير جي حيثيت سان چمڪيو، پر هندستاني سياست ۾ سنڌس صف - اول ۾ شمار ٿئي ٿو. حشو آڏواڻي

مهاراشٽر ۾ ساڳي جاءِ والاري ٿو. سچيتا ڪرپالاڻي، ڊاڪٽر چوئٿ رام، پروفيسر نارائڻ داس رتن مل ملڪاڻي، رام جيٺملاڻي ۽ ڪرشن ڪرپالاڻي پارليامينٽ ۾ پنهنجو نالو ڪڍيو آهي. ۽ ۽ ڀانو ڪمار شاستري 1977ع ۾ لوڪ سڀا ۾ داخل ٿيڻ لاءِ آديءِ پور جي سکاڙيا جو مقابلو ڪيو.

آسڪروائلڊ چيو آهي ته ”اسان سڀني ۾ ڪي پنج حواس آهن، پر جيڪڏهن پيسو ڪمائڻ جو ڇهون حواس نه هوندو ته باقي پنجن حواسن کي بهتر طور تي استعمال ڪري نه سگهنداسين.“ سنڌين انهيءَ ڏس ۾ بهتر ڪردار ادا ڪيو آهي.

سنڌين نوڪريون حاصل ڪرڻ ۾ نمايان حصو نه ورتو آهي. اهو فرقي بنديءَ جي ڪري ٿي سگهي ٿو — ڀلا اهو احساس ٿي سگهي ٿو ته وڏين نوڪرين ۾ ڀڃ ايتري دولت حاصل نٿي ٿئي. پر انهن پاڻ کي پڙهڻ – لکڻ ۾ ڪنهن حد تائين تيار ضرور ڪيو آهي. اهڙو ڪوبہ سنڌي نه ملندو جو پڙهي – لکي نه سگهندو هجي. منجهن گهٽا رکيو بن ٻولين وارا نہ، پر باقاعدي چئن ٻولين ڄاڻڻ وارا ملندا. هو پنهنجي سنڌي – توڙي هندي – ڄاڻين؛ پر مقامي ٻولي بہ ڄاڻين–پوءِ اُها گجراتي هجي يا مراٺي، تامل هجي يا تيليگو – ۽ هو عام طرح انگريزي ته ڄاڻين ٿي ڄاڻين. انهيءَ ڳالهہ کين واپار – ۽ سماجي ڳانڍاپي ۾ هٿي ڏني آهي. 1947ع جي ڀاڄ ڪان پوءِ، انهيءَ ڳالهہ کين نفسياتي آبادڪاري ۾ مدد ڪئي آهي.

سنڌ جي ورهاڱي کان اڳ، آچاريہ ڪرپالاڻيءَ سچيتا مجمدار سان؛ ڪرشن ڪرپالاڻي، ٽئگور جي ڀوڻيءَ ننديتا، سان؛ ۽ گوپي مکي، لاهور جي ڳابا سان شادي ڪئي هئي. پوءِ سندري ڀاوناڻي (ترويڻي ڪلاسنگم) ڪرشن لال شريڌراڻي سان شادي ڪئي. ڪملا ملڪاڻي، لوڪ پتيءَ سان شادي

ڪري ڪملاپتي ترپاٺيءَ جي ڪنوار بڻي. وشنو آهوجا، نورالدين جي ڌي آمنه سان شادي ڪئي. ڀائي پرتاب جي ڌي نرملا، اڇوت پتو ڙڌن جي پاءَ، بالو پتو ڙڌن سان شادي ڪئي. مهاتما گانڌيءَ جي پوٽي راڄ موهن، لاڙڪاڻي جي اشا ڪڪريجا سان شادي ڪئي. شيرين آڏواڻي، ايم - سي ڇاڳلا جي پٽ جهانگير سان شادي ڪئي. ۽ فلمي دنيا ۾ ساڌنا شوداساڻي نير سان ۽ ببيتا شوداساڻي رڻڌير ڪپور سان ۽ پونم چنديراماڻي، شتروگهن سنها سان شادي ڪئي.

ڪجهه سِک دانشورن - جهڙوڪ خوشونت سنگهه - جو خيال آهي ته ورهاڱي کان پوءِ سنڌي سِک پنٿ کان هٽي ويا آهن. ائين آهي به، ته ناهي به. پنجاب ۾ اڪالي دهشت ڏانهن سنڌي رويو يقيناً ناڪاري آهي. پر پوءِ به، بمبئي، پوني ۽ ٻين هنڌن، سنڌي 'گرونانڪ جينتي' ملهائڻ ۾ نمايان حصو وٺن ٿا. انهن ڪيترائي سنڌي گردوارا قائم ڪيا آهن جن ۾ نيو دهليءَ ۾، ونسا روڊ تي Nij Thanw شامل آهي. پر اها به حقيقت آهي ته سک - پنٿ سنڌي ڌرمي گيان ۾ واحد صورت نه والاري. ورهاڱي کان اڳي پڻ، 'گُرٻاڻي' پڙهڻ ۽ گردوارن ۾ وڃڻ دوران، سنڌي هميشه هندو شاستر پڙهندا هئا. سڀني ديوتائن کي نمسڪار ڪندا هئا ۽ سڀني تيرٿن جي ياترا ڪندا هئا. اهي 'شش' يعني گروءَ جا 'سِک' هئا. ڪن ڳالهين کي ڇڏي، آهي 'خالصا' يا 'سردارجي' نه هئا.

ورهاڱي کان پوءِ، سنڌين اُن کان وڌيڪ پنهنجي تشخص جي ضرورت محسوس ڪئي. تنهنڪري انهن پراڻي سنڌي سرپرست - سنت، 'جهولي لال' کي نئين سر زور ونايو. اڄ گرونانڪ ۽ جهولي-لال جون تصويرون سنڌي مندرن ۽ گهرن ۾ هڪبئي جي پرسان رکيل ملنديون.

سنڌي مقامي منظر سان پاڻ کي نهڪائي هلڻ چاهين ٿا ۽ مقامي ماڻهن سان رلي - ملي وڃڻ چاهين ٿا. اتر ۾ هو سينڌ

۾ 'سندور' لڳائين ٿا، ته بمبئي ۾ سنڌي عورتون مهاراشٽر وارن جون 'منگل سوٽر' پائين ٿيون، جيڪو سنڌ ۾ اڻاتل هو. مهاراشٽر ۾ سنڌي ٻار ”ڏن ڳرو ڌانڪ جڳ تاريو“ ڳائڻ سان گڏ ”گڻپتي پاپا موريا، پورچا ورشي لؤڪريا“ (او گڻپتي ڀڳوان، ايندڙ سال جلدي اچ) ڳائيندا آهن. اهي ڳالهيون هڪدم فطري ۽ مناسب آهي. اهي هندو علامت آهي.

هندستان ۽ پاڪستان ۾ سنڌي عنصر جي ظاهر ٿيڻ ۾ هڪ حصي جي طور سنڌي اقتصادي بيداريءَ کان وڌيڪ اهم سنڌي شعور جي اوسر آهي. هندستان بي انت شناختن جو ملڪ آهي. صديون گذرڻ کان پوءِ به، سنڌي اڃا به 'سنڌين' جي طور سڃاتا ويندا. جيتوڻيڪ منجهانئن گهڻا سنڌي ڳالهائي به نه سگهندا هوندا. اهڙي صورتحال ۾ سنڌي پنهنجن پاڙن (Roots) جو سوچي ٿو ۽ انهن جي آبياري ڪرڻ چاهي ٿو.

سڀني سنڌين جي اتحاد جو لاڙو، انهيءَ سوچ مان قوت حاصل ڪري ٿو ته سنڌ ۾ هندن ۽ مسلمانن جي پاڻ ۾ ڪڏهن اڻبت نه ٿي هئي. ٻئي ڌريون ميٺ ميحبت ۾ گڏ گذاريندا هيون. ايتري قدر جو آريه سماج جا وڏڙا به، صبح جو سوير اها دعا گهرندا هئا ته ”هندو مسلمان جو خير.“

سڀني هندستانين جي اڻ ٽٽ حصي طور، سڀني سنڌين جي اتحاد جو وڌندڙ احساس، هندستان ۽ پاڪستان ٻنهي ۾ محسوس ڪيو پيو وڃي. سنڌي مسلمان، هندن کي اداسي وچان ياد ڪندا آهن ۽ هندستان ۾ وري سنڌي هندو ساڳئي احساس سان کين ياد ڪندا آهن. انهيءَ جي اها معنيٰ ناهي ته سنڌي هندو دور انديش ٿي مستقبل ۾ سنڌ ڏانهن واپس وڃڻ جو سوچين ٿا. ناڻگ جو ڏنگيل نوڙيءَ کان ڊڄي. پر انهيءَ مان هندستان جا سنڌ سان تعلقات معمول تي اچڻ جو تصور ڪجي ٿو. اها جي - ايم سيد جي ڪانفيڊريشن جي رٿا ٿي سگهي ٿي.

1981ع ۾ بمبئي ۾ ڀارتيه سنڌو سڀا نه رکيو هيمو ڪالاڻي ۽ ڀڳت ڪنور رام جون يادگار ٽڪليون جاري ڪرڻ جو چيو هو، پر شاهه عبداللطيف ۽ شهيد الله بخش جون به يادگار ٽڪليون جاري ڪرڻ جو چيو هو. انهن کوکرا پار ريل جو رستو به وري کولڻ جي گهر ڪئي هئي، جيڪو سنڌ کي راجستان سان ڳنڍي ٿو. گهٽ ته سنڌ ڏانهن ساڌ ٻيلي ۽ هنگلاج ديبل ۽ موئن جي دڙي تي سياحن ۽ ياترين جي حيثيت سان وڃڻ جي اجازت ڏيڻ جي گهر ڪئي هئي. (جڏهن اي - بي - واجپائي پرڏيهي وزير هو، تڏهن هن پاڪستان تي انهن ڇهن زور آندو هو ته ياترين کي سنڌ وڃڻ جي اجازت ڏني وڃي، نه ته نهرو - لياقت پئڪٽ تي نئين سر غور ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو.) ٻين وري 'سنڌو جل' ۽ 'سنڌ جي مٽي' پوتر ياد جي طور آڻڻ تي زور ڏنو هو. اهڙي نئين صورتحال هيٺ گهٽ وري اميدون وابسته ڪري انهن به نعرو هنيو: "ايندڙ سال سنڌ ۾!"

سنڌ - ڪهاڻي اهڙي دلچسپ آهي ۽ ايندڙ ڪجهه سالن ۾ اها اڃا به وڌيڪ دلچسپ - ۽ اهم ٿيڻ جو عهد ڪري ٿي □

# ٻبلوگرافي
# (Bibliography)

*( English )*


Ahmed Q : The Wahabi Movement in Sind
AICC Papers : Jawaharlal Nehru Library
Ajwani L. H. : History of Sindhi Literature
Ali Mohammed Kufi : 'Chachnama.'
Andrews W.P. : The Indus and Its Provinces
Asghar Khan : Generals in Pakistan
Baillie A L. : Kurrachee
Bellasis A.F. : Brahmanabad
Bhikshu Chamanlal : Gypsies
Burnes, Dr. James : A. Vist to the Court of Sind
Burton Richard : Sind, 1851
Chablani S.P. : Economic Conditions in Sind, 1592—1843
Choksey and Sastry : The Store of Sind : An Ecnomic Survey, 1843—1933
Cousens, Sir Henry : Antiquities of Sind
Eastwick, E.B. : Sind before Napier
Elliott & Dawson : Indian History as Told by its Historians
Gandhi M.K. : Complete Works
Grierson : The Linguistic Survey of India
Jethmal Parsram : Sind and Its Sufis
Jotwani Motilal : Sindhi Literature and Society
Khuhro Hamida : Sind through the Ages
Lambrick H.T. : Introduction to Sind
Lambrick H.T. : Sind before Muslim Conquest
Lambrick H. T. : Napier and Sind
'M' : The Gospel of Sri Ramakrishna
Malhi Gobind : Jethmal Parsram
Maqbool Ahmed : Indo - Arab Relations
Marshall, Sir John : Mohen.jo-Daro

Mirchandani B. D. : Glimpses of Ancient India
Mitra, Dr. Ram Gopal : Indian Resistence to Early Muslim Invaders
Panhwar M. H. : Source Material on Sind
Pathan Dr Mumtaz Hasan : Sind - Arab Period
Pochhammer, Wilhelm von : India's Road to Nationhood
Pococke E. : India in Greece
Rig Veda
Rizvi Syed A. A. : Shah Waliullah
Sen S. P. : Dictionary of National Biography
Schimmel Annemarie : Sindhi Literature
Shukla C. : Incidents of Gandhiji's Life
Siddique : Arghuns and Tarkhans
Soomro Faiz M. : Cultural History of Sind
Sorley H. T. : Shah Abdul Latif of Bhit
Sorely H. T. : Sind Gazeteer
Tariq Ali : Can Pakistan Survive?]
Thomson and Garrett : The Rise and Fulfilment of British Rule in India
Trumpp E. : Grammar of the Sindhi Language.

## سنڌي (SINDHI)


آڏواڻي، ڪلياڻ : شاهه جو رسالو
آڏواڻي، ڪلياڻ : سچل جو ڪلام
الوحيد – روزنامه : سنڌ آزاد نمبر، 1936ع
بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش: سنڌي ٻوليءَ ادب جي مختصر تاريخ
ڀيرو مل مهرچند : قديم سنڌ
ڀيرو مل مهرچند : سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ
ڀٽو، محمد موسيٰ : ٻرين جي ٻچار
بگٽي، قربان علي : سيڻ مٿائين سون ٿي
چيلاڻي، گوبند : سنڌ ۽ آريه سماج
ڏوڏيجا، لوڪرام : منهنجو وطن، منهنجا ماڻهو
گنگا رام سمراٽ : سنڌو – سؤ وير
گربخشاڻي، ڊاڪٽر، هوتچند : شاهه جو رسالو
گرناڻي، ايم - ايڇ : آزاديءَ لاءِ آندولن
گرسهاڻي، سي - ٽي : ڪوڙو مل چندن مل کلناڻي
ڪوڙو مل چندن مل : ساميءَ جا سلوڪ
کهڙو، ايم - اي : جي جوت جلائي ويا
لالچند آريه : آگ ۽ طوفان
ملڪاڻي، نارائڻ داس رتن مل : نرالي زندگي
ملڪاڻي، نارائڻ داس رتن مل : ميراڻي سنڌڙي
منوهر داس ڪوڙو مل : سنڌي ادب
مهر، غلام رسول : تاريخ سنڌ: ڪلهوڙا
نائون مل، سيٺ : يادگيريون (1871)
ڦيرواڻي، پروفيسر، شيوارام : ديوان ڏيارام گدومل جو جيون چرتر

راشدي، پير علي محمد : آهي ڏينهن، آهي شينهن (٢ جلد)

راشدي، پير حسام الدين : هو ڏوٽي، هو ڏينهن

شرما، وشنو : ڊاڪٽر چوئٿ رام

شيخ، عبدالمجيد: هوندا سي حيات

شيخ، محمد سومار: ڪڇ جا قول

سيد، جي - ايم : سنڌي ڪلچر

سيد، جي - ايم : سنڌو ديش ڇو ۽ ڇا لاءِ

سيد، جي - ايم : سنڌ جي ڪهاڻي ۽ سيد جي زباني

سيد، جي - ايم : نئين سنڌ لاءِ جدوجهد

سيد، جي - ايم : پيغام - لطيف

سيد، جي - ايم : جديد سياست جا نوَ رتن

سيد، جي - ايم : سنڌوءَ جي ساڃهه (٢ جلد)

سيد، جي - ايم : سنڌ جو ماضي، حال ۽ مستقبل.

● مشهور مفڪر آلڊس هڪسلي ( Aldous Huxley ) موئن جي دڙي جي امن پري خصوصيت کان ايڏو متاثر ٿيو جو لکيو اٿس: " سنڌو - ماٿر جي تهذيب ايڏي شاهوڪارءِ ترقي يافته هئي، جيڏي " سُمير " ۽ " مصر " جي. پر سنڌو- ماٿر جي تهذيب لڙائي کان غير واقف هئي. انهن دفن ٿيل شهرن مان نه ڪو هٿيار مليو آهي ۽ نه چوڌاري ديوار هجڻ جو ڏس ملي ٿو. اها حقيقت سڀ کان وڏي اهم آهي. انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته آتان جا رهواسي ڳتيل شهري تهذيب جون سهوليتون ماڻيندا هئا. جن لاءِ ڪين وقفي بوقفي قتلِ عام جي صورت ۾ قيمت ادا ڪرڻي نه پوندي هئي."

● جڏهن مهاتما ٻڌ پنهنجي وطن ڪپل وستو جي چوڌاري رٿ ۾ چڪر ڏنو هو ته چيو وڃي ٿو ته " ڪنول جي رنگ جهڙا چار شاندار گهوڙا سنڌو ديش مان گهرايا ويا هئا." هيل ڏائين، تاريخ ٻڌ- اسٽوپا سنڌ ۾ ئي مليا آهن. ان ڳالهه ۾ به وڏاءُ ناهي ته جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان جو صدر ٿيو هو ته پنهنجي آفيس ۾ ٻڌ جي مورتي سجائي رکي هئائين.



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورھ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪبڙو، تعلق

رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محل

نئون ديرو، تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

<u>اڻ ڇپيل ڪتاب</u>

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) ۱۹۹۵ ع

سانڍ سهس ڪجن (شاعري) 2021 ع

ٻه منجهارا بوند (شاعري) 2022 ع

صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 3919786 – 0344

3404488 – 0300

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

